# ذوالفقار علي ڀُٽي جي سياست ۽ حڪومت تي هڪ نظر

ايڊووڪيٽ ادريس لغاري

# ذوالفقار علي ڀُٽي جي سياست ۽ حڪومت تي هڪ نظر

ايڊووڪيٽ ادريس لغاري

انقلاب پبليڪيشنز، حيدرآباد
2010ع

## اداري جا حق ۽ واسطا قائم


| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | ذوالفقار علي ڀُٽي جي سياست ۽ حڪومت تي هڪ نظر |
| مصنف: | ايڊووڪيٽ ادريس لغاري |
| ڇپائيءَ جو سال: | آڪٽوبر 2010ع |
| ڇپائيندڙ: | انقلاب پبليڪيشنز حيدرآباد |
| قيمت: | 150/= |

# فهرست

# پنهنجي پاران

وڏي مان وڏي بدنصيبي هي ڪانهي تہ ماڻهو وٽ علم يا ڄاڻ نہ آهي يا بنهہ گهٽ آهي، پر سڀ کان وڏي بدنصيبي ۽ تباهي هن ۾ آهي تہ ماڻهو وٽ هڪڙي قسم جو غلط ۽ گمراهہ ڪندڙ علم هجي. اهو علم يا اها ڄاڻ اصل ۾ ماڻهو لاءِ علم ۽ ڄاڻ ڪانهي، پر پنهنجي تباهي جو هڪڙو اهڙو هٿيار هوندو آهي، جنهن کان بچڻ مشڪل نہ پر ناممڪن هوندو آهي. ڇو تہ غلط علم يا ڄاڻ ماڻهو جي ذهني واڌاري ۾ وڏي رڪاوٽ هوندي آهي، جڏهن ڪو ماڻهو يا عوام جي گهڻائي غلط علم، غلط خيال، غلط شعور، غلط نظرئي يا غلط رستي تي هوندي آهي تہ هو ڪنهن بہ ترقي، واڌاري يا تبديلي واري رستي تي نہ پر نج تباهي واري رستي تي هوندي آهي، جيڪا اوس ٿيڻي آهي، پر وري انهيءَ تباهي کي روڪڻ لاءِ يا انهيءَ جو مقابلو ڪرڻ لاءِ ڪي سچا، عوام دوست، انسان دوست، باشعور، جديد ۽ اعليٰ علم سان سرشار فرد يا پارٽيون انهيءَ جو مقابلو ڪنديون آهن، ڇو تہ انهن جي آڏو ڪي بہ جڙتو ۽ ناٽڪي خيال، نظريا، سوچون يا شخصيتون بلڪل بہ اهميت نہ رکنديون آهن. ڇاڪاڻ تہ انهن لاءِ پنهنجو وطن ۽ انهيءَ جا مظلوم انسان سيني کان اُتم ۽ اعليٰ هوندا آهن. پوءِ هو انهن جي بقا لاءِ انتهائي زهريلا سچ ٻڌائڻ کان بہ نہ ڊڄندا آهن، جيئن سقراط چيو آهي تہ، ”جيڪڏهن مان سچي ڳالهہ ڪريان تہ مون تي ڪاوڙ مٿان ڪرين.“

سياسي، علمي، سماجي ۽ اقتصادي طرح پٺتي پيل قومن جا سياسي، سماجي، علمي ۽ اقتصادي مسئلا يا مونجهارا فقط انهيءَ وقت جي موجود حالتن جي پيداوار نہ هوندا آهن پر، انهن جو تعلق گذريل سون هزارن سالن جي تاريخ سان هوندو آهي، جي ڪي چيسٽرٽن تقريبن 80 سال اڳ چيو تہ ”جيڪي ماڻهو ماضيءَ بابت ڄاڻ نٿا رکن، تن جو نقصان اهو ٿئي ٿو تہ هو حال بابت صحيح ڄاڻ نٿا رکن. تاريخ هڪڙي ٽڪري آهي... جنهن جي مٿان بيهي هيٺ نظر وجهڻ سان ئي ماڻهو جنهن شهر يا جنهن دور ۾ رهن ٿا تن کي چڱي طرح ڏسي ۽ سمجهي سگهن ٿا.“

اڄ اسان سنڌي قوم جن حالتن مان گذري رهيا آهيون، انهن ۾ ڌارين جي دشمني کليل ۽ اُگهاڙي آهي پر پنهنجن جي ”خيرخواهي“ ۽ ”چڱائي“ انتهائي مبهم آهي.

مٿين سيني ڳالهين کي مدنظر رکي جڏهن مون ڀُٽي صاحب جي متعلق تحقيقي مطالعو ڪيو تہ آئون حيران رهجي ويس تہ ڀُٽي صاحب پنهنجي پوري دؤر ۾ ڪڏهن بہ هڪ اهم ۽ مرڪزي اداري کي مضبوط ڪرڻ نہ ڏنو. ادارا هن جو جائز ۽ ناجائز حڪم مڃڻ تي مجبور هئا. ٻيو تہ آئين ۽ قانون ۾ اهڙيون ترميمون ڪيائين جو ادارا قانوني طور ڀُٽي صاحب جا ٻڌا ٻانها ٿي ويا.

مون سوچيو ۽ ڳولڻ جي ڪوشش ڪيم تہ ڀُٽي صاحب جون ڪي پاليسيون تہ اهڙيون هونديون، جيڪي هن جي غير موجودگي ۾ بہ عوام کي رليف ڏينديون هونديون. مون سوچيو ضيا، ڀُٽي کي تہ ماري ڇڏيو پر سندس پاليسين ۽ جمهوري فيصلن کي ختم نہ ڪري سگهندو.

ٻهرين نظر وڌم عدالتن تي تہ ڀٽي صاحب ٽين، چوٿين، پنجين ۽ ڇهين ترميم ذريعي عدالتن کي پنهنجو ٻڌو ٻانهو ڪري ڇڏيو جنهن جو نتيجو هي نڪتو جو ضياءَ انهيءَ جو مڪمل فائدو وٺندي آئين جي دائري ۾ رهندي غير آئيني طريقي سان ڀُٽي صاحب کي ڦاهي تي لٽڪائي ڇڏيو. جيڪڏهن ڀُٽو پنهنجي دؤر ۾ عدالتن کي انصاف ڪرڻ لاءِ آزاد ڇڏي ها ۽ انهن لاءِ نوان مثال قائم ڪري ها تہ عدالت ڀُٽي کي ائين ڦاسي نہ ڏئي سگهي ها. جي ائين ٿي بہ وڃي ها تہ عوام چوي ها تہ آزاد عدالتون تہ هيون ڀُٽي جي دور ۾ هر ماڻهو کي انصاف ڀُٽي ڏنو پر اڄ ڀُٽي صاحب جي پوري حڪومتي تاريخ شاهد آهي تہ ڀُٽي عدالتن کي پنهنجو غلام بڻائي ڇڏيو. اسيمبلي ۾ ڪنهن مخالف ميمبر کي ڳالهائڻ جي اجازت نہ هئي، جيڪو ڳالهائيندو هو غنڊه فورس جو نشانو بڻجي ويندو هو. سنڌ، سرحد، بلوچستان ۽ پنجاب ۾ ڪنهن بہ مخالف کي ڳالهائڻ جي اجازت نہ هئي. ڪنهن کي بہ جلسي ڪرڻ جي اجازت نہ هئي، جيڪو ڳالهائي يا جلسو ڪري اهو ابتو ٽنگيو پيو هوندو هو اها ساڳي پاليسي ضياءَ سنڌين خلاف اختيار ڪئي. قبول قيوم نظامي جي تہ: ڀُٽي صاحب جيڪڏهن ڪنهن اداري کي مضبوط ڪيو

تہ اهو هو فوج جو جيڪو خود سندس تباهي ۽ موت جو سبب بڻيو. هن انهيءَ فوج کي مضبوط ڪيو جيڪا ايوب خان جي ناپاڪ ارادن سان 1958ع ۾ اقتدار ۾ آئي هئي ۽ ڀُٽي انهيءَ کي مضبوط ڪري 1977ع ۾ وري اقتدار ۾ آڻڻ لائق بڻايو. ضياءَ آيو ۽ وري انهيءَ ڪانپوءِ مشرف آيو. سرحد ۽ بلوچستان ۾ گورنر راڄ نافذ ڪري چئن سالن تائين انسان جي چونڊيل نعمائندن کي حڪومت ڪرڻ جو حق نہ ڏنائين. جيڪڏهن ڀُٽو صاحب پنهنجي دور ۾ مخالفن کي حڪومت ڪرڻ ۽ هلڻ جي اجازت ڏئي ها تہ اڄ اسان گهٽ ۾ گهٽ اهو چئون ها تہ ڀٽي پنهنجن مخالفن کي بڌڻ ۽ حڪومت ڪرڻ جا عالمي مثال قائم ڪيا. ڀُٽي جي ڪهڙن ڪارنامن جي تعريف ڪجي، بس هُن رڳو نعرا ڏنا، عملي طور هن اهو ڪيو، جيڪو هن جي فطرت ۾ هو.

ڀٽو صاحب نہ رڳو پنهنجي سياسي ۽ حڪومتي زندگي ۾ ائين رهيو پر سندس نجي زندگي بہ ڪن وڏن ۽ نيڪ مثالن سان ڀريل ناهي. اخلاقي پوزيشن تہ اهڙي هئي جو جمال ابڙو لکي ٿو تہ:

”جنهن بہ ليڊي کي ايندو ڏسندو هو تہ صاف چوندو هو تہ انهيءَ تي مون سواري ڪئي آهي.“•

آئون هتي ڪن بہ ساديان، ماريان ۽ حُسنائن جو ذڪر ڪرڻ نٿو چاهيان، پر سندس اخلاقي حالت هي هئي جو نصرت ڀُٽو خودڪشي جي ڪوشش ڪئي، جنهن کي ڊاڪٽرن بچائي ورتو. ڀُٽي صاحب وٽ نہ پنهنجي تڏي جو آداب هو تہ نہ وري هو ٻي جي تڏي جو ادب ڪندو هو. انتهائي ذڪين حالتن ۾ حيدرآباد جي مير صاحبن ڀُٽي صاحب کي پاڻ وٽ رهايو، جڏهن ڀُٽي صاحب کي ڪنهن بہ پاڻ وٽ نہ پئي رهايو انهيءَ حوالي سان جمال ابڙو لکي ٿو تہ:

”هي تاريخ جو هڪ وسريل باب آهي، جو ڀُٽو صاحب، جنرل ايوب کان ڌار ٿي ٻيهريهن دفعو حيدرآباد آيو تہ ڪنهن هڪ شخص بہ کيس پاڻ وٽ نہ رهايو. وبندي قاضي عابد (ياد رهي تہ قاضي عابد ڀٽي جي دور ۾ وزير ٿيو هو ۽ وري ضياءَ جي دور ۾ 1984ع ۾ وزير

---

• ’ڏسي ڏوهہ اکين سين‘، جمال ابڙو، نيو فيلڊس پبليڪيشن، ص 197.

اطلاعات ٿيو هو. ا-ل) وارن ڪيس هوٽل اورينٽ ۾ ڪمرو ڏيڻ کان انڪار ڪيو ۽ پنهنجو صاحب دلشڪستو ٿي وڃي ريلوي ويٽنگ روم ۾ ويهي رهيو. مون کي خبر پئي ته منهنجي لاڙڪاڻي واري غيرت جوش کاڌو. مرحوم سڪندر علي خان سان ادا شمس ۽ منهنجي چڱي سلام دعا هئي ۽ پڻ ذوالفقار علي پنهنجو سان به. مان معمولي سب جج هئس ۽ لطيف آباد ۾ بنگلو هئم سو پڪو پهه ڪيم ته پنهنجي صاحب کي مان مهمان ڪندس. سرڪار مير علي مدد خان کي فون ڪيم ته سرڪار ڪار هڪدم کپي. چيائين ڪار حاضر آهي، پر ڳالهه ڇا آهي. ٻڌائڻ اخلاقي فرض هو سو ڪيس ارادو ٻڌايم. مير صاحب ڪجهه نه چيو صرف ايترو چيائين ته سوچي وٺو نوڪري وارا آهيو باقي ڪار حڪم موجب اچيوَ ٿي. ڪار اچڻ ۾ اڌ ڪلاڪ دير ٿي وئي. اسٽيشن تي وياسون ته پنهنجو صاحب هليو ويو هو... ان ڳالهه کي هفتو مس گذريو ته لاڙڪاڻي کان تاج محمد ابڙو پنهنجو صاحب جو نياپو کڻي آيو ته اسان کي مير صاحب ناهي ڏئي. هڪدم مير علي احمد خان ٽالپر جي بنگلي تي ٽنڊي مير محمود پهتاسون... مير علي احمد خان هئو ئي ڪو نه. تاڙ ۾ هئاسون ته ڪو وجهه ملي ته ائين مير بهرام خان آيو ۽ اچي کيڪاريائين. پڇڻ تي ٻڌايائين ته مير علي احمد خان پنهنجي ڪتبخاني ۾ ويٺو آهي، ۽ اتي اسان مان ڪو نه وڃي سگهندو. البت پاڻمرادو سڏيائين ته توهان جو ٻڌائيندوسانس. ٿيو به ائين ۽ مير صاحب مهرباني ڪري اسان کي جلد سڏائي ورتو... ڪتبخاني ۾ وياسون ته مير صاحب پٽ تي ڪتاب رکيون ويٺو هو ۽ ٻيو پيو ڪتابن متعلق ڳالهائي. مون کي حيرت ٿي ته مير صاحب انگريزي پوئٽري (شاعري) به پڙهي پيو ۽ ان جي مفهوم ۽ خوبصورتي تي سمجهاڻي ڏيندو پيو وڃي. مير صاحب انگريزي پڙهيل ڪو نه هو پر مطالع جي شوق ۾ انگريزي ۾ مهارت حاصل ڪري ويو هو... ماني ڪائي هٿ ڌوئڻ لاءِ اٿيو ته مان پنيان ويومانس ۽ زوريءَ پنهنجي صاحب جو نياپو ڏنومانس. مير صاحب وارا ته اڳ ئي

جنرل ايوب خلاف ممڻ مچايون وينا هئا. مون کي چيائين 'سرڪار اسان جا مٿا اڳيئي اڪرين ۾ پيا آهن. جن کي مهربون ڪاٽيون هجن سو هليو اچي. فقير جو در کليو پيو آهي.' مون تاج محمد کي چيو تہ اڪر ياد ڪري چڏ ۽ وڃي ٻُٽي صاحب کي ٻُڌاءِ. ٻُٽو صاحب بلا جو ذهين ۽ اڻٿڪ محنتي ماڻهو سو ٻئي ڏينهن ئي اچي نڪاءُ ڪيائين ۽ مير صاحب جي بنگلي تي رهي پيو. ("ڏسي ڏوهہ اڪين سين"، ص 199، 198، 197)

اهڙن حالتن ۾ مير صاحب ٻُٽي کي پنهنجو تڏو ڏين ٿا ۽ ٻُٽي صاحب جو اخلاق هي هو جو اڳتي جمال ابڙو لکي ٿو "هڪ ڏينهن پري محفل ۾ ٻُٽي صاحب مير علي بخش خان ٽالپر ايم. اين. اي کان طنزيہ انداز ۾ پڇيو تہ، مير صاحب، مير ڪهڙي هنڌان هنگندا آهن. مير علي بخش خان نهايت چتر ۽ حاضر جواب هو تنهن هڪدم جواب ڏنس تہ اتان جتان ٻُٽا هنگندا آهن." اهي طبيعتن جا اختلاف نيٺ سندن سياسي اختلافن ۾ تبديل ٿي ويا." (ڪتاب ساڳيو ص 197)

اها ٻُٽي صاحب جي گفتگو هئي خود ميرن جي تڏي تي، ڪوبہ معتبر ماڻهو اهڙي قسم جي هلڪڙي ۽ ڪريل گفتگو ڪري سگهي ٿو؟ اها بہ هڪڙي مهمانن جي حيثيت ۾، ڇا ميزبانن جي قدرداني ائين ڪبي آهي؟

ماشاالله اهڙا گُڻ جي. ايم سيد صاحب ۾ بہ هئا. هو بہ پنهنجي تڏي ۽ علم واري ماڻهو جو وڏو "لحاظ" ڪندو هو. جمال ابڙو اهڙي هڪڙي خوبي جو ذڪر ڪندي لکيو آهي تہ:

"محمد ابراهيم جويو صاحب تمام نفيس. نرم مزاج ۽ ڳالهائڻ جو نهايت منطقي ۽ وزندار ڳالهہ ڪرڻ وارو آهي. هڪ دفعي منهنجي روبرو جويو صاحب آيو ۽ پٽ تي ويهي رهيو ٿي هٿ سائين جي. ايم سيد جي پيرن تي رکي ساڻس مليو. محفل ۾ ڪنهن معاملي تي سائينءَ. جوئي صاحب کان رايو پڇيو. جوئي صاحب ڪو تاريخي حقيقتون پيش ڪيون ۽ اهڙو رايو ڏنو. جو سائينءَ پنهنجي مخالفت سمجهيو تہ هڪدم ڏند ڪرتي چيائين، 'پيٽچوٽ. فلاڻي جي پڙوت پيو ڪري؟ مان تہ اهو ٻڌي سراپجي ويس تہ هن ماڻهوءَ

سان ڪيئن گڏ هلي سگهبو. انهيءَ واقعي جو تاج جويو شاهد آهي، مجي نـ مجي سندس مرضي.... هونئن مون سائين جي. ايم سيد وٽ راتين جون راتيون گذاريون آهن. ڏاڍو منو ماڻهو قربائتو، مهمان نواز ڏن جو پڪو جاٺو ۽ وطن پرست. پر رڳو چپ ڪري ويهي ٻڌو، خبردار جو ڪنهن ڳالهه تي تنقيد يا مخالفت ڪئي اٿو."

فارمولن واري ڏاهپ:

اسان جي هڪڙي مائتياڻي آهي ان سان جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪهڙي بـ ڳالهه ڪري، جنهن سان هن جو واسطو بـ نـ هجي پر ڳالهه پنهنجي طرف سمجهي پوءِ چوندي آهي تـ 'آئون تـ سمجهان ٿي'. اڙي بابا تنهنجو تـ ڳالهه ۾ نالو بـ ڪونهي ۽ واسطو بـ ڪونهي تـ بـ چوندي 'آئون تـ سمجهان ٿي'. چو تـ هن وٽ ڳالهه کي پرکڻ جا پنهنجا هڪڙا مخصوص فارمولا آهن، تنهنڪري ڳالهه جو جائزو انهيءَ مخصوص فارمولن تحت وٺندي آهي. اسان وٽ هاڻ اها فارمولن واري ڏاهپ ڏاڍي مشهور ۽ پختي ٿي چڪي آهي، ماڻهو يلي ڪهڙي بـ ڳالهه ڪري پر اڳيون "ڏاهو" ڳالهه کي پنهنجي مخصوص فارمولي ۾ ڏسي پوءِ انهيءَ جو نهيل ٺڪيل جواب ڏيندو. ڳالهه جو ڪوبـ عقلي جواب ڪونـ ڏبو ڪوبـ دليل نـ ڏبو ڪا بـ تحقيق نـ ڪبي، بس فارمولو نهيو پيو آهي ڳالهه جو نتيجو يا جواب منٽ ۾ تيار.

آئون ۽ منهنجو دوست اي. ڪي بلوچ جڏهن اسان ڪنهن ماڻهو سان بحث ڪندا هئاسون تـ ڪي "ڏاها" ائين چوندا هئا تـ اسان ٻئي ننڍڙو ٺهڪ ڏئي چوندا هئاسون تـ اهو 33 فارمولو آهي، اهو 32 فارمولو آهي، اهو 15فارمولو آهي، اهو 20 فارمولو آهي. پنهنجي منهن اهڙن فارمولن تي ڏاڍو کلندا هئاسون.

ڪجهه ڏينهن پهرين دوست شاهنواز سان گڏ هوندا پيلس جي پر واري هوٽل تي هڪڙي ڪميشن پاس آفيسر سان ڪچهري پئي ڪئيسين. همراهـ ڪميشن پاس ڪيو، زمين آسمان جو "ڏاهو" ٿيو وينو هجي، وري سندس ڳالهائڻ ۽ ٻولهائڻ جا ناٽڪي انداز جيڪي هو متاثر ڪرڻ لاءِ

---

• 'اونهي ڳالهه اسرار جي'، جمال ابڙو نيو فيلڊس پبليڪيشن، حيدرآباد ..... ص 90.

استعمال ڪري رهيو هو. پنهنجي ڏاهپ جي فارمولن جي ذريعي ذڪر ڪندو رهيو ۽ اسان کي ڪجهه ڪتاب پڙهڻ جا به فارمولا پئي ٻڌايا. جنهن تي شاهنواز ۽ مون هڪ ٻئي ڏانهن ڏسي مسڪرايو پر همراهه لڳو پيو هو. ڪيڏو نه سنڌي قوم سان تاريخي ظلم آهي جو اهڙا "ڏاها" ڪميشنون پاس ڪري سنڌي قوم جي خدمت ڪندا؟ سندس ڪچهريءَ ۾ رڳو پنهنجي ذات هئي باقي پنهنجي قوم ۽ وطن لاءِ اکر به نه چيائين. سنڌي قوم کي اهڙا ڪميشن آفيسر نه گهرجن. جيڪڏهن ڪميشن آفيسر گهرجن ته اهي ڊپٽي ڪمشنر عبدالله ميمڻ جهڙا هئڻ گهرجن.

ڀُٽي صاحب بابت ڪيترين ئي ڳالهين رهن ٿيون. جيڪي تفصيل سان ڪنهن ٻئي وقت ضرور لکندس. مون هتي ضياء ۽ پي. اين. اي جي ڪنهن به الزام کي شامل نه ڪيو آهي، جيڪي ڪجهه ڀُٽي صاحب ڪيو مون انهيءَ تي لکيو آهي. هن ۾ مون ڪوشش ڪري ٿلهي ليکي ڀُٽي صاحب جي هر سياسي ۽ حڪومتي پهلو جو جائزو پيش ڪيو آهي. آخر ۾ آئون پنهنجي ڏاهي ۽ قابل والد (ڪامريڊ هادي بخش لغاري) جو شڪرگذار آهيان، جنهن مون کي پرائمري اسڪول کان وٺي سياسي تعليم ۽ علم ڏنو.

**ايڊووڪيٽ ادريس لغاري**

5_ آڪٽوبر 2010ع

# ذوالفقار علي ڀُٽي جو مختصر خانداني پسمنظر

ڀٽو خاندان 17 صدي جي وچ ڌاري هاٽوڪي ڀارت واري علائقي راجستان مان لڏي رتوديرو سنڌ ۾ اچي آباد ٿيو. اسٽينلي وولپرٽ ڀُٽي خاندان جي فائيلن جو حوالو ڏيندي لکي ٿو ته:

"سندن وڏو شيتو جيڪو مغل بادشاهه اورنگزيب جي دؤر ۾ مراعتون ۽ ٻيا معاشي فائدا حاصل ڪرڻ لاءِ مسلمان ٿيو هو. ڇو ته مغل حڪمران خاص طور تي اورنگزيب هندن کان ڳرا ۽ وڏا ٽيڪس وٺندو هو. شيتو اورنگزيب جي دؤر ۾ مسلمان ٿيو ۽ پوءِ پاڻ کي شيتو خان جي نالي سان سڏائڻ لڳو. انهيءَ ڪانپوءِ هن سنڌ جي علائقي رتي ديري ۾ تمام گهڻي زرخيز زمين قبضي هيٺ ڪئي. شيتي خان ڪانپوءِ سندس پوٽو پير بخش خان جيڪو ڪلهوڙن کان ويندي ٽالپرن جي دؤر تائين وڏي اثر وارو رهيو. ٽالپر حڪمران مير علي مراد ٽالپر پير بخش ڀُٽي جي قسم کڻڻ تي جائيداد واپس ڪئي. پير بخش قسم کنيو ته هو ٽالپر حڪمرانن سان هر صورت ۾ وفادار رهندو پر پوءِ جيئن انگريز آيا ته پويان سڀ واعدا وسري ويا. انگريزن جي دؤر ۾ وري پير بخش جو پٽ دودو خان چارلس نيپئر جو خاص ماڻهو ٿيو. دودي خان جي پوٽي مير غلام مرتضيٰ ڀٽو جيڪو ذوالفقار ڀُٽي جو ڏاڏو هو اهو انگريزن جي هڪ اهم ماڻهو جي زال سان عشق ڪري وينو. پوءِ اهو عشق وارو راز خود انهي زال جي مڙس پڪڙي ورتو ۽ انهيءَ جو پلاند ڪرڻ لاءِ مرتضيٰ ڀُٽو تي ڪجهه ڪيس ۽ ڪي حملا ڪرايا. پر مرتضيٰ پهرين بهاول پور انهيءَ ڪانپوءِ ڪابل طرف ڀڄي ويو. انهيءَ ڪانپوءِ مير مرتضيٰ جي پيءُ خدا بخش خان پٽ جي ڪرتوتن جا عذاب برداشت ڪيا ۽ آخرڪار قتل ٿي ويو. مير مرتضيٰ افغانستان مان لڪ ڇپ ۾ نڪري ڪراچي آيو. جتي پاڻ کي هڪ "سک مزدور" ظاهر ڪري مزدوري ڪرڻ لڳو. آخرڪار وڏين ڪوششن ۽ حڪمت عملين ڪانپوءِ 1899ع ۾ پنهنجي جاگير بحال

ڪرائي ويو. انگريزن سان بهتر واسطا رکي واپس لاڙڪاڻي پهتو. مهيني کانپوءِ مير مرتضيٰ کي زهر ڏنو ويو، جنهن جي ڪري سندس موت ٿيو. انهيءَ وقت شاهنواز صرف ڏهن سالن جو هو. پوءِ شاهنواز ڀٽو انگريزن سان وفاداري ڪندي "سر" جو خطاب ورتو ۽ آخر ۾ سنڌ جو وزيراعظم بہ ٿيو. انهيءَ گهر ۾ 5 جنوري 1928ع تي ذوالفقار علي ڀُٽو پيدا ٿيو.♦

انگريزن جنهن مياڻيءَ جي جنگ ۾ ڏهہ هزار سنڌين کي قتل ڪيو ۽ پوءِ اعلان ڪيائون تہ جنهن کي بہ پنهنجي جاگير واپس وٺڻي هجي تہ اهو اسان ڏي اچي.

"فيبروري 1843ع ۾ (انگريز سرڪار) اعلان ڪيو تہ جاگيردار، زميندار ۽ سردار گورنر جي خدمت ۾ حاضر ٿي، پنهنجي وفاداري جو ثبوت ڏين تہ انهن جون جاگيرون، زمينداريون ۽ سرداريون قائم رهنديون. انهي مقرر تاريخ تي سنڌ جا سيئي جاگيردار، زميندار ۽ سردار حيدرآباد اچي گڏ ٿيا ۽ هر ڪنهن جي ڪوشش هئي تہ غلاميءَ جو ڳٽ اڳ ۾ مان پائي جاگير بحال ڪرايان. حيدرآباد ۾ ان ڏينهن ايتري رش ٿي جو امن امان جو مسئلو پيدا ٿي پيو. انهي ڏينهن هر ڪنهن خوشي ۽ فخر مان پاڻ کي سردار ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي، جيئن وفاداريءَ جي ڪري کيس گهڻو مال ملي. سنڌ جي اڪثر راڄن جي چڱن مڙسن کي انگريز حڪومت سان وفاداري واري قسم کڻڻ کانپوءِ جاگيرون ۽ زمينون مليون."*

اڳتي لکي ٿو تہ:

"ٻيا اهي سردار جن کي ٽالپر حاڪمن جاگيرون ڏنيون هيون، انهن بہ غلامي جو ڳٽ پائي جاگيرون بحال ڪرايون."*

پوءِ سنڌين ڏنو تہ سنڌ ۾ ڪنهن کي "بهادر" ۽ ڪنهن کي "خان" تہ ڪنهن کي 'سر' جا خطاب پئي مليا، اهي خطاب ڪهڙي "مڙسي" جي ڪري مليا، اهو ڪنهن کان بہ لڪيل ناهي.

---

♦ "*Zulfi Bhutto of Pakistan*", Stanley Wolpert, (Third Edition) Oxford University Press, Karachi, First Chapter P. 1 to 18.

* 'سنڌ جي سياسي جدوجهد، ڊاڪٽر محمد لائق زرداري، ص 27.

* ايضاً، ص 33.

# ڀُٽي صاحب جي سچي سياست جو بنيادي نقطہ نظر

اسان جيڪڏهن ڀُٽي صاحب جي پوري سياسي زندگي ۽ سياسي پاليسي جو جائزو وٺنداسون تہ اسان کي هن جي پوري سياست هن جي دوست پيلو مودي جي هنن لفظن ۾ نظر ايندي محسوس ٿيندي:

”هن کي ٻولي بابت نوان تجربا ڪرڻ ۾ ڏاڍو مزو ايندو هو. هُو ڏسندو هو تہ هُن جي لفظن جو ڪهڙو اثر پوي ٿو. جڏهن بہ ضروري هوندو هو تہ هو ڳالهين کي اجايو وڌائي ۽ کين غير ضروري اهميت ڏئي ٻڌائيندو هو، جنهن جو مقصد بہ ٻين تي پنهنجو اثر وجهڻ هوندو هو.“ ※

اصغر خان لکي ٿو تہ:

”1970ع جي شروعات ۾ جڏهن منهنجي دوستن ۽ مون اڃا تحريڪ استقلال نہ ٺاهي هئي، تڏهن ڀٽي مون کي پيپلز پارٽي ۾ شامل ٿيڻ جي دعوت ڏني. ڳالهہ ٻولهہ جي ٻن ڏگهين نشستن ۾ مون ان جي سياسي فلسفي ۽ اقتصادي پروگرام بابت ڄاڻڻ جي ڪوشش ڪئي. اهي ملاقاتون 1968_69ع جي ايوب مخالف تحريڪ کان تقريبن هڪ سال پوءِ ٿيون. ان تحريڪ جي اڳواٽي مون ڪئي هئي ۽ ڀٽو ان وقت جيل ۾ هو. انهن ملاقاتن ۾ هن مون کي چيو تہ جيڪڏهن اسان پنهنجي سياسي سفر جي شروعات ڪراچي کان ڪيون ۽ هو دادو، لاڙڪاڻي ۽ مان حيدرآباد ۽ نوابشاهہ مان ٿيندا، اچي سکر ۾ ملون ۽ پوءِ مختلف رستن تان گذرندي ملتان ۽ ان کان پوءِ لاهور پهچون. اهڙي ريت جڏهن اسان

---

※ *'ذلفي منهنجو دوست'*، ليکڪ: پيلو مودي، ترجمو: حسين بادشاهہ، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو 2005ع، ص 42.

راولپنڊي پهچنداسين تہ يحيٰ خان ريلوي اسٽيشن تي اسان جو آڌر ڀاءُ ڪندو ۽ پوءِ اسان ٻئي گڏجي حڪومت ڪري سگهون ٿا. مون هن کي چيو تہ جيڪڏهن اقتدار ملي وڃي تہ پوءِ جو ڪهڙو پروگرام آهي؟ ان سوال تي ڀٽو کلي پيو ۽ چيائين پروگرام حڪومت ڪرڻ جو آهي، عوام جاهل آهي، مان ڄاڻان ٿو تہ ان کي ڪيئن بيوقوف بڻائي سگهجي ٿو؟ منهنجي هٿ ۾ لٺ هوندي ۽ ايندڙ ويهن سالن تائين مون کي ڪو لوڏي بہ نہ سگهندو."[6]

اهڙي حوالي سان جامي چانڊيو لکي ٿو تہ:

"مون کي پ پ پ جي سينئر دوست ٻڌايو هو تہ ڀُٽو صاحب حيدرآباد ۾ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي مزاج پرسي ڪرڻ آيو هو. ڪچهري دوران جتوئي صاحب شهيد ذوالفقار علي ڀُٽي کان پڇيو تہ 'توهان جي نظر ۾ ملڪ ۾ اصل طاقت جو سرچشمو ڪير آهي؟' انهي تي ڀُٽي صاحب ڪيس بنا هٻڪ جي جواب ڏنو فوج جڏهن ڀُٽي ڪانئس موڪلايو تہ حيدرآباد جا صحافي جتوئي صاحب کي ورائي ويا تہ ڪهڙي ڳالهہ ٻولهہ ٿي آهي. جتوئي صاحب کين آف دي رڪارڊ ٻڌايو تہ 'هي شخص مستقبل جو حڪمران آهي، ڇاڪاڻ تہ هي سموري ڳالهہ سمجهي ويو آهي. ٻاهر چوي ٿو تہ عوام طاقت جو سرچشمو آهي، ۽ دل ۾ سمجهي ٿو تہ اصل طاقت جو سرچشمو فوج آهي."[7]

اهڙو هڪ واقعو ڪامريڊ مير محمد ٽالپر بہ لکيو آهي:

"سياري جي موسم هئي. پيپلز پارٽي جو جلسو هو. ماڻهن جو بہ وڏو انگ هو. ڀُٽو مرحوم بہ هو. ڀُٽي تقرير کان اڳ پنهنجو ڪوٽ لاٿو ۽ چوڻ لڳو تہ سيءُ بہ ڏاڍو آهي. اوهان غريب سرديءَ ۾ ويٺا آهيو. آئون ڪهڙو ڪوٽ پائي ويهان. هن پنهنجو ڪوٽ ماڻهن ڏي اڇلايو. ماڻهو ڪوٽ کي چنبڙي ويا ۽ ڪوٽ جا ڪيسا ڦولهڻ لڳا. مون ڀُٽي

---

[6] 'تاريخ مان ڪجهہ نہ پرايوسين'، ليکڪ: محمد اصغر خان، سنڌيڪار: حميد سبزوئي، سنڌيڪا ڪيڊمي، ڪراچي، 2007ع، ص 86_87.

[7] 'تبديليءَ جا محرڪ ۽ سنڌ جو آئندو'، جامي چانڊيو CPCS، حيدرآباد، 2007ع، ص 387.

ڪان پڇيو تہ ڪوٽ ۾ ڪو ڏوڪڙ تہ ڪونهي. مون کي ڀُٽي چيو تہ ڪامريڊ آئون ڪو بي عقل آهيان جو نوٽن سان ڀريل ڪوٽ اڇلايان. مڙئي سياسي ناٽڪ آهي، منهنجو ڪوٽ بہ پراڻو آهي."•

اهڙا حربا، طريقا ۽ گس ڀُٽي صاحب پنهنجي اڳيان رکي پاڪستان جي سياست ۾ شموليت اختيار ڪئي. لفظن جو استعمال ڪو ماڻهو ڀُٽي صاحب کان سکي، لفظن جي "عزت" جيڪا ڀُٽي صاحب وٽ هئي اهڙي شايد ڪنهن خفتي درباري وٽ بہ نہ هجي. جڏهن ڀُٽو صاحب سمنڊ جي قانون واري ڪانفرنس ۾ شامل ٿيڻ لاءِ سوئيزرلينڊ ويو هو تڏهن اتان اسڪندر مرزا کي لکيائين تہ:

"Imperishable and devoted loyalty to you. I feel that your services to Pakistan are indispensable.. when the history of our Country is written by objective Historians, your name will be placed even before that of Mr. Jinnah Sir, I say this because I mean it, and not because you are the president of my Country. I do not think I could be found guilty of the charge of flattery."

"منهنجي توسان لازوال ۽ پاڻ ارپيندڙ وفاداري سدائين قائم رهندي. آئون سمجهان ٿو تہ توهان جيڪي پاڪستان جون خدمتون پيا ڪريو اهڙيون ٻيو ڪير بہ ڪري ڪونہ سگهندو... جڏهن انصاف پسند تاريخ نويس پنهنجي ملڪ جي تاريخ لکندا، تڏهن توهان جو نالو مسٽر جناح کان بہ اڳيرو لکيو ويندو. سائين آئون اهو ان ڪري چوان ٿو جو اها منهنجي دل جي ڳالهہ آهي ۽ ان لاءِ نٿو چوان تہ توهان منهنجي ملڪ جا صدر آهيو...؟ آئون نٿو سمجهان تہ ڪو مون تي خوشامد جو الزام لڳي سگهي ٿو."♦

هاڻ اچون ٿا ڀُٽي صاحب جي جناح کان بہ اڳيرو يعني عظيم اسڪندر مرزا جي اصل ڪمن ۾ ڏنڊن تي جيڪي مختصر پير علي محمد شاهہ راشدي لکي ٿو:

---

• 'يادگيرين جو سفر'، ڪامريڊ مير محمد ٽالپر، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو ٻيو ڇاپو 2004ع، ص 38.

♦ "*Zulfi Bhutto of Pakistan*", Stanley Wolpert, (Third Edition) Oxford University Press, Karachi, P-55.

”مولوي تميز الدين خان مرحوم بحيثيت اسپيڪر، سنڌ هاءِ ڪورٽ اڳيان رٽ جي درخواست داخل ڪئي. جنهن بينچ رٽ ٻڌي، تنهن تي هڪ سنڌي جج ٻه هو جيڪو پنهنجي بي ريائي ۽ بيخوفي لاءِ ملڪ ۾ مشهور هو. هونءَ ته سنڌ هاءِ ڪورٽ جا ٻيا جج ٻه انصاف پسند ۽ بي رياءُ هئا، پر خبر نه آهي ته سرڪاري حلقن ۾ ڇو محسوس ڪيائون ته هن سنڌي جج کي ڊيچارڻ جي ضرورت آهي. ٻڌل ڳالهه آهي، پر چون ٿا ته ان مقصد سان مرزا صاحب جج جي گهر گهڙي ويو ڪيس گورنر جنرل جي نالي ۾ هيسائڻ لڳو. جج صاحب غصي ۾ اچي ڏنڊو هٿ ۾ کڻي ڪاهي ڪڍيس ۽ ڌڪا ڏئي گهر مان تڙي ٻاهر ڪڍيائينس. هُوڪرن ۽ هڪلن جو موضوع ڏنڊو ئي رهيو. رديف، قافيه ۽ ڏنڊي جي جاءِ استعمال جا ڏس پتا بدلبا رهيا. ... غرض مرزا صاحب ويچارو ڏڪندو سهڪندو ٻاهر نڪتو هيلتائين ته سيني مُهمن ۽ منصوبن ۾ ڪامياب ٿيندو رهيو. فقط هن ئي ڪم مهم مان سر بچائي نڪتو. اهو زنده جاويد جج جو نالو جناب محمد بخش ميمڻ مرحوم

ان حوالي سان جمال ابڙو لکي ٿو ته:

”جڏهن اها ڳالهه چرچل کي ٻڌائي وئي ته تڏهن پاڻ فخر سان چيائين ته ان جي معنيٰ ته اسان کي فخر جهڙيون روايتون ڇڏي آيا آهيون.“°

هاڻ اچون ٿا اسڪندر مرزا جي ٻين ڪارنامن تي:

”پاڪستان نهڻ کانپوءِ ستت ئي صوبي پنجاب ۾ قاديانيِ سوال تي مارشل لاءِ لڳو. مرڪزي حڪومت کي ضرورت آئي ته ان وقت جي چونڊيل صوبائي وزيراعليٰ کي ڪڍي سندس جاءِ تي ٻيو ماڻهو رکن، پر ان وزيراعليٰ کي ڪڍي ڪير ۽ ڪهڙي طريقي سان؟ چون

---

° ’اهي ڏينهن اهي شينهن‘(جلد_3). پير علي محمد شاهه راشدي، سنڌي ادبي بورڊ. ڄام شورو. ص 104_105.

° ’اونهي ڳالهه اسرار جي‘. جمال ابڙو. نيو فيلڊس پبليڪيشن. حيدرآباد. ص 194.

ٽا تہ اها جوابداري مرزا صاحب جو ان وقت مرڪز ۾ سيڪريٽري هو، پاڻ تي هموار فرمائي. لاهور پهچي، هَم نہ تم معيوب وزيراعليٰ جي گهر ۾ گهڙي وڃي ڪيس اهڙا ڪڙا چاڙهيائين ۽ دڙڪا ڏنائين جو هن غريب پنهنجي هٿ سان استعيفا لکي سندس حوالي ڪري ڏني. پاڻ ٺهڪ ڏيندو اچي، ساڻين سان مليو ۽ بشارت ڏنائين تہ پاڪستان جي سياستدانن سان ڊيل ڪرڻ جو اهوئي آسان طريقو آهي. هڪ دڙڪو ۽ استعيفا ٻاهر! نوريٽڙي جي مهماني بہ پير."°

هاڻي اچو تہ ڏسون ڀُٽي جو جناح ولي خان کي پنهنجي ڪابينا ۾ کيئن شامل ڪري ٿو ۽ موٽ ۾ ولي خان ڇا ٿو چوي:

"پاڪستان جي سابق صدر اسڪندر مرزا ولي خان کي ملاقات لاءِ سڏايو ۽ چيائين تہ تون ڪم ڇو نٿو ڪرين. ولي خان پڇيو تہ ڇا ڪريان. اسڪندر مرزا چوڻ لڳو تہ 'تون هڪ باصلاحيت نوجوان آهين، تون خاص طرز جي سياست ۾ زندگي وڃائي ڇڏيندي. سياست جي آخري منزل اقتدار آهي ۽ اقتدار توکي سڏي رهيو آهي، تنهنجي هي سياست مون کي سمجهہ ۾ نٿي اچي تہ منزل توکي سڏي پئي ۽ تون منزل کان پڇي رهيو آهين، تون اڄ ۽ اسان سان ملي ڪم ڪر' اسڪندر مرزا جي سامهون ولي خان پنهنجي مجبوري پيش ڪئي ۽ چيائين تہ 'آئون چور دروازي کان اچڻ لاءِ تيار ناهيان. آئون حڪومت ۾ جڏهن بہ ايندس، قوم کان اعتماد جو ووٽ وٺي ايندس. اسڪندر مرزا چيو ولي خان ڏس منهنجي ڪابينہ ۾ 16 ماڻهو آهن. هي سورنهن جا سورنهن پهرين درجي جا حرامي آهن. تون ايندين تہ ملڪ ۽ قوم جو ڀلو ٿيندو. ولي خان جواب ڏنو تہ جناب آئون اچي ڇا ڪندس. هڪ ماڻهو ڇا ٿو ڪري سگهي، جيڪڏهن تنهنجي ڪابينا ۾ اٺ ماڻهو بہ حلالي هجن ها

° 'اهي ڏينهن اهي شينهن' (جلد_3)، پير علي محمد شاهہ راشدي، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو ص 103.

تہ آئون اڇي وڃان ها، انهن سان منهنجو ووٽ ملي ڪري سٺن فيصلن جي نمائندگي ڪري ها، پر جتي سڀ حرامي هجن اتي هڪ حلالي ڇا ٿو ڪري سگهي. آئون تہ توکي مشورو ڏيندس تون پاڻ استعيفيٰ ڏئي ڇڏ. محلاتي سازشن سان توهان اقتدار ۾ رهي سگهو ٿا، مقتدر قومي رهنما نٿا بڻجي سگهو. اسڪندر مرزا ضد ڪيو تہ ولي خان چيس مرزا صاحب مون کي معاف ڪيو. آئون هن ڳالهہ تي خدا جو شڪر ادا ٿو ڪريان تہ توهان مون کي ڪنهن قيمت تي بہ اهڙن ماڻهن سان شامل نہ ڪرائي سگهندا، جيڪي خود توهان جي نظر ۾ حلالي ناهن. ڇا آئون اهڙن ماڻهن ۾ شامل ٿي توهان جهڙو ٿي وڃان. هي ٻڌي ڪري اسڪندر مرزا ڪليو ۽ ولي خان طرف وڌيو. ولي خان اٿي ڪري هليو. مرزا، ولي خان جي پويان آيو اڳيان ان جا باڊي گارڊ بيٺا هئا. ولي خان هن جو هٿ وٺي ڪري چيو 'اسڪندر مرزا شرم ڪر. تون ملڪ جو سربراهہ آهين ۽ ٻارن جيان منهنجي پويان ڀڄندو اچين پيو. ڊيوٽي تي موجود ملازم ڇا سمجهندا تہ هي صدر چريو آهي. تون هن وقت پشاور جو ڊپٽي ڪمشنر يا سرحدي قبيلي جو پوليٽيڪل ايجنٽ ناهين، پاڪستان جو صدر آهين، پنهنجو وقار برقرار رک.''■

وري اڳتي هلي پنهنجي دوست پيلو مودي سان پنهنجي جناح کان بہ عظيم رهبر لاءِ چوي ٿو تہ:

"A gentleman who knew nothing about politics. He thought that by small gestures, pranks and tricks he could run the ship of State."

"مرزا اهو صاحب هيو جنهن کي سياست جي ڪابہ خبر ڪانہ هئي، هن سمجهيو ٿي تہ ننڍڙين مهربانين، شرارتن ۽ چالاڪين سان حڪومت جو گاڏو هلائيندو.''•

---

■ 'خان عبدالولي خان زندگی اور جدوجهد'، زیرک اور تمان خیل، فکشن هاؤس، لاهور، 2010ء، ص- 36.

• "*Zulfi Bhutto of Pakistan*", Stanley Wolpert, (Third Edition) Oxford University Press, Karachi, P-59.

ايوب خان پنهنجي سوانح حيات ۾ لکي ٿو تہ:

”مون کي ڪمانڊر ان چيف جي حيثيت سان اڪثر ڪراچي وڃڻو پوندو هو. اسڪندر مرزا انهي وقت ڊفينس سيڪريٽري هو هڪ دفعي وزيراعظم سان پنهنجي ملاقات ۾ پڇيم تہ ’جيڪڏهن اسان جي ڳالهہ ٻولهہ جي موقعي تي ڊفينس سيڪريٽري (اسڪندر مرزا) موجود هجي تہ وڏي آساني پيدا ٿي پوندي ان تي مسٽر لياقت علي خان (ان وقت جو وزيراعظم) چيو تہ ’تون چاهين ٿو تہ هن کي پاڻ سان گڏ وٺي اچي سگهين ٿو پر آئون توکي ٻڌائي ڇڏيان، مون کي هي (اسڪندر مرزا) ناهي وڻندو.“•

الطاف گوهر لکي ٿو تہ جڏهن اسڪندر مرزا کي مشرقي پاڪستان جو گورنر مقرر ڪيو ويو تڏهن:

"The news of Mirza's appointment hit the province like a tidal wave which swept all political activist and agitators underground. Mirza was known as a letter days Genghis Khan whom the british had transferred from the army to the Indian political service."

”اسڪندر مرزا جي مقرري واري خبر پوري صوبي ۾ خوف جي لهر طاري ڪري ڇڏي، سيئي سياسي ڪارڪن ۽ حڪومت مخالف عنصر زير زمين هلي ويا. اسڪندر مرزا کي حڪومت برطانيہ پنهنجين مخصوص مقصدن لاءِ فوج مان انڊين پوليٽيڪل سروس ۾ موڪليو هو ۽ هن کي پنهنجي زماني جو چنگيز خان چيو ويندو هو.“•

۽ اچڻ شرط هي حڪم ڏنائين.

"I want all these goondas (rascals) to be rounded up at once. At least 1500 by tomorrow morning.. by next morning the police had rounded up every one they could get their Hands on rickshaw pullers along with their passengers, helpless venders, and poor pedestrians."

”آئون انهن سيني غنڊن کي گرفتار ڪرڻ چاهيان ٿو. سڀاڻي صبح تائين 1500 ماڻهو گرفتار ڪيا وڃن... ٻي صبح جو پوليس اهي

• محمد ايوب خان صدرِ پاڪستان، سياسي سوانح حيات، آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس، ڪراچي، ص 67.

• *Ayub khan*, Altaf Gauhar, Sang-e-Meel Publications, Lahore, 1993, P-21.

1500 ماڻهو گرفتار ڪري چڪي هئي. انهن ۾ رڪشا هلائيندڙ انهن جا مسافر، بي وس پورهيو ڪندڙ بي يار و مددگار راهه ويندڙ مسافر شامل هئا.“

انهي اسڪندر مرزا جا آمريڪا سان ڪيترا ويجها واسطا هئا ۽ سندس سفارش ڪيڏي اهميت واري هئي. جڏهن پاڻ اجا صرف ڊفينس سيڪريٽري هئا. خفيه پيپرز ۾ 4 آڪٽوبر 1954ع ۾ آمريڪي ايمبسي لنڊن جي خفيه ٽيلي گرام ۾ لکيل آهي ته:

”سڪندر مرزا چيو ته آمريڪا لاءِ واحد رستو هي آهي ته هو وزيراعظم محمد علي کي سيڏو ڪرڻ لاءِ معاشي ۽ فوجي امداد سخت ڪري. هي امداد انهي يقين ڪرائڻ تي ڏني وڃي ته مرڪزي حڪومت دانشمنداڻو رويو اختيار ڪندي. مرزا اهڙي ڪارروائي لاءِ پر زور سفاش ۽ يقين ظاهر ڪيو ته اهڙي طرح محمد علي مثبت رد عمل جو اظهار ڪندو.“ ∂

انهي عمل تي قيوم نظامي تبصرو ڪندي لکيو ته.

”پاڪستان جي بدقسمتي ڏسو ته انهي کي ابتدا ۾ اهڙا ليڊر ۽ حڪمران مليا جن جون همدرديون پنهنجي ملڪ جي بجائي آمريڪا سان هيون. حڪومت پاڪستان جي ڊفينس سيڪريٽري سڪندر مرزا آمريڪا کي اهڙا مشورا ڏيندو رهيو بلڪ مخبري ڪندو رهيو جنهن سان پاڪستان جي سلامتي ۽ قومي مفاد کي ڌڪ لڳندو هو.“•

هاڻ جيڪڏهن ماڻهو اهڙا ڏنڊا ڪندو هجي، جنهن ماڻهوءَ جو ڪردار اهڙو ڪريل ۽ هيٺاهون هجي اُنهيءَ کي جناح کان به ’عظيم‘ ۽ بهتر چوندڙ ماڻهو ڪهڙي نيت رکي ٿو؟ ڇا ڀُٽو صاحب هڪڙي وزارت لاءِ ائين به ڪري سگهيو ٿي؟ جو هڪڙي غُنڊي جرنل کي جناح کان به عظيم جو لقب ڏئي ڇڏيائين.

S.Paper.

∂ ~~"The Discourse and Politics of Zulfikar Ali Bhutto' Anwer H. Syed Fist Published in 1992 by THE MACMILAN PRESS LTD~~ P-9

• Ibid P-9

ڀُٽي جي پوري سياست اقتدار کي حاصل ڪرڻ ۽ ان کي قائم رکڻ لاءِ سيئي جائز ۽ ناجائز جمهوري ۽ غير جمهوري طريقا، نظريا، گس، واعدا ۽ قسم استعمال ڪيا. ممتاز ڀُٽي ڏاڍن سهڻن لفظن ۾ ڀُٽي لاءِ چيو ته:

"Zulfi was a born politician. I think there was no blood in his viens, it was all politics." ♦

"ذلفي پيدائشي سياستدان هو منهنجي خيال ۾ هن جي رڳن ۾ رت نه پر سڄي سياست هئي."

ڀٽو صاحب ڪنهن به واعدي، خيال يا نظرئي تي بيهڻ جو پابند نه هو. هو اڄ هڪ ڳالهه ڪندو هيو ته سڀاڻي ٻي. مخالف ڌر ۾ هڪڙيون ڳالهيون ۽ اقتدار ملڻ ڪانپوءِ ڪم ٿي ٻيا.

ڀٽو صاحب 1957ع ۾ اسڪندر مرزا جي حڪومت ۾ شامل ٿيو ۽ 4 اپريل 1979ع ۾ ڪيس قاسي ڏني وئي. تقريبن ايڪويهن سالن جي سياست ۾ ڀُٽو صاحب تقريبن 14 سال اقتداري ايوان ۾ رهيو. تقريبن 5 سال مخالف ڌر ۾ باقي ڪجهه وقت جيل ۾ رهيو. ان کان اڳ ون يونٽ جي مخالف محاذ ۾ شامل ٿيو پر سنت ٿي اسعيفا ڏئي پنهنجي اصل آرام (اقتدار) واري ڪم کي لڳو. رسول بخش پليجو ون يونٽ جي حوالي سان ڀُٽي صاحب جي ڪيل جدوجهد بابت پنهنجي مضمون ۾ لکي ٿو ته:

"ون يونٽ کان وڌيڪ اهم مسئلو سنڌين لاءِ ٻيو ڪهڙو هو ۽ ڪهڙو آهي؟ ون يونٽ به آهن. هڪڙو علي الاعلان هو جيڪو 1968ع ۾ ختم ٿيو ۽ ٻيو اهو جيڪو ٻن ٽن سالن ۾ بنگلاديش جي خاتمي ڪانپوءِ عملن شروع ٿيو جيڪو اڄ تائين قائم آهي. اڳوڻي پاڪستان ۾ بنگالي دائمي اڪثريت ننڍن صوبن سنڌ، بلوچستان ۽ سرحد جي ماڻهن جي خلاف نه هئي. بنگالين کي ماري ڪٽي ڀڄائڻ ڪانپوءِ واري 1940ع واري نهراءَ جي سراسر ابتڙ بڻيل پاڪستان ۾ اسان جا پنجابي ڀائر ننڍن صوبن جي مقابلي ۾ دائمي مخالف اڪثريت ۾ اچي ويا ۽ هڪڙو اهڙو پاڪستان قائم ٿيو جيڪو نالي ۾ ته وفاقي آهي، پر در حقيقت هڪڙو سنئون سڌو ون يونٽ آهي. ڀهرين ون يونٽ جو

♦ "*Zulfi Bhutto of Pakistan*", Stanley Wolpert, (Third Edition) Oxford University Press, Karachi, P-7.

سرپرست ڀُٽي صاحب جو پاڙيسري کهڙو هو. ڀُٽي صاحب 1940ع جي نهراءُ جو حوالو ڏيندي کهڙي توڙي ون يونٽ جي سخت مخالفت ڪئي ۽ هڪ ڏکهي مضمون ۾ چيائين تہ کهڙو اها اسڪيم اسان جي نڙين مان زبردستي هيٺ تو ڏڪي. جڏهن جي. ايم سيد جي اڳواٽي هيٺ ائنٽي ون يونٽ محاذ نهيو. تڏهن ڀُٽو صاحب ان محاذ جي اجلاس ۾ شريڪ ٿيو ۽ محاذ جي ورڪنگ ڪميٽي جو ميمبر ٿيو پر ٿن چئن ڏينهن کانپوءِ جي. ايم سيد کي خط لکي چيائين تہ ون يونٽ تي تنقيد ملڪ دشمن آهي. ان ڪري آئون ان ۾ شامل ڪونہ ٿيندس. خط ۾ لکيائين 'افغانستان، پاڪستان دشمن جي ٽيڪي تي، اولهہ پاڪستان ۾ تازين آيل تبديلين تي سخت لفظن ۾ تنقيد ۽ ناراضگي جو اظهار ڪيو آهي. مون کي پڪ آهي تہ اوهان انهن غير ملڪي سرگرمين (حرڪتن) جو بغور مطالعو ڪيو هوندو. هن نازڪ وقت ۾ ملڪ جي هر وفادار شهري تي اها جوابداري عائد ٿئي ٿي تہ هڪ وجود تي اندروني ويچا وساري ٻاهرين شرپسند عناصرن جي سرگرمين کي منهن ڏجي. انهن حالتن ۾ اهم ڳالهين کي مدنظر رکي آئون (محاذ جي) ورڪنگ ڪميٽي ۽ ائنٽي ون يونٽ فرنٽ جي ڪائونسل تان استعيفيٰ ڏيان ٿو. 1969ع ۾ جڏهن سنڌ يونيورسٽي جي شاگردن ڪيس ون يونٽ جي مخالفت بابت چيو تہ چيائين: سنڌ خاطر پنجاب سان غداري ڪونہ ڪندس. اها ڳالهہ سڄي پريس ۾ آئي ۽ شاگردن ڀُٽي صاحب جو بائيڪاٽ ڪرڻ جو سڏ ڏنو. نيٺ مولانا مودوديءَ بہ ون يونٽ ٽوڙڻ جو بيان ڏنو. تڏهن مس مس ڀُٽي صاحب 23 مارچ 1971ع تي اهڙو بيان ڪڍيو جيڪو پريس ۾ ڇپيو."*

پوءِ ون يونٽ واري عوامي جدوجهد تان هٿ ڪڻي وڃي حڪومت ۾ شامل ٿيو. اسڪندر مرزا کان وٺندي ايوب خان جهڙي ڊڪٽيٽر سان پورا 8 سال حڪومت ۾ اهم عهدي تي رهيو. ايوب خان جي دؤر ۾ ون يونٽ دوران سنڌ

---

* *'ڇا پي پي پي قيادت هميشہ سنڌي قوم جي محسن ۽ محافظ رهي آهي؟'*. ماهوار 'ڪاپڙي'، حيدرآباد، نومبر 2006ع.

سان ٿيل زيادتين متعلق روزاني ڪاوش ميگزين ۾ عنوان "سنڌ 1947ع کان 1977ع تائين" ۾ ليکڪ سنڌ جي مسئلن متعلق لکي ٿو ته:

"ايوب خان جي مارشل لا ۾ سنڌ تي ون يونٽ جا ناڪاري اثر وڌيڪ چٽا ٿيا. حيدرآباد جي مارشل لا ايڊمنسٽريٽر برگيڊيئر ٽڪا سنڌي ٻولي جي لازمي مضمونن واري حيثيت ختم ڪري ڇڏي سنڌ جون زمينون فوجي ۽ سرڪاري آفيسرن ۾ مال غنيمت طور ورهائي ڇڏيون...."*

انهي دوران سنڌي عوام بلوچ، پناڻ ۽ بنگالي سڀ ون يونٽ خلاف وڙهي رهيا هئا ۽ ڀٽو صاحب ون يونٽ جي خالق ايوب خان کي دنيا جي عظيم کان عظيم ماڻهن جا خطاب پئي ڏنا. انهي حوالي سان انور سعيد ڀٽي صاحب جي 1961ع جي هڪڙي بيان جو حوالو ڏيندي لکي ٿو ته:

"He (Bhutto) referred to Ayub khan as Pakistan's Lincoln, Lenin, Ataturk (The founder of modern Turkey) and above all, as Saladin."

"هي (ڀٽو) ايوب خان کي پاڪستان جو لنڪولن، لينن اتاترڪ (جديد ترڪي جو باني) ۽ انهن سڀني کان مٿي صلادين (صلاح دين) چوندو هو."◆

هاڻ پڙهندڙ پاڻ انصاف ڪن ته ڪٿي عظيم لينن، لنڪولن، صلاح دين ۽ اتاترڪ ۽ ڪٿي ايوب خان. ايوب خان اهو ماڻهو جنهن پاڪستان کي آمريڪا جي هنج ۾ ويهارڻ ۾ اهم ۽ مرڪزي ڪردار ادا ڪيو. ايوب خان اهو هيو جنهن پاڪستان کي آمريڪا جي دفاعي معاهدن سيٽو ۽ سينٽو ۾ شامل ڪرائڻ لاءِ وڏ کان وڏ ڪوششون ڪيون. ايوب خان پاڪستان ۾ آمريڪا جي وڏ کان وڏڪ مفادن جو تحفظ ڪيو. ايوب خان اهو هيو جنهن وڏي حڪمت عملي سان ون يونٽ نافذ ڪرايو. ايوب خان جي 10 سالا اقتدار ۾ جيڪڏهن ڪو چڱو ڪم ٿيو ته اهو هندستان ۽ چين جي نومبر1962ع واري جنگ کانپوءِ آمريڪا جي سيٽو ۽ سينٽو معاهدن مان نڪرڻ ۽ روس ۽ چين طرف دوستي جو هٿ وڌائڻ هو.

---

* روزاني ڪاوش، "ڪاوش دنيا" آچر 3 آڪٽوبر 2010ع، ص 13.

◆ 'The Discourse and Politics of Zulfikar Ali Bhutto' Anwer H. Syed Fist Published in 1992 by THE MACMILAN PRESS LTD P-28

# ذوالفقار علي ڀُٽي جو بين الاقوامي سياست ۾ ڪردار

جنهن دؤر ۾ ڀُٽي صاحب سياست ۾ پير پاتو انهيءَ وقت دنيا ۾ ٽي وڏيون طاقتون هيون. آمريڪا، روس ۽ نئون ابرندڙ چين.

روس ۽ چين ۾ سوشلزم جو نظام هو. آمريڪا دنيا جو اهو سرمائيدار ملڪ هو ۽ آهي، جنهن پهرين ۽ ٻي عالمي جنگ ۾ وڏي فن سان هٿيار وڪڻي. تمام گهڻا پيسا ڪمايا ۽ پوءِ وري بهانا ڪري صفا آخري مهينن ۾ ٻنهي عالمي جنگن ۾ شامل ٿيو ۽ وڏا رينگٽ ڪري پنهنجي مخالف ملڪن ۽ علائقن تي وڏ ڪان وڏ پابنديون ۽ ڏنڊ وجهرائي، وڏا منعافا ڪمائي يو. اين جو بنياد وجهرايو. (ياد رهي ته يو. اين جو جڏهن بنياد پيو تڏهن آمريڪا شروع ۾ 70 فيصد بجيٽ ڏيندو هو. 1990ع ڪانپوءِ يو. اين جي 30 فيصد بجيٽ آمريڪا ڀريندو اچي ٿو.)

آمريڪا ۽ روس ٻئي هڪٻئي جي ابتڙ هئا. آمريڪا سامراج ۽ سرمائيدار ملڪ طور دنيا ۾ سڃاتو وڃي ٿو جڏهن ته روس دنيا جو پهريون سوشلسٽ ملڪ هيو. روس کي ختم ڪرڻ ۽ روڪڻ لاءِ آمريڪا هر محاذ تي سازشون ۽ پاليسيون جوڙيون. ايتري قدر جو ٻي عالمي جنگ به روس کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪئي، پر روس جي ڏاهي قيادت ۽ ان جي اڊائي ڪروڙ عوام جي قربانين جي ڪري آمريڪا جي خواهش پوري نه ٿي سگهي.

ڀُٽو صاحب ڪليفورنيا، برڪلي، آڪسفورڊ مان پڙهي پنهنجي "معزز" گهراڻي جي ڪري اقتداري سياست ۾ قدم رکيو. انهيءَ دؤر ۾ موجود ٻيا سياستدان حڪمران ڀُٽي جيان ڪي وڏا پڙهيا لکيا يا ڀُٽي جهڙا خانداني امير ته ڪونه هئا، پر ڪنهن حد تائين انهن کي ڀُٽي جي بدلي حڪومتون ڪرڻ جو تجربو ۽ ڊپلوميسي جو فن هو. اڄ هڪڙي ڳالهه ته سياڻي ٻي ڳالهه ڪرڻ ڀُٽي لاءِ ڪا نئين يا حيران ڪندڙ نه هئي. جيڪو ڀُٽو اسڪندر مرزا جهڙي ڪريل، وڪائو ۽ غنڊي جرنيل کي جناح کان به

عظيم جهڙا لقب ڏئي سگهي ٿو. اهو دنيا جي ڪنهن بہ شريف ماڻهو کي يا ڏاهي کي عظيم ڏاهو چئي تہ تنهن ۾ حيراني ۽ اچرج جهڙي ڳالهہ ناهي. ڀٽي صاحب پنهنجي پوري حياتي ۾ لفظن جي جيڪا بي حرمتي ڪئي آهي ان جو مثال ملڻ مشڪل آهي.

ڀٽو صاحب روايتي، 'حڪمران' خاندان جو فرد هو جنهن جو بنياد اورنگزيب جي زماني ۾ هندو مذهب ڇڏي مسلمان ٿي وڏيون مراعتون وٺڻ، انهي ڪانپوءِ ڪلهوڙن ۽ ٽالپر حڪمرانن جي دؤر ۾ سندس خاندان جون وفاداريون جنهن جي عيوض ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن طرفان لاڙڪاڻي ۾ مليل جاگير. وري انگريزن جي دؤر ۾ پنهنجي روايتن کي برقرار رکندي، انگريز بهادر کي دعوتون ڏئي خوش ڪري "سر" جهڙا لقب وٺي، سر شاهنواز خان ٿيو ۽ پوءِ وري سندس جو وزيراعظم بہ ٿيو. اهڙي طريقي سان خانداني پرورش ۽ ڪليفورنيا، آڪسفورڊ ۽ لنڪن ان جو پڙهيل نوجوان ۽ لاڙڪاڻي جي تاريخي "شڪار گاهن" جو مالڪ، جنهن جي هاڪ، عربن، ايرانين، انگريزن کان ويندي هندستان جي وڏن امير گهراڻن تائين هئي ۽ آهي، تنهنڪري ڀٽي صاحب جو اقتدار ۾ اچي وڃڻ ۽ ڇانئجي وڃڻ ڪا حيراني يا معجزي جهڙي ڳالهہ ناهي، پر هتي سوال آهي تہ ڀٽي صاحب پنهنجي پوري علمي ۽ خانداني لياقتن سان هن دنيا تي ڪهڙا اثر ڇڏيا ۽ خاص طور تي پاڪستان جيڪو برطانيہ جي قبضي مان نڪري آمريڪا جي هٿن ۾ اچي ويو، انهيءَ ۾ ڀٽي صاحب ڪيتريون ۽ ڪهڙيون تبديليون آنديون؟ بين الاقوامي سياست ۾ ڪهڙو ڪردار ادا ڪيائين؟ ڪنهن کي فائدو پهچايائين؟ ڇا ڀٽي صاحب پنهنجي دؤر جي وڏي طاقت آمريڪا کي ڪمزور ڪرڻ يا ان لاءِ ڪي وڏا خطرا پيدا ڪيا؟ ڇا ڀٽو صاحب روس جهڙي سوشلسٽ ملڪ کي تباهہ ۽ برباد ڪرڻ لاءِ آمريڪا جي پاليسين تي نہ هليو؟ ڇا واقعي ڀٽي صاحب اسلامي ملڪن کي گڏائي ۽ انهن کي پنهنجي طاقت جو احساس ڏياري آمريڪا جي ننڊ حرام ڪري ڇڏي؟ ڇا ڀٽي صاحب روس ۽ چين جي اختلافن کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪو ڪردار ادا ڪيو يا ويتر آمريڪا جهڙي عوام دشمن ۽ انسان دشمن کي چين سان وچي ملائي روس کي اڪيلو ڪري وڏيڪ تباهي ڏانهن ڌڪيائين؟ ڇا ڀٽي

صاحب وٽ جيڪا هڪ حد تائين بين الاقوامي معاملن جي ڄاڻ هئي، ان جو صحيح استعمال ڪنديءَ انهي وقت دنيا جي ٽن وڏين طاقتن، روس، چين ۽ آمريڪا جي موجودگيءَ ۾ پاڪستان کي مضبوط ڪيو؟ ڇا روس ۽ چين جي اختلافن جو فائدو مڪمل طور تي آمريڪا ورتو ۽ روس کي اڪيلو ڪرڻ لاءِ آمريڪا ۽ چين کي ويجهو آڻيندڙ ڀُٽو نه هو؟

انهن سيني سوالن کان اڳ ڪي بنيادي ۽ اهم ڳالهيون اسان سمجهنداسين، جنهن کانپوءِ اسان ڀُٽي صاحب جي بين الاقوامي سياست ۾ ادا ڪيل ڪردار جو صحيح نتيجو ڪڍي سگهنداسين ڇو ته ڀُٽي صاحب کان اڳ آمريڪا دنيا جي وڏي حصي تي سياسي، اقتصادي ۽ فوجي لحاظ کان قابض هيو ۽ اڃا تائين آهي. ڀُٽي کان اڳ پاڪستان جا حڪمران آمريڪا سان ڪهڙن معاهدن تحت هلندا هئا ۽ ڀُٽي کانپوءِ وري ڪهڙن معاهدن ۾ تبديلي آئي يا اهي ساڳيا معاهدا برقرار رهيا، جيڪي ڀُٽي کان اڳ جي حڪمرانن ڪيا هئا؟ ڀُٽي کان اڳ ۾ پاڪستان جا غلام حڪمران آمريڪا جي هنج ۾ ويهي رهيا هئا ۽ آمريڪا جي مفادن تحت مختلف بين الاقوامي اتحادن ۾ شامل ٿيندا وري اشارو ملڻ تي نڪرندا رهندا هئا.

ڀُٽي صاحب کي آمريڪا جي بين الاقوامي قبضه گير حڪمت عملي تحت به معاهدا ورثي ۾ مليا. هڪڙو هيو بغداد معاهدو جنهن کي پوءِ وري ميٽو (Middle East Trasty Oragnization)۽ آخر ۾ سينٽو CENTO ۽ ٻيو سيٽوSEATO، جيڪو بنگال جي الڳ ٿيڻ کانپوءِ خوبخود ختم ٿي ويو هو.. سڀ کان پهرين اسان سينٽو ۽ سيٽو معاهدا سمجهنداسين، ته اهي ڪهڙا معاهدا هئا؟ انهن جو مقصد ڇا هيو؟ ۽ ڪنهن جي فائدي لاءِ هئا.

**سينٽو** CENTO (سينٽرل ٽريٽي آرگنائيزيشن)

سينٽو جو بنياد اپريل 1954ع ۾ پاڪستان ۽ ترڪي جي وچ ۾ فوجي معاهدي سان پيو. پوءِ عراق کي شامل ڪيو ويو ۽ آخرڪار سيپٽمبر 1955ع برطانيه جي سرپرستي هيٺ ۽ آمريڪا جي تعاون سان ان کي وسيع ڪري پاڪستان، ايران، عراق، ترڪي، برطانيه معاهدي تي صحيحون ڪيون. 1958ع ۾ جڏهن عراق انهي معاهدي کان الڳ ٿي ويو ته انهي

معاهديَ کي بغداد پيڪٽ جي بجاءِ سينٽو جو نالو ڏنو ويو. هاڻ اسان هن معاهدي ۾ شامل ملڪن جي حڪومتن جو جائزو وٺنداسون تہ اهي ڪيڏيون خودمختيار ۽ فيصلي ڪرڻ ۾ آزاد هيون. سندن حڪومتون ڪنهن جي آشيرواد سان هلنديون هيون. ڇا اهي آمريڪا ۽ برطانيہ جي مدد سان اقتدار ۾ نہ آيون هيون؟ آمريڪا ۽ برطانيہ جي حڪومت جي مقصدن کان اسان واقف آهيون. هاڻ اسان اهو سمجهڻ جي ڪوشش ڪنداسون تہ ايران، عراق، پاڪستان ۽ ترڪي ڪيڏا خودمختيار ۽ طاقتور هئا, سندن حڪمران ڪنهن جي زور ۽ طاقت تي حڪومت ۾ آيا.

### عراق

پهرين عالمي جنگ دوان برطانيہ عراق تي قبضو ڪيو. عراق جي سياسي ۽ اقتصادي اهميت جي ڪري برطانيہ پنهنجي قبضي کي مضبوط ڪيو. شريف حسين آف مڪہ جي پٽ فيصل کي تخت تي ويهاريو ويو. ان جي ڀاءُ عبدالله کي اُردن جو بادشاهہ مقرر ڪيو ويو.

بغداد معاهدي وقت عراق جو بادشاهہ فيصل ننڍو هو. ملڪ وزيراعظم نوري سعيد جي ذريعي هلايو پئي ويو. جيڪو گذريل 35 سالن کان برطانيہ جو وفادار هو. اندروني جهيڙن سبب 1968ع ۾ حسن البقر پاڻ صدر ٿيو پر صدام حسين خودمختيار هو ڇو تہ هن کي آمريڪا جي سي. آءِ. اي جي حمايت حاصل هئي.

### ترڪي

عثماني خلافت جي خاتمي ۽ پهرين عالمي جنگ کانپوءِ ترڪي هڪ ملڪ جي حيثيت سان دنيا جي نقشي تي نمودار ٿيو. برطانيہ علائقي ۾ روسي مفادن جي خلاف ڪم ڪرڻ ۽ هندستان کي روسي حملي کان محفوظ ڪرڻ لاءِ مدتيرانا جي سمنڊ تي خاص توجهہ ڏني ۽ روس کي ڇئني طرفن کان گهيري ۾ آڻي ڇڏيو. ترڪي ايشيا ۽ يورپ جي وچ ۾ بفر رياست آهي. ٻي عالمي جنگ کانپوءِ آمريڪا ترڪي تي توجهہ ڏيڻ لڳو.

باقي ايران ۽ پاڪستان تي لکڻ جي ضرورت ئي ڪونهي، ڇو تہ ايران رضا شاهہ پهلوي جي قيادت ۾ آمريڪا نواز هيو ۽ هيڏانهن پاڪستان جا حڪمران بہ.

سيٽو (SEATO (South-East Asian Treaty Orgnization

سائوٿ ايشين ٽريٽي آرگنائيزيشن جيڪو آڪٽوبر 1954ع ۾ محمد علي بوگره جي رهبري هيٺ ٿيو. هن ۾ فلپائن، ٿائيليند، آمريڪا، برطانيه، آسٽريليا، نيوزيليند ۽ پاڪستان ۽ فرانس شامل هئا. هن معاهدي کي روس ۽ چين دشمني سمجهندا هئا.

1955ع ۾ پاڪستان جيئن معاهدا بغداد (سينٽو) ۾ شريڪ ٿيو سويت يونين کي اها ڳالهه نه وڻي. روس پاڪستان تي الزام لڳايو ته پاڪستان معاهدا بغداد ۾ شامل ٿي هڪ جارحانه مغربي تنظيم جو ميمبر ٿيو آهي.

نومبر 1962ع ۾ هندستان ۽ چين ۾ جنگ لڳي ته آمريڪا ۽ برطانيه هندستان کي وڏ کان وڏ ۽ جلد کان جلد هٿيار ڏيڻ لڳا، ان تي پاڪستان حيران ٿي ويو چو ته هڪ ته آمريڪا پاڪستان کي چيو ته هندستان ۽ چين جي جنگ ۾ پاڪستان هندستان جي باردر تي ڪابه اڳيرائي نه ڪندو. چو ته هندستان چين سان جنگ ڪري رهيو آهي، پاڪستان کي ڪنهن به صورت ۾ حملو ناهي ڪرڻو. اهي حڪم سڀ آمريڪا طرفان پاڪستان جي حڪمران ايوب خان تائين پهچايا ويا. موٽ ۾ پاڪستان فرمانبرداري جو مظاهرو ڪندي صرف به مطالبا ڪيا. هڪ ته آمريڪا هندستان کي هٿيار ڏيندي هي واعدو ڪري ته اهي هٿيار پاڪستان خلاف استعمال نه ٿيندا، ٻيو ته هندستان ۽ چين جي جنگ ختم ٿيڻ کانپوءِ آمريڪا هندستان تي زور وجهي ڪشمير مسئلي جي حل لاءِ پاڪستان جي مدد ڪندو پر آمريڪا ڪنهن به قسم جي خاطري نه ڪرائي، دولت مشترڪه به هندستان کي وڏي پئماني تي هٿيار ڏيڻ شروع ڪيا. حقيقت ۾ هندستان چين ۾ ايڏي وڏي پئماني تي جنگ نه لڳي. 29 نومبر 1962ع تي چين خودبخود جنگ ختم ڪري ڇڏي، پر تنهن باوجود به آمريڪا ۽ برطانيه هندستان کي وڏ کان وڏ هٿيار ڏنا، جيڪا ڳالهه پاڪستان کي پسند نه آهي، ۽ هاڻ پاڪستان آمريڪا جي ڪئمپ مان نڪرڻ لاءِ سوچي ٿو ۽ صدر ايوب خان آمريڪا کان منهن موڙي روس ۽ چين طرف دوستي جو هٿ وڌائي ٿو.

# ايوب خان جو آمريڪا کان ناراض ٿيڻ

ايوب خان جڏهن 1962ع ۾ چين ۽ هندستان جي جنگ کانپوءِ آمريڪا جي پاليسي کان مايوس ٿيو تڏهن هن پنهنجي بايوگرافي ۾ آمريڪا جي دفاعي معاهدي سيٽو ۽ سينٽو متعلق لکيو تہ:

"اهڙن معاهدن (سينٽو ۽ سيٽو) ۾ شامل ٿيڻ سان اسان کي هڪ وڏو نقصان پهتو انهي اسان کي هڪ عرصي تائين سويت يونين کي سمجهڻ کان پري رکيو. روس اسان جو پاڙيسري هو جيڪو اڳتي هلي ثابت ٿيو جيڪڏهن اسان جا هن (روس) سان واسطا هجن ها، تہ هڪ ٻئي کي بهتر سمجهي سگهياسون پئي، پر ميل جول نہ ٿيڻ سبب تمام گهڻيون غلط فهميون پيدا ٿيون ۽ سويت يونين جي ليڊرن هندستان کي پوري پوري امداد ڏيڻ جو فيصلو ڪيو اهڙي طرح اهڙن معاهدن (سيٽو ۽ سينٽو) سان اسان کي جيڪي اقتصادي ۽ فوجي فائدا پهتا هئا، اهي ملياميٽ ٿي ويا، بلڪ خساري ۾ پيا." •

اڳتي ايوب خان لکي ٿو تہ:

"... هاڻي انهن معاهدن جي اهميت صرف هن قدر آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن ميمبر ملڪ تي ڪا مصيبت اچي تہ ٻيو ميمبر ملڪ انهي سان صرف اظهار همدردي ڪري سگهي ٿو... جيڪڏهن انهن ٻنهي (سيٽو ۽ سينٽو) معاهدن کي ختم ڪيو وڃي تہ آئون سمجهان ٿو تہ ڪنهن کي ڪو خاص نقصان نہ پهچندو... انهن معاهدن (سينٽو ۽ سيٽو) جا فائدا وڌيڪ آهن يا نقصان، اهو آمريڪا ڄاڻي ان جو ڪم." (ڏسو ڪتاب ساڳيو صفحو 262)

1962ع جي جنگ کانپوءِ چين ۽ روس ۾ وڏا اختلاف پيدا ٿي ويا، جنهن جو پورو پورو فائدو آمريڪا ورتو.

---

محمد ايوب خان صدرِ پاڪستان، سياسي سوانح حيات، آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس، ڪراچي، 1967ع، ص 259.

هاڻ صدر ايوب جي لاءِ روس ۽ چين جا دروازا کليل هئا. ڇو تہ هو آمريڪا کان ناراض ٿي پيو هو. 1964ع ۽ وري 1965ع ۾ ايوب خان چين جي دوري تي ويو اتي هن جو ايڏو شاندار استقبال ٿيو انهيءَ استعمال جي متعلق طارق علي پنهنجي ڪتاب• ۾ لکي ٿو تہ:

”چينين جيڪو ايوب جو عوامي استقبال ڪيو اهو ايوب جي مٿي ۾ ويهي رهيو جڏهن ايوب خان اقتدار مان نڪتو تڏهن هو گهڻي وقت تائين چين جي دوري جي وڊيو ڏسندو هو ۽ خوشي محسوس ڪندو هو.“

3 اپريل 1965ع ۾ ايوب خان روس جي دوري تي ويو جيڪو پاڪستان جي نهڻ ڪانپوءِ پاڪستان جي ڪنهن پهرئين حڪمران جو دورو هو. جنهن ۾ روس ۽ پاڪستان کي هڪ ٻئي کي سمجهڻ ۾ وڏي مدد ملي.

جنهن وقت چين ۽ هندستان وچ ۾ جنگ هلي رهي. انهيءَ کان اڳ ڀُٽو صاحب 13 جون 1962ع ۾ وزير خارجہ جون چارجون سنڀالي چڪو هو. چين ۽ هندستان جي جنگ ۾ آمريڪا جي هندستان کي غير مشروط مدد پاڪستان لاءِ هڪ وڏي پريشاني جو سبب بڻي. 29 نومبر 1962ع ۾ چين خودبخود جنگبندي جو اعلان ڪري آمريڪا ۽ خود هندستان کي حيران ڪري ڇڏيو.

ايوب خان آمريڪا کان منهن موڙي چين ۽ روس طرف وڌيو جيڪا ڳالهہ آمريڪا کي نہ وڻي، چين طرف وڌڻ کي آمريڪا پسند ڪيو ڇو تہ آمريڪا چين ۽ روس وچ ۾ جيڪي تازو هندستان ۽ چين جي جنگ دوران اختلاف ٿيا هئا، انهن جو آمريڪا فائدو وٺڻ چاهيو پئي. جيڪو پاڪستان جي ذريعي ممڪن هو. باقي روس طرف وڌڻ آمريڪا کي بلڪل پسند نہ هو. ايوب خان نہ صرف روس سان واسطا وڌايا پر ڪيترائي معاهدا بہ ڪيا. انهن معاهدن جي عيوض پاڪستان طرفان آمريڪا سان ڪيل جاسوسي نيٽ ورڪ جيڪو 1959ع ۾ ايوب خان بڊابير پشاور جي ويجهو آمريڪا کي جاسوسي نيٽ ورڪ هڻڻ لاءِ هڪ علائقو مخصوص ڪري ڏنو هيو. ايوب خان روس سان اهو واعدو ڪيو هو تہ انهيءَ معاهدي کي ختم ڪري ڇڏيندو.

---

• 'ٹوٹے ہوئے پیمان کتنے'، طارق علي، گڈ بکس، لاهور، دوسرا ایڈیشن، 2009ء، ص 259.

# بڊابير جو معاهدو

جولاءِ 1959ع ايوب خان اقتدار تي پنهنجي گرفت مضبوط ڪرڻ لاءِ پشاور جي ويجهو بڊابير جي مقام تي هڪ انتهائي خفيه آمريڪي فضائي اڏو قائم ڪرڻ جي اجازت ڏئي ڇڏي. انهيءَ اڏي جو مقصد سويت يونين جي جاسوسي هئي. ايندڙ سال مئي ۾ روسين پشاور کان پرواز ڪندڙ آمريڪي جاسوسي طيارو يوتو ڪرائي، انهي جي پائليٽ گيري پاورز کي گرفتار ڪيو. جڏهن آمريڪا جاسوسي طياري جي ترديد ڪئي ته روسين پائليٽ پيش ڪيو. چيو وڃي ٿو ته سويٽ رهنما خروشيف، جيڪو انهي وقت جنرل ميڪس ويل ٽيلر (آمريڪا) جي ميزباني ڪري رهيو هو چڙ ۾ ميز تي چڙهي ۽ ڪاوڙ ۾ چيائين، "توهان آمريڪي ڪتن جيان آهيو جتي کائو ٿا اتي ئي گند ڪيو ٿا."

بعد ۾ خروشيف پريس ڪانفرنس گهرائي چيو ته: "اهو جاسوسي جهاز پشاور جي هوائي اڏي تان روانو ٿيو هو ۽ اسان هاڻ پشاور تي حملو ڪنداسين. تنهن تي پاڪستاني فوج جي اسٽيبلشمينٽ ۾ ڏاڍي خوف واري لهر پيدا ٿي ۽ پشاور جا ڪيترائي شهري پشاور ڇڏي ويا. هي صرف خالي ڌمڪي هئي. اسان انهي خفيه جاسوسي اڏي جي اهميت هن مان لڳائي سگهون ٿا جو ڪجهه سالن کانپوءِ جڏهن ذوالفقار علي ڀُٽو وزيرخارجه هو تنهن انهيءَ هوائي اڏي کي گهمڻ جي اجازت گهري ته، هن کي پاڪستان ۾ آمريڪي سفارت خاني وارن شائستگيءَ سان ٻڌايو ته اڏي تي داخلا منع آهي. البته ويهه ڪمانڊر ڀُٽي کي ڪيفي ٽيريا ۾ ڪافي ۽ ڪيڪ پيش ڪرڻ ۾ خوشي محسوس ڪندا. هاڻي پڙهندڙ اندازو ڪري سگهن ٿا ته انهيءَ معاهدي کي ختم ڪرڻ سان آمريڪا جي پاليسي کي ڪيڏو وڏو ڌڪ لڳو هوندو. باقي آمريڪا چين ۽ پاڪستان جي رابطي ۾ خوشي محسوس ڪئي.

پيلو مودي پنهنجي ڪتاب* ۾ لکي ٿو ته:

---

* 'ذلفي منهنجو دوست'، ليکڪ: پيلو مودي، ترجمو: حسين بادشاهه، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو 2005ع، ص 63.

”جيئن تہ سڄي دنيا ڄاڻي ٿي تہ اڳتي هلي پاڪستان ۽ چين اچا وڏيڪ ويجهو اچي ويا ۽ ايترا ويجها دوست بڻجي ويا, جو جڏهن صدر نڪسن کي چيئرمن مائوزي تنگ سان لاڳاپو جوڙڻ جي گهرج محسوس ٿي, تہ هُن پاڪستان کي هڪ اهڙي ايماندار دلال طور استعمال ڪيو جنهن ڊاڪٽر هنري ڪسنجر جي وڃڻ جو انتظام ڪيو. اهو سڀ ڀُٽي سبب ئي ممڪن ٿي سگهيو ٿي.

پوءِ پاڪستان ائين ڪيو جولاءِ 1971ع ۾ جڏهن اوير پاڪستان باهہ ۾ سڙيو پئي تہ هيڏانهن اسان جا حڪمران پنڊيءَ کان پيڪنگ جي ڳجهي پرواز جي بندوبست ڪرڻ ۾ مصروف هئا. هينري ڪسنجر جولاءِ 1971ع ۾ پنڊي کان پيڪنگ ويو. انهيءَ ”عظيم“ سفر جو بندوبست پاڪستان جي حڪمرانن ڪيو.

# 1965ع جي جنگ ۽ ان ۾ ڀُٽي صاحب جو ڪردار

جڏهن ايوب خان آمريڪا کان منهن موڙيو تہ آمريڪا ايوب خان کي اقتدار تان هٽائڻ لاءِ پنهنجن ماڻهن کي تاسڪ ڏنو هندستان ۽ چين جي جنگ جيئن ختم ٿي تہ ايوب خان آمريڪا کان ناراض ٿي روس ۽ چين طرف دوستي جو هٿ وڌايو چين ۽ روس طرفان ايوب خان کي ڀرپور موٽ ملي، ايوب خان جڏهن انهن ملڪن جا دؤرا ڪري ملڪ موٽي آيو تہ سندس ”خير خواهن“ صلاح ڏني تہ هاڻ ايوب خان صدارتي چونڊن جو اعلان ڪرائي پنهنجي پاڻ کي ايندڙ 5 سالن لاءِ صدر چونڊائي ڇڏي، ڇو تہ مخالف ڌر وارا پاڻ ۾ ورهايل آهن، اهي توهان (ايوب) جي مقابلي ۾ ڪو گڏيل اميدوار بہ نہ آڻي سگهندا ۽ توهان آرام سان ايندڙ پنجن سالن لاءِ صدر چونڊجي ويندا، ايوب خان انهن ”خير خواهن“ جي صلاح جو چوڻ وٺي جنوري 1965ع ۾ صدارتي اليڪشن جو اعلان ڪيو تہ مخالف ڌر جيڪا مختلف ٽولين ۾ ورهايل هئي اها هڪ هفتي ۾ گڏجي وئي ۽ پنهنجي گڏيل صدارتي اميدوار محترمہ فاطمہ جناح جو اعلان ڪيو ايوب خان اهڙو اتحاد ڏسي حيران ٿي ويو تہ جيڪي پارٽيون ڪجهہ ڏينهن اڳ پاڻ ۾ نہ نهنديون هيون انهن ايڏو وڏو اتحاد ۽ ايڏو مضبوط صدارتي اميدوار جو ڪيئن اعلان ڪيو (ياد رهي 1977ع جي تہ اليڪشن ۾ ڀُٽي صاحب سان بہ ائين ٿيو هو جيئن ايوب خان سان ٿيو اهو تاريخ جو هڪڙو وڏو اتفاق آهي.)

ايوب خان وڏي ”حڪمت عملي“ سان صدارتي اليڪشن کٽي ويو ۽ ايوب جي ”خير خواهہ“ ساٿين جو ايوب خان کي هٽائڻ وارو پروگرام ناڪام ٿي ويو پر هندستاني دشمني جهڙو بهترين آپشن انهن جي آڏو موجود هو. ايوب خان کي انهن ”خيرخواهن“ صدارتي اليڪشن ۾ ڪاميابي تي وڏيون مبارڪون ڏنيون، ايوب خان مارچ ۾ چين جي دوري تي ويو

جيڪو تمام گهڻو يادگار رهيو 3 اپريل 1965ع تي پاڪستان جي ٺهڻ ڪانپوءِ يعني 18 سالن ۾ پهريون دفعو پاڪستان جو پهريون حڪمران ايوب خان روس جي دوري تي ويو تہ آمريڪا ناراض ٿيندي صدر ايوب خان جو واشنگٽن وارو دورو ملتوي ڪري ڇڏيو ايوب خان کي ٻڌايو ويو تہ آمريڪي صدر جانسن جي مصروفيتن سبب پاڪستان جي صدر جو دورو ملتوي ڪيو ويو آهي، ايوب خان ملڪ موٽي آيو تہ هن کي سندس خير خواهن صلاح ڏني تہ چين ۽ روس جي ڪامياب دوري ڪانپوءِ هاڻ اسان کي ڪشمير هندوستان کان آزاد ڪرائڻ کپي، جيڪو ڪم اسان چين ۽ هندستان جي نومبر 1962ع واري جنگ ۾ نہ ڪري سگهياسين، هاڻ موقعو آهي تہ ڪيون، ايوب خان انڪار ڪندي ڪندي انهن خير خواهن جي ڳالهين ۾ اچي ويو، 1965ع جي جنگ جي حوالي سان صحافي مظهر لغاري لکي ٿو تہ:

”پاڪستان جو فارين منسٽر ذوالفقار علي ڀٽو ملڪ جي پهرين ڪشمير سيل جو انچارج هو فاطمہ جناح کي تازي شڪست ڏئي فتح جي اوچي پائيدان تي بيٺل ايوب خان کي هن مشورو ڏنو تہ هاڻي اوهان فيلڊ مارشل بہ آهيو صدر بہ آهيو تہ قوم جا نجات ڏيارينڊڙ بہ، رڳو اوهين ڪشمير فتح ڪري ڏيکاريو تہ اوهان جي عظمتن جا گيت صدين تائين پيا گونجندا، هن ’آپريشن جبرالٽر‘ جو پلان پيش ڪيو جنهن موجب پهريان ڪرائي جا قبائلي مجاهدين (جيڪي ايڏا تہ انهيءَ عزم سان سچا هئا جو ڪشمير ڏانهن ويندي رستي ۾ ڦرلٽ ڪندا ويا، انهن جي اتي پهچڻ کان اڳ هندستان کي انهن جي ڪشمير طرف اچڻ جي نيت جي خبر پئجي وئي، ا-ل) لائين آف ڪنٽرول هن پار وڃي تخريبي ڪارروايون ڪري دشمن جون ننڊون ڦٽائيندا ۽ ڪشميري مسلمانن کي هٿيار بہ پهچائيندا، مفروضو اهو هو تہ ڪشميري مسلمان هٿيار ملڻ جي ٻن هفتن اندر قابض ڀارتي فوج خلاف بغاوت ڪري ان لاءِ زمين تنگ ڪري ڇڏيندا، جنهن بعد آپريشن ’گرينڊ سلام‘ شروع ٿيندو هن آپريشن تحت پاڪستان

جي فوج لائين آف ڪنٽرول پار ڪري اکنور تي قبضو ڪندي ۽ اتان سري نگر ڏانهن ويندڙ واحد رستو بند ڪري دشمن جي سپلائي لائين ڪٽي ڇڏيندي. هڪ ٻيو لشڪر مظفر آباد وٽان لائين آف ڪنٽرول پار ڪندو ۽ مجاهدين ۽ ڪشميري مسلمانن سان گڏجي قابض فوج کي ڪٽڪو ڏيئي سري نگر تي سرسبز هلالي پرچم لهرائي ڇڏيندو. فارين منسٽر اهو به يقين ڏياريو ته دشمن جنگ کي لائين آف ڪنٽرول تائين ئي محدود رکندو. جڏهن ايوب خان اهو پلان عسڪري قيادت سان شيئر ڪيو ته سندس ڪمانڊر انچيف جنرل موسيٰ اهو چئي ان جي مخالفت ڪئي ته ڀارت جنگ کي جيڪڏهن ٻين علائقن تائين ڦهلايو ته اسان دفاع نه ڪري سگهنداسين. ايوب خان پنهنجي جرنيلن جي اعتراض باوجود فارين منسٽر جي جنگي منصوبي جي منظوري ڏيئي ڇڏي.. سرڪاري سچ ٻڌائيندڙ مشينري ايوب خان کي تاريڪي ۾ رکيو آپريشن گرينڊ سلام تحت فوج جڏهن اکنور تي قبضو ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌي ته سم سبب علائقو پاڻي هيٺ هو جنهن ڪري ٽينڪن جي پيش قدمي ممڪن ڪانه هئي، فوج جيئن پوئتي هٽي ته دشمن لاهور وٽان اندر گهڙي آيو ائين هڪبئي پٺيان سڀ ڪجهه پلان جي ابتڙ ٿيندو ويو 16 ڏينهن جي جنگ ۾ گهڻي نقصان بعد ايوب خان گوڏا کوڙي ڇڏيا. ڪيس صدارتي چونڊن واري فتح وسري وئي.“ ♦

پيلو مودي انهيءَ جنگ جي متعلق لکي ٿو ته:

”حالتن جي ڇنڊڇاڻ ۾ ڀٽي ضرور اهم ڪردار نڀايو هوندو توڻي پوءِ ڪوشش ڪري مُن پاڻ کي 1965ع جي جنگ کان بلڪل ڌار ڪيو. هندستان ۽ پاڪستان ٻنهي ملڪن جي عوام جي سوچ آهي ته ڀٽي ضرور ايوب ۽ سندس سرڪار کي هندستان خلاف جنگ ڇيڙڻ لاءِ ڀڙڪايو هوندو ۽ جنگ ڇيڙڻ جا جيڪي سبب

♦ 'افيئر'، پندرهن روزه، حيدرآباد، 31 مئي کان 14 جون 2010ع.

گهڙيا هوندا اُهي هي هوندا تہ اهوئي موقعو آهي، جڏهن پاڪستان کي جنگ ڇيڙڻ گهرجي آءُ ڀٽي کان جيترو واقف آهيان، تنهن جي آڌار تي چئي سگهان ٿو تہ اهو بلڪل ممڪن آهي تہ هن دليل ڏئي جنگ جي گهرج کي ثابت ڪيو هوندو. انهن ڳالهين سان ايوب خان بہ فيصلو ڪري ورتو هوندو تہ اهو ئي وقت آهي، جڏهن پاڪستان کي هندستان خلاف جنگ ڇيڙڻ گهرجي." ※

طارق علي ان حوالي سان لکي ٿو تہ:

"1965ع ۾ هندستان خلاف هڪ فوجي مهم وڏي بري انجام سان ختم ٿي چڪي هئي. اهڙن معاملن ۾ هميشہ احتياط کان ڪم وٺندڙ ايوب خان هندستان جي خلاف حملي جي باري ۾ لنوائي رهيو هو. ڀٽو ۽ ٻين سينيئر جنرلن ايوب خان کي قائل ڪيو تہ اگرائي واري حملي ۾ هندستان ششدر ٿي ويندو ائين گرينڊ سلام جي نتيجي ۾ 1947ع کان متنازع ۽ منقسم صوبو ڪشمير آزاد ڪرايو ويندو. جنهن تي ٻئي ملڪ پنهنجو حق جتائين ٿا، آخرڪار ايوب خان انهيءَ جي منظوري ڏئي ڇڏي"•

پوءِ دنيا جهان ڏٺو تہ پاڪستان انهيءَ مهم ۾ بري طرح ناڪام ٿيو. ايوب خان انهيءَ جنگ جي ناڪامي تي ڀُٽي تي ايترو تہ ناراض ٿيو جو ممتاز ڀٽي کي هڪڙي دفعي چيائين تہ:

"Your cousin is a madman. don't follow him! He'll lead you astray, get you into trouble. ♦

"تنهنجو سؤٽ چريو ماڻهو آهي، هن جي پويان نہ لڳجان هي توکي ڪنهن مصيبت ۾ وجهي ڇڏيندو."

ڀُٽي صاحب سان انهيءَ جنگ ۾ جيڪو ٻيو اهم صلاحڪار گڏ هو اهو هو دفتر خارجہ جو سيڪريٽري عزيز احمد. جيڪو پوءِ ڀُٽي صاحب جي

---

※ 'ذلفي منهنجو دوست'، ليکڪ: پيلو مودي، ترجمو: حسين بادشاهہ، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو 2005ع، ص 82_81.

• 'پر زے ہوئے پیان کتنے'، طارق علي، گڈ بکس، لاهور، دوسرا ايڈيشن، 2009ء، ص87.

♦ "Zulfi Bhutto of Pakistan", Stanley Wolpert, (Third Edition) Oxford University Press, Karachi, P-92.

حڪومت ۾ وزير خارجہ سميت اهم عهدن تي رهيو. عزيز احمد تان ڀُٽي صاحب ۽ جي. اي رحيم ۾ اختلاف ٿيا. ڀُٽي صاحب عزيز احمد کي وڏيڪ مان ڏيندي جي. اي رحيم جهڙي بزرگ رهنما کي پنهنجن غنڊن هٿان تشدد جو نشانو بڻايو. اهو عزيز احمد جيڪو فوج ۽ آمريڪا جو ماڻهو هو جنهن لاءِ خفيہ پيپرز ۾ پاڪستان ۾ آمريڪا جي سفير 6 اپريل 1953ع تي آمريڪا لکي موڪليو تہ:

"I am convinced that at the present time the Government of Pakistan is being influenced strongly by a group of civil servants who have the backing. If not the actual participation of the Pakistan Army, As for as I can determine, the definite members of this clique are Iskander Mirza, Akhtar Hussain and Agha Hilaly. Inasmuch as it is almost imposible for anything to happen at the I secretarial level without the knowledge of the Cabinet Secretary, Aziz Ahmed."•

"منهنجو يقين آهي تہ حڪومت پاڪستان هن وقت هڪ سول سرونٽ گروپ جي زير اثر آهي، جنهن کي آرمي جي حمايت حاصل آهي. فوج جي پاور پاليٽڪس ۾ شرڪت في الحال واضح ڪونهي. جيستائين منهنجو اندازو آهي تہ ٽولي ۾ اسڪندر مرزا، اختر حسين، آغا هلالي شامل آهن. ڪيبنٽ سيڪريٽري عزيز احمد جي علم کانسواءِ سيڪريٽريٽ سطح تي ڪوبہ ڪم نٿو ٿي سگهي.

ايوب خان هندستان سان جنگ بندي جو اعلان ڪري جنوري 1966ع ۾ تاشقند ويو. ذوالفقار علي ڀٽو بہ ساڻس گڏ هو. پوءِ ڀٽي اچي هتي مختلف بيان ڏنا ۽ تاشقند معاهدي متعلق پنهنجي اختلافن جو اظهار ڪرڻ لڳو. پيلو مودي انهن اختلافن بابت لکي ٿو تہ:

"ايوب خان سان اختلاف کانپوءِ ڀٽو ٿوري وقت لاءِ ماٺ رهيو انهيءَ جو هڪڙو سبب هي بہ هو تہ کيس تاشقند ٺهراءَ کان سخت مايوسي ٿي هئي، پر اصل سبب هي هو تہ مٿس ايوب جو ويساهہ کڄي چڪو هو ۽ هُن، ذلفي سان صلاح مشورو ڪرڻ ڇڏي ڏنو هو. ڀٽي ڪيئي ڀيرا استعيفيٰ ڏيڻ جي آڇ ڪئي ۽ ڌمڪي ڏني تہ هو استعيفيٰ ڏئي

• "*Secret Papers*", Qayyum Nizami, Jahangir Books, Lahore, P.6.

ڇڏيندو. پر ايوب رڳي ڇڏيو هو تہ جڏهن سندس مرضي هوندي، تڏهن هو ذلفي کي ڪڍي ڇڏيندو. اصل ۾ ايوب ڀٽي کي گهرائي ڇئي ڇڏيو هو تہ جيڪڏهن ڀٽي ڳالهہ وڌائڻ جي ڪوشش ڪئي تہ اُن جا ڪيس سخت ۽ خطرناڪ نتيجا ڀوڳڻا پوندا. نيٺ ايوب، ڀٽي کي زبردستي بيماري جي موڪل ڏئي لنڊن موڪلي ڇڏيو ۽ ائين هُن کي پنهنجي وزارت مان ڪڍي ڇڏيائين. تاشقند اعلان جو نتيجو ٿي نڪتو جو پاڪستان ۾ بدامني ڦهلجڻ شروع ٿي وئي ۽ آهستي آهستي منجهس واڌارو ٿيندو ويو. ڀٽو بلڪل ماٺ رهيو پر دل ئي دل ۾ هو خوش هو تہ هڪ اهڙي هلچل شروع ٿي چڪي هئي، جنهن ڪان پوءِ ڪيس سيني ڪان وڏو عهدو ملڻ جي اميد هئي.“*

هاڻ ايوب خان مڪمل طور تي ناڪام ٿي چڪو هو. ڇاڪاڻ تہ هن کي هڪڙي اهڙي جنگ ۾ ڌڪيو ويو جنهن جو مقصد صرف ايوب خان کي ڪمزور ڪرڻ هو. اصغر خان انهي حوالي سان لکي ٿو تہ:

”.... اهي واقعا ويڙهہ جي باري ۾ اسان جي حڪومت جي پارٽي سوچ جي ترجماني ڪن ٿا. تاشقند معاهدو هڪ اهڙي ويڙهہ جو منطقي نتيجو هو جيڪو ائين ٿو سمجهہ ۾ اچي تہ رڳو جنگ بندي لاءِ وڙهي وئي هئي.“≈

طارق علي لکي ٿو تہ:

”سال ڪانپوءِ جڏهن مون ڀٽي کان پڇيو تہ تو ايوب کي هڪ اهڙي جنگ ڪرڻ تي مجبور ڇو ڪيو جيڪا کٽڻ ئي ممڪن نہ هئي، ڀٽي جي جواب مون کي حيران ڪري ڇڏيو. ڀٽي چيو تہ: هن ’خبيث آمريت کي ڪمزور ڪرڻ جو اهوئي واحد طريقو هو. تمام جلد انهي غير قانوني حڪومت ۾ ڏار پئجي ويندا.‘•

---

* ’ذلفي منهنجو دوست‘، ليکڪ: پيلو مودي، ترجمو: حسين بادشاهہ، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 2005ع، ص 56.

≈ ”تاريخ مان ڪجهہ نہ پرايوسين“، اصغر خان، ص 275

• ’پرزے ہوئے پیمان کتنے‘، طارق علي، گڈ بکس، لاہور، دوسرا ایڈیشن، 2009ء، ص88.

انهيءَ خبيث آمريت کي ڪمزور ڪرڻ جي ضرورت ڇو پيش آئي؟ ايوب خان ته چين ۽ روس سان به تمام زبردست واسطا بحال ڪري ڇڏيا هئا. جنوري 1965ع ۾ پنجن سالن لاءِ وري صدر به چونڊجي آيو هو. چين ۽ روس جا شاندار ۽ تاريخي دؤرا به ڪري آيو هو. پوءِ انهيءَ کي ڪمزور ڪرڻ جو ڪهڙو سبب هو؟ اهو سبب صرف ئي صرف آمريڪا جي ناراضگي جو هو. ايوب خان جڏهن آمريڪا کان منهن موڙي روس ۽ چين طرف وڌيو آمريڪا کي اها ڳالهه پسند نه آئي. پاڪستان ۾ موجود آمريڪا جي ايجنٽن جي پهرين چال مان نه ايوب خان بچي نڪتو پر وري آمريڪا جي ايجنٽن هڪڙي اهڙي جنگ ۾ ڦاسايو. جنهن ۾ ايوب اهڙو ڦاٿو جو وري چڙهي نه سگهيو ۽ پاڪستان ۾ آمريڪا جا مفاد محفوظ ٿي ويا.

# سوشلزم سان سچائي يا اقتدار حاصل ڪرڻ جو ذريعو؟

ڀٽي صاحب کي ايوب خان جي حڪومت ۾ 22 ڪٽنبن سان ڪم ڪندي ڪابہ تڪليف نہ هئي. انهي حڪومت مان نڪرڻ کانپوءِ پاڻ پڪو سوشلسٽ ٿي ويو. ايوب خان جي حڪومت جو اهم ماڻهو هو. انهيءَ مارشل لا واري حڪومت ۾ پنهنجي هڪڙي خوبي جو ذڪر ڪندي پنهنجي ڪتاب "جيڪر مون کي قتل ڪيو ويو" ۾ لکي ٿو تہ:

"ٻيو 'سونهري دؤر' ايوب خان جو هو. جنهن کي عوام 'سرڪاري سالن' جي عهد جو نالو ڏنو هو ۽ آءٌ وڏي فخر سان چئي سگهان ٿو تہ منهنجي ڪردار تي ڪو داغ نہ اچي سگهيو ۽ انهيءَ جو مثال ڏسو ملڪ ۾ مارشل لا لاڳو ٿيڻ جي ڪجھہ مهينن (مارشل لا آڪٽوبر 1958ع ۾ لڳي هئي) کانپوءِ ڪراچيءَ ۾ هڪڙي تقريب ڪوٺائي وئي هئي، جنهن ۾ هڪڙو وڏو صنعتڪار مون سان ڳالهائڻ دوران ٻوڳ وچان چئي وينو: 'مارشل لا سان ملڪ مان بليڪ مارڪيٽ ختم نہ ٿي سگهي.

مون پڇيو: 'ڇا توهان بہ بليڪ مارڪيٽنگ ڪيو ٿا؟'

هن وراڻيو: 'سچ پُڇو تہ بلڪل ڪريان ٿو جيڪڏهن بليڪ مارڪيٽ نہ ڪريان تہ هوند منهنجو ڪاروبار تباهہ ٿي وڃي.'

۽ هن جي واتان اهي لفظ ٻڌندي ئي مون اتي بيٺي ٻيٺي پير ڪيس گرفتار ڪرايو. اها خبر 'نيويارڪ ٽائيمز' ۾ ڇپي، پر پاڪستان ۾ ان خبر کي دٻايو ويو. ان صنعتڪار کي سندس گرفتاريءَ جي رڳو هڪ ڪلاڪ کانپوءِ اهو چئي ڇڏيو ويو تہ اسان جي جوشيلي ۽ نوجوان واپار واري ڪاتي جي وزير جي ان اپاءَ سان ملڪ جي واپاري برادري هراسجي

ويندي ۽ ملڪ جي پرائيويٽ سيڪٽر ۾ سيڙپڪاريءَ ۾ بگاڙ ٿيندو.“•

سلام آهي ڀُٽي صاحب کي جنهن هڪ ڏوهاري قسم جي ماڻهو کي ٻڌايو پر همراهه هڪ ڪلاڪ ۾ آزاد ٿي ويو. ڀُٽي صاحب انهي عمل تي خاموش رهندي ايوب جي مارشل لا جنهن کي بقول ڀُٽي صاحب جي ’سرڪاري سالن‘ جو عهد سڏيو ٿي ويو تنهن ۾ پورا اٺ سال ويٺو رهيو. ڀُٽي صاحب جو اهو ڪارنامو ائين آهي، جيئن ڪو ماڻهو يحيٰ، ضياءَ ۽ مشرف جي مارشل لا ۾ مڪمل وقت انهي سان گڏ هجي ۽ انهيءَ جي خاتمي ڪانپوءِ ان تي لعنت وجهندي پنهنجي سورهيائي جون خبرون ٻڌائي.

پر جيئن حڪومت مان نڪتو ته پڪو سوشلسٽ ٿي ويو. هر هنڌ، هر ميٽنگ، هر جلسي ۾، ڀُٽي کان وڌيڪ سوشلسٽ ۽ عوام دوست ٻيو ڪهڙو. ان حوالي سان رسول بخش پليجو لکي ٿو ته:

”13 آگسٽ 1966ع تي لنڊن جي ڪانوائي هال ۾ تقرير ڪندي ڀُٽي چيو ته: ’اسين دنيا جا پورهيت آهيون.ان ڪري اسان کي هڪبئي سان تعاون ڪرڻو پوندو. هڪ ٻئي جو ساٿ ڏيڻو پوندو. هڪ ٻئي سان هلڻو پوندو ۽ هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻي پوندي تان جو حق ۽ انصاف جا مقصد سوڀارا ٿين.“¤

21 سيپٽمبر 1968ع تي حيدرآباد ۾ پنهنجي پارٽي جي صوبائي ڪنوينشن کي خطاب ڪندي هن چيو ته:

’منهنجو سوشلزم ۾ ايمان آهي، اهو ئي سبب آهي جو آئون پنهنجو طبقو ڇڏي مزدورن، هارين ۽ غريب شاگردن سان اچي گڏيو آهيان... دنيا جي ڪابه طاقت سوشلزم کي پاڪستان ۾ اچڻ کان روڪي نٿي سگهي. اها علامت آهي، انصاف، برابري ۽ انسان جي سربلنديءَ جي. اهو وقت ۽ تاريخ جو مطالبو آهي... آئون سوشلسٽ آهيان، ايماندار سوشلسٽ آهيان.‘¤

• ’جيڪر مونکي قتل ڪيو ويو‘، ذوالفقار علي ڀُٽو روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو 2006ع، ص 251.

¤ ’سياسي ادب‘ (جلد_I)، CPCS، حيدرآباد، 2005ع، ص 402.

¤ ايضاً، ص 403.

پوءِ ڀُٽو اقتدار ۾ آيو اچڻ شرط ڪجهه ملڪيتون قومي ملڪيت ۾ ورتائين. ڀٽو صاحب ائين به ڪونه ڪري ها. پر بنگال جي ٽٽڻ ڪانپوءِ هن وٽ صرف اهو گس ئي بچيو هو ته هن جيڪي اليڪشن دوران واعدا ڪيا هئا. انهن کي پورو ڪري ، پيو ته بي ڪابه واهه ڪانه هئي. هن کي ڪنهن به طرح سوشلزم سان محبت نه هئي، هن جڏهن انهيءَ ۾ تڪڙ ڪئي ته تنهن تي چو اين لائي چين جي وزيراعظم چيس ته تون ايتري تڪڙ ڇو ٿو ڪرين. تنهن تي ڀُٽي چيو ته توهان صحيح چئو ٿا ته آئون تڪڙ ٿو ڪريان، پر مون کي ڊپ آهي ته ڪٿي فوج مون کي منهنجي پوزيشن مضبوط ڪرڻ نه ڏي تنهن ڪري آئون ائين ڪري رهيو آهيان. ڪهڙي فوج؟ جنهن فوج 1971ع جي جنگ ۾ عبرتناڪ شڪست کاڌي ۽ ڀٽي وٽ انهي جي چيف آف آرمي جنرل ضياءَ جي لاءِ احترام ۽ عزت هي هئي جو هن کي "Where's my monkey-General" "ڪٿي آهين منهنجا پولڙا جنرل"• اها فوج جنهن جا 93 هزار فوجي قيد ۾ هئا؟ اها فوج جنهن وٽ بنگال کان پوءِ ڪٿي لِڪڻ لاءِ جاءِ نه هُئي؟ اصل ۾ ڀُٽي پنهنجي اقتدار کي قابو ڪرڻ لاءِ ائين ڪيو هن کي خبر هئي ته وڏيرن ۽ جاگيردارن کي انهيءَ سوشلزم جي نالي ۾ غلام رکي سگهجي ٿو ۽ جيترا به جائز يا ناجائز ڪم ونٺا آهن، اهي انهي سوشلزم واري داٻي ۾ وٺي سگهجن ٿا ۽ هن ائين ڪيو. هن کي بنيادي طرح ڪنهن نظريي سان محبت يا هن وٽ ڪنهن به نظريي جي اهميت نه هئي. وري جڏهن ڀُٽو صاحب 1977ع جي چونڊن ۾ ڌانڌلين جي الزام هيٺ مخالف ڌر هٿان پريشان ٿي ويو. تڏهن سوشلزم وسري ويس ۽ پڪو مسلمان ٿي 28 مارچ 1977ع ۾ قومي اسيمبلي جي 168 ميمبرن آڏو واعدو ڪيائين ته:

"There would be no further nationalization of anything."•

"وڌيڪ ڪابه شي قومي ملڪيت ۾ نه ورتي ويندي"

15 اپريل تي مولانا مودودي سان ملاقات ڪرڻ ڪانپوءِ 17 اپريل 1977ع تي ڀُٽي صاحب اعلان ڪيو ته هاڻ ملڪ ۾ اسلامي نظام نافذ ڪيو ويندو. اسٽينلي وولپرٽ انهيءَ حوالي سان لکي ٿو:

---

• "*Zulfi Bhutto of Pakistan*", Stanley Wolpert, (Third Edition-2008) Oxford University Press, Karachi, P-263.

• Ibid-P-286.

"Two days after meeting Mualana Maudoodi, Zulfi announced his decision introduce complete prohibition throughout Pakistan, and to ban all gambling, nightclubs, bars, movie houses ,and other anit-Muslim activities, thus bringing Pakistan`s Laws into complete conformity with the Quran and Sunnah `within six month s`"

"مولانا مودوديءَ سان ملاقات جي ٻن ڏينهن کانپوءِ ذلفي هر قسم جي جُوا، نائيٽ ڪلبن، شراب خانن، فلمي گهرن ۽ ٻين مسلم مخالف عملن تي مڪمل بندش جو اعلان ڪندي چيو تہ ايندڙ ڇهن مهينن ۾ ملڪ ۾ مڪمل طرح قرآن ۽ سنت جي روشني ۾ قانون نافذ ڪيا ويندا."♦

خزاني واري وزير حفيظ پيرزادي اعلان ڪيو تہ حڪومت هاڻي هاڻي هڪ ڪاميٽي ناهي آهي، جيڪي شيون قومي تحويل ۾ ورتيون ويون آهن، انهن تي نظرثاني ڪندي. پوءِ اقتدار کي بچائڻ لاءِ ڇا ڇا نہ ڪيو انهي لاءِ اسٽينلي وولپرٽ لکي ٿو تہ:

"ڇاڪاڻ تہ هن لاءِ اقتدار وڏيڪ اهم ۽ سيڪجهہ هو. هن موسيقي ۽ رقص سان گڏ هر قسم جو شراب ڇڏي ڏنو. هن جي خيال ۾ شراب تي بندش سان هو مولوين کي قائل ڪري وٺندو جيڪي هن کان انهيءَ جي ڪري نفرت ڪندا هئا، ۽ هاڻ هن جو اقتدار جاري رهڻ گهرجي."♦

ڀٽو صاحب هٽرادو سوشلزم تان بہ ڦري ويو رسول بخش پليجو ڀُٽي صاحب جي سوشلزم واري نظريي جي متعلق 1970ع ۾ لکيو تہ ڀٽو سوشلزم جو نظرياتي ماهر ڪونهي، اڳتي تفصيل سان لکندي هن بيان ڪيو تہ:

"ڀٽي جو سياسي مطالعو ۽ سوچ وچولي طبقي جي ترقي پسند Radicalism تائين محدود آهي. ڪيس تاريخ جي سائنسي فلسفي ۽ انقلاب جي سائنس بابت بنيادي، گهري ۽ پڪي پختي ڄاڻ حاصل ڪرڻ جي نہ ضرورت محسوس ٿي آهي ۽ نہ وري ڪو موقعو مليو آهي. ڪيس سائنسي سوشلزم جي اصلي ماخذن ذريعي ڄاڻ حاصل

---

♦ "*Zulfi Bhutto of Pakistan*", Stanley Wolpert, (Third Edition) Oxford University Press, Karachi, P-288.

♦ Ibid-P-288.

ڪرڻ بدران ثانوي ذريعن وسيلي سرسري معلومات تي اڪتفا ڪرڻي پئي آهي. خاص ڪري هو پنجاب ۽ ڪراچيءَ جي انهن نام نهاد سوشلستن کان متاثر ٿو ڏسجي، جيڪي پنهنجي پر ۾ وڏا انقلابي ماهر آهن، پر حقيقت ۾ هو نہ پڙهيا آهن ۽ نہ ڪڙهيا آهن. سوشلزم هڪ اعليٰ سياسي، اقتصادي ثقافتي ۽ روحاني نصب العين ۽ منزل مقصود آهي. ان منزل مقصود تائين رسڻ لاءِ ڏاهن ۽ دانائن ڪي بنيادي پار پتا ۽ واٽن جا نشان ۽ ڏس ڏيئي ڇڏيا آهن. پر هر ملڪ ۽ هر قوم کي پنهنجي پنهنجي مخصوص حالتن، ماحول ۽ سماجي واڌاري جي معيار مطابق پنهنجي پنهنجي راهہ گهڙڻي ۽ سنوارڻي آهي. اهو هڪ باقاعدي ۽ منظم سائنسي رٿابندي، آزمائش ۽ عمل جو سلسلو آهي... انهيءَ صورت ۾ زميني نظام ۾ رهي سڌو سوشلسٽ نظام قائم ڪرڻ جو پروگرام اڳيان رکڻ معنيٰ اڻ ڄاڻائي جو شڪار ٿيڻ يا وات جي لست ونڻ." *

ان حوالي سان جامي چانڊيو لکي ٿو تہ:

شهيد ڀُٽي ڳالهہ عوام جي ڪئي، بظاهر جاگيردارن ۽ سرمائيدارن خلاف ڳالهايو... اهو دراصل کين ڪمزور ڪري جهڪائي پاڻ طرف ڇڪڻ لاءِ مجبور ڪرڻ جي هڪ حڪمت عملي ۽ اٽڪل هئي... ڀُٽي صاحب وٽ عوام لاءِ رنگين ۽ خوابن جهڙيون ڳالهيون هيون پر عملي طرح هن ڪيو اهو جيڪو سندس عارضي مفادن ۾ هو." ✓

بلوچستان جي اڳواڻ شير محمد مري ڀُٽي جي اهڙي سوشلزم بابت پنهنجي هڪ انٽرويو ۾ چيو تہ:

"The leftest forces made a big blunder by supporting Zulfikar Ali Bhutto. They went after his socialist slogans, which were nothing but a mirage... and they have seen the results themselves."

"کاٻي ڌر وارن ذوالفقار علي ڀُٽو جي حمايت ڪري وڏي غلطي ڪئي. هن جي سوشلسٽ نعرن جي ڪري اهي هن سان شامل ٿيا.

* ڪتاب "سياسي ادب"، جلد ٻيون سي پي سي ايس 2006ع ص 224_225

✓ 'تبديليءَ جا محرڪ ۽ سنڌ جو آئندو'، جامي چانڊيو CPCS، حيدرآباد، 2007ع، ص 391.

جيڪو سواءِ هڪ ڪوڙ جي ٻيو ڪجهه به نه هو... جنهن جو نتيجو انهن ڀاڻ ڏٺو."[≈]

ڀٽو صاحب پاڻ 13 فيبروري 1971ع تي آمريڪي سفير سان انهي معاملي تي ڳالهائيندي چيو ته

"منشور ۾ بيان ڪيل ريفارمز جي باوجود به ڀٽي زور ڏيندي چيو ته پي پي پي نجي شعبي ۾ ڊرامائي ۽ غير معمولي اصلاح ڪرڻ جو ارادو نٿي رکي، هن وڌيڪ چيو ته ڪجهه قدم معاشي طور تي غير معقول محسوس ٿيندا پر موجوده نفسياتي فضا ۾ ووٽرز جي لاءِ اهڙا قدم باعث ڪشش آهن. تنهن ڪري پي پي پي وٽ ٻيو ڪو آپشن ڪونهي."•

ڀٽي صاحب مٿي آمريڪي سفير کي بلڪل واضح طور ٻڌايو پئي ته اسان ڪنهن به طرح سوشلزم ڏانهن نٿا وڃون. صرف موجوده نفسياتي فضا ۾ ووٽرن کي خوش ڪرڻ لاءِ اهڙي قسم جي ڳالهه ڪري رهيا آهيون، جنهن تي توهان (آمريڪا) کي هرويرو پريشان ٿيڻ نه گهرجي.

ان بابت وڌيڪ معلومات لاءِ پاڻ طارق علي کان مدد وٺون ٿا، جيڪو ڀُٽي صاحب جو دوست رهيو آهي، هو لکي ٿو:

"عوامي ليگ جي اليڪشن ۾ واضح فتح ڀُٽي کي حيران ڪري ڇڏيو. اقتدار حاصل ڪرڻ جو منصوبو جيڪو ڀُٽي ٺاهي رکيو هو، اهو چڪنا چور ٿي ويو. هو مغربي پاڪستان جي غلبي جو سيني کان سخت گير چيمپئن بڻجي آيو. ڇهن نڪتن جي جنون جي حد تائين مخالفت ڪيائين ۽ فوجي جرنيلن سان ڳالهيون ڪري پنجاب ۾ پنهنجن حامين کي جنگ لاءِ تيار ڪرڻ ۽ ان لاءِ زبردست شائونسٽ ماحول پيدا ڪيو. ستر جي چونڊن ۾ مغربي پاڪستان مان پيپلز پارٽي نئين آئين ساز اسيمبلي ۾ سڀ کان وڏي جماعت ٿي ڪري سامهون آئي، پر ننڍيون سياسي جماعتون سرحد ۽ بلوچستان ۾ وڏي اڪثريت سان چونڊجي آيون هيون ۽

[≈] News International Weeekend magazine-39- July 1992

• Secret Papers selected by Qayyum Nizami Jaghangir Books Lahore, P 107

ڀُٽي کي معلوم هيو تہ هن جي (ڀٽي) جي حيثيت ڪنهن بہ مخلوط حڪومت ۾ وڏ کان وڏ ڪنهن جونيئر پارٽنر جهڙي هوندي. جيڪڏهن عوامي ليگ اڪيلي سر حڪومت ٺاهڻ جو فيصلو ڪيو تہ ڀُٽي جي حيثيت فقط مغربي پاڪستان ۾ صوبي جي رهنما طور تي ويندي ڀُٽي پنجاب ۽ سنڌ ۾ هڪ اهڙي ترقي پسند منشور جي ذريعي اليڪشن کٽي هئي. جنهن ۾ واعدو ڪيو ويو هو تہ زرعي اصلاح ڪيا ويندا. صنعتن کي قومي ملڪيت ۾ ورتو ويندو. سيني کي ماني، ڪپڙو ۽ گهر (روٽي، ڪپڙا اور مڪان) ملندو. سيني کي مفت تعليم ڏني ويندي ۽ ٻاويهہ خاندان (ايوب جي دؤر ۾ پاڪستان جي پوري ملڪيت ۽ اثاثن جا مالڪ 22 خاندان هئا. انهي ايوب خان سان ڀُٽو 8 سال حڪومت ۾ رهيو. ا ـ ل) جي اجاريداري (ٺيڪو قبضو) جو خاتمو ڪيو ويندو جيڪي منصوبہ بندي ڪميشن جي مطابق ملڪ جي ستر فيصد انشورنس جي سرمائي جا مالڪ هئا. انهن واعدن جي پاسداري ناممڪن هئي. ڪابي ڏُر جي مڪمل زيورن سان ڀُٽو وقتي طور تي سوشلسٽ جي روپ ۾ سامهون آيو. ڊاڪٽر مبشر (ڀُٽي جي حڪومت جو وزير خزانہ) معراج محمد خان، مختيار رانا جهڙا تجربيڪار ۽ قابل ماڻهو جيڪي انهي دؤر ۾ ڀُٽو جي ويجهو هئا. بعد ۾ ٻڌاياڻون تہ ترقي پسند بيان بازي جي حقيقت هڪڙي ڏيکاءَ ڪانسواءِ ڪجهہ بہ نہ هئي، جنهن جو مقصد اقتدار کي حاصل ڪرڻ ۽ انهي جو تسلسل هو. انهي بيان بازي ۾ ڪڏهن بہ سنجيدگي جو عنصر شامل نہ هو. •"

ڀُٽي صاحب جي اهڙن ڦرٽن گهرٽن ڳالهين ۽ عملن جو نتيجو هي نڪتو جو ڀُٽي جي ڳالهہ تي ڪير بہ اعتبار نہ ڪندو هو ايتري قدر جو جڏهن ڀُٽو 1977ع جي اليڪشن ۾ ڦاسي پيو ۽ آمريڪا کان منهن موڙي روس سان واعدا وچن ڪرڻ لڳو. روس کي يقين ڏياريائين تہ هو هاڻ سينٽو

• 'پُرزے ہوئے پیمان کتنے'، طارق علي، گڈ بکس، لاہور، دوسرا ایڈیشن، 2009ء، ص124-125.

(CENTO) جي اينڊڙ ميٽنگ ۾ شريڪ نہ ٿيندو جنهن تي روس وارن چيو تہ اسان کي آمريڪا ٻڌايو آهي تہ ڀُٽو سينٽو واري ميٽنگ ۾ شريڪ ٿيندو. هو توهان سان ڪوڙ ٿو ڳالهائي. تنهنڱ تي ڀُٽو چڙي پيو ۽ چيائين تہ منهنجو توهان سان واعدو آهي تہ آئون صرف هن بحران مان نڪران ۽ انهي جو اعلان ڪندس. ٻي ڏينهن 10 مئي تہ هن فيصلو ڪيو تہ سينٽو جي اينڊڙ ميٽنگ جيڪا تهران ۾ ٿيندي، تنهن ۾ نہ هو پاڻ شريڪ ٿيندو ۽ نہ ئي سندس وزير خارجہ. اهو ڪم ايران ۾ موجود سندس سفير جي ذمي هوندو.

انهن سيني حالتن ۽ ڳالهين جو جائزو وٺڻ کانپوءِ ماڻهو هن نتيجي تي پهچي ٿو تہ ڀُٽو صاحب پنهنجن اهڙن عملن سبب ٻنهي سطح تي بين الاقوامي ۽ ملڪي سطح تي پاڻ کي اعتبار وارو ماڻهو ثابت ڪرڻ ۾ ناڪام ويو. ايتري قدر جو بحران جي شروعات ۾ سعودي عرب تي بہ الزام هنيائين تہ هو مخالف ڌر جي مدد ڪري رهيا آهن. وري عرب ملڪن جي دوري تي ويو تہ اتي چيائين تہ روس ۽ آمريڪا منهنجي حڪومت کي ختم ڪرڻ چاهين ٿا آخر ۾ چيائين تہ صرف آمريڪا منهنجي حڪومت ختم ڪرڻ چاهي ٿو."♦

---

♦ "*Zulfi Bhutto of Pakistan*", Stanley Wolpert, (Third Edition-2008) Oxford University Press, Karachi, *see last two chapter.*

# 1971ع ۾ بنگال جي ورهاڱي ۾ ڀُٽي صاحب جو ڪردار

مون اڳ ۾ بہ لکيو آهي تہ ڀٽو صاحب مخالف ڌر ۾ رهندي هڪڙيون ڳالهيون ڪندو هو ۽ اقتدار ۾ اچڻ ڪان پوءِ پنهنجن پوئين ڪيل ڳالهين ۽ واعدن تي عمل جو پابند نہ هو. جڏهن يحيٰ خان 7 ڊسمبر 1970ع ۾ اليڪشن ڪرائڻ جو اعلان ڪيو. چونڊ مهم دوران ڀٽي صاحب بنگالين سان ٿيندڙ ناانصافين تي ڳالهايو ۽ پاڪستان جي حڪمرانن خاص طور تي ايوب خان کي تنقيد جو نشانو بڻايو ۽ بنگالين جي شڪايتن جي حمايت ڪندي چيو تہ جڏهن بنگالي حق گهرن ٿا تہ توهان (پاڪستان جا حڪمران) انهن کي غدار چئو ٿا، پر جڏهن اليڪشن جا نتيجا آيا تڏهن ڀٽو حيران ٿي ويو. طارق علي لکي ٿو تہ:

”عوامي ليگ جي اليڪشن ۾ واضح فتح ڀٽي کي حيران ڪري ڇڏيو. اقتدار حاصل ڪرڻ جو منصوبو جيڪو ڀٽي ناهي رکيو هو اهو چڪنا چور ٿي ويو. هو مغربي پاڪستان جي غلبي جو سيني ڪان سخت گير چيمپئن بڻجي آيو. ڇهن نقطن جي جنون جي حد تائين مخالفت ڪيائين ۽ فوجي جرنيلن سان ڳالهيون ڪري پنجاب ۾ پنهنجن حامين کي جنگ لاءِ تيار ڪرڻ ۽ ان لاءِ زبردست شائونسٽ ماحول پيدا ڪيو.“•

اوڀر پاڪستان مان مجيب جي عوامي ليگ 162 سيٽن مان 160 کٽيون. اولهہ پاڪستان جي 138 سيٽن مان پاڪستان پيپلزپارٽي 81 سيٽون کٽيون. سرحد ۽ بلوچستان مان نعپ وارا ڪامياب ٿيا. هاڻ جيڪو اقتدار سڌو سنئون مجيب ڏانهن ويٺو هيو. پر ڀٽي صاحب پاڪستان جي انهيءَ اسٽيبلشمينٽ جو ساٿ ڏنو جيڪا نہ صرف بنگالين مان بيزار هئي، پر

---

• ’بکھرے ہوئے بیان کتنے‘، طارق علي، گڈ بکس، لاہور، دوسرا ایڈیشن، 2009ء، ص124.

سنڌ، بلوچستان ۽ سرحد جي وسيلن تي سالن کان ڌاڙو هنيو انهيءَ کي مالي غنيمت جيان لٽيو پئي. ڀٽي صاحب هر روز جديد ڊپلوميسي جهڙا بيان ڏئي معاملي کي اينگهائيندو رهيو. روز پاڪستان پيپلزپارٽي جون ميٽنگون پيون ٿين ڪو به نتيجو نه. هوڏانهن مجيب ۽ بنگالي چون ته اسان کي اقتدار ڏيو ته ڀٽو صاحب پنهنجي جديد ۽ "قومي" ۽ "عوامي" ڏاهپ سان چوي "اُڌر تم، اِڌر هم".

"Us here, you there!"

"هيڏانهن اسان، هوڏانهن توهان."•

جڏهن 15 فيبروري 1971ع تي ڍاڪا ۾ قومي اسيمبلي جي پهرين اجلاس جو اعلان ڪيو ويو ته ڀُٽي صاحب انهي اجلاس گهرائڻ جي سخت مخالفت ڪئي. ان کان اڳ ٻن ڪشميرين هندستاني جهاز کي هائيجيڪ ڪري لاهور ايئرپورٽ تي لاٿو ڀُٽي صاحب انهن هائيجيڪرن سان ملاقات ڪري کين مبارڪباد ڏني، جيڪا اخبارن ۾ وڏي شاندار انداز سان ڇپي. انهن هائيجيڪرن سان ملڻ ۽ کين مبارڪباد ڏيڻ مان ڪهڙي مراد هئي؟ ڀُٽي صاحب اهو سڀ ڪجهه حڪمت عملي تحت پئي ڪيو. هن کي خبر هي ته هائيجيڪرن سان ملڻ کين مبارڪباد ڏيڻ سان هندستان سان تعلقاتن تي ڪهڙو اثر پوندو. هندستان انهي عمل تي مذمت ڪندي پنهنجي هوائي حدن مان پاڪستاني اُڏامن تي پابندي مڙهي ڇڏي. ڀُٽي صاحب جي اهڙي عمل تي ڊاڪٽر عائشه جلال لکي ٿي ته:

"ذوالفقار علي ڀٽو ذاتي طور تي جنوري 1971ع ڌاري انڊين ايئر لائين جي هائيجيڪرن کي ڀليڪار چوڻ لاءِ آيو هو. اها ڳالهه ياد ڪرڻ ضروري آهي ته اهي نان اسٽيٽ ايڪٽر رياست جي حڪمت عملين سان گڏ مذهبي سوچ لاءِ استعمال ٿيندا رهيا آهن. ذوالفقار علي ڀُٽي جي اها سوچ جنرل ضياءَ جي سوچ کان مختلف نه هئي."♦

• "*Zulfi Bhutto of Pakistan*", Stanley Wolpert, (Third Edition-2008) Oxford University Press, Karachi, P-146.

♦ "پاڪ فوج جي تبديل ٿيندڙ سوچ"، ڊاڪٽر عائشه جلال، روزاني تعميرِ سنڌ، آچر 27 سيپٽمبر 2009ع.

پوءِ يحيٰ خان 3 مارچ 1971ع تي ڍاڪا ۾ قومي اسيمبلي جي اجلاس سڏائڻ جو اعلان ڪيو تہ انهيءَ تي رد عمل ڪندي ڀٽي صاحب چيو تہ پيپلزپارٽي جو جيڪو بہ ميمبر انهيءَ اجلاس ۾ ويندو آئون انهيءَ جون ٽنگون ڀڃي ڇڏيندس.

"Break the legs." •

ڇا جيڪي ميمبر عوام کان ووٽ وٺي اچن انهن جي عزت هي آهي، جو انهن جو اڳواڻ چئي تہ آئون توهان جون ٽنگو ڀڃي ڇڏيندس؟ ڇا پارٽي جي معزز ميمبرن ۽ ايم اين ايز جي ائين عزت ڪبي آهي.؟ ڇا پارٽي جا جمهوري فيصلا ائين ڪيا ويندا آهن.؟ ۽ انهن جمهوري فيصلن جو اعلان هن ٻولي، لهجي ۽ اهڙيءَ "مهذب" انداز سان ڪيو ويندو آهي.؟ ڇا اهي ميمبر پاڪستان پيپلزپارٽي جا چونڊيل ايم اين ايز هئا يا ڀٽي صاحب جي لاڙڪاڻي واري ڪنهن جاگير جا هاري هئا؟ ڇا انهن ميمبرن جي ڪا عزت نفس بہ هئي يا نہ؟ ڇا اها ٻولي هڪڙي وڏي پارٽي جي هڪڙي ليڊر جي هئي يا ڪنهن سنڌ، پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان جي قبائلي جاگيردار جي هئي؟

يحيٰ خان تہ مجيب سان نهي ويو هو. پيلو مودي انهيءَ حوالي سان لکي ٿو:

"جنوري 1971ع ۾ يحيٰ، مجيب سان ملاقات لاءِ اوير پاڪستان ويو. ملاقات کانپوءِ يحيٰ خان، مجيب جي موجودگي ۾ صحافين کي ٻڌايو تہ اسان ٻئي ڄڻا ڳالهين جي نتيجي مان مطمئن ۽ خوش آهيون. گڏوگڏ اهو بہ چيائين تہ مون اجهو هاڻي پاڪستان جي ٿيندڙ وزير اعظم سان ڳالهہ ٻولهہ ڪئي آهي." *

ڀٽو صاحب ڳالهين کي اينگهائيندو اينگهائيندو وڃي بنگالين تي آپريشن تائين پهچايو، جڏهن 26 مارچ 1971ع جي رات ڍاڪا ۾ پنهنجي هوٽل جي ڇت تان فوجي آپريشن اکين سان ڏسي ۽ صبح جو ڪراچي لاءِ

• *Zulfi Bhutto of Pakistan*", Stanley Wolpert, (Third Edition-2008) Oxford University Press, Karachi, P-146.

* '*ذلفي منهنجو دوست*'. ليکڪ: پيلو مودي. ترجمو: حسين بادشاهہ. روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو 2005ع. ص 104.

روانو ٿيو ۽ ڪراچي ايئرپورٽ تي پهچي نه صرف صحافين کي ٻڌايائين پر پنهنجي ڪتاب The Great Tragedy ۾ لکيائين:

"By the Grace of God Pakistan has at last been saved."[⌖]

"خدا جي ڪرم سان آخرڪار پاڪستان بچي ويو."

واقعي پاڪستان بچي ويو. بنگالين تي فوجي چڙهائي ڪئي وئي. انهن جا لکين ماڻهو قتل ڪيا ويا. انهن جي لکين عورتن سان جنسي ڏاڍائي ڪئي وئي. بنگال کي رت ۾ وهنجاريو ويو ۽ هيڏانهن عظيم اڳواڻ "خدا جو ڪرم آهي آخرڪار پاڪستان بچي ويو." جهڙا بيان ڏئي رهيو هو. آچر 4 اپريل 2010ع جي ڪاوش دنيا ۾ ناميارې صحافي عباس اطهر جو انٽرويو ڇپيو آهي، جنهن ۾ پاڻ 40 سالن کانپوءِ انڪشاف ڪري ٿو ته:

"هن (ڀُٽي) چيو ته 'خدا پاڪستان کي بچائي' روزاني مساوات ئي صرف هن جي لفظن ۾ ڦيرڦار نه ڪئي، پر اي پي پي رياستي موقف جي تصديق ڪندي لکيو ته: 'خدا نې پاڪستان ڪو بچاليا'."

عباس اطهر صاحب انڪشاف ڪري ٿو ته ڀُٽي صاحب چيو ته "خدا پاڪستان کي بچائي" پر اي پي پي انهيءَ ۾ ڦيرڦار ڪندي ۽ رياستي موقف جي تصديق ڪندي لکيو ته "خدا نې پاڪستان ڪو بچاليا". عباس اطهر صحيح ٿو چئي يا غلط اها انهيءَ جي نيت. عباس اطهر صاحب شايد ڀُٽي صاحب جو ڪتاب 'The Great Tragedy' ناهي پڙهيو نه ته ائين نه چوي ها، ڇو ته ڀُٽو صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته:

"A tumultuous crowd welcomed us at Karachi airport on our return at 6:30 in the evening, and insisted that I make a speech; but I was in no mood for speeches. I nevertheless did manage to say: `By the Grace of God Pakistan has at last been saved."[♦]

"ماڻهن جي هڪ پرجوش هجوم ڪراچي ايئرپورٽ تي شام جو ساڍي ڇهين وڳي اسان جي واپسي جو شاندار استقبال ڪيو. مون تي زور ڀريو ويو ته آئون تقرير ڪيان، پر آئون ڪنهن به طرح تقريرن جي موڊ ۾ نه هئس. تنهن باوجود به مون پنهنجي پاڻ تي

---

⌖ "The Great Tragedy", Zulfikar Ali Bhutto, Classic, Lahore, 1971, P- 51.

♦ "Ibid, P- 51.

ضابطو رکندي چيو تہ ’خدا جي ڪرم سان آخرڪار پاڪستان بچي ويو‘.“

هاڻ پڙهندڙ پاڻ فيصلو ڪن تہ عباس اطهر صاحب جو انڪشاف ڪيترو سچو آهي.

انهيءَ ڪانپوءِ يحيٰ خان ڪيس وزير خارجہ ڪري دنيا ڪان مدد وٺڻ لاءِ موڪليو. مجيب جيل ۾ بند هو هن سان ڪي بہ ڳالهيون ڪون ٿي ڪيائون، دنيا جهان ڪان پنڻ لاءِ ويا تہ اسان کي هيٽار ڏيو تہ بنگالين کي مسلمان ڪيون. ڀٽي جنرل ٽڪا خان، جنرل نيازي، جنرل گل حسن، جنرل رحيم ۽ پاڪستان جي صدر يحيٰ خان ۽ اسٽيبلشمينٽ سان گڏجي بنگال کي مڪمل تباهہ ڪري ڇڏيو. ڀُٽي صاحب تہ اها سڄي تباهي پنهنجن اکين سان ڏٺي، انهيءَ حوالي سان رسول بخش پليجو لکي ٿو تہ:

”جنرل ڪمال مطيع الدين ڪتاب لکيو آهي، اهو بازار ۾ ملي ٿو ان مان توهان کي خبر پوندي تہ ڀُٽو صاحب ڪهڙي طبيعت جو ماڻهو هو. رات جو جڏهن ٽڪا خان وارن بنگال ۾ ائڪشن شروع ڪيو ۽ ماڻهو مارڻ شروع ڪيائون، تڏهن ڀُٽو صاحب پنهنجي هوٽل ۾ هو ۽ هوٽلِ سڄي واردات ڏٺائين پئي. پوءِ يحيٰ وارا هليا ويا، ڀُٽو صاحب موجود هو سڄو منظر ڏٺائين، ويو ڪونہ اُتي ويٺو رهيو. صبح جو هنن کي چيائين تہ مجيب کي مون سان ملايو. هٿ سان ائڪشن ڪرائي، ماڻهو مارائي وڃي مجيب جي ذلت ڏٺائين. سڄي رات ڪربلائون هيون، نياڻين کي ڇاتين مان جهلي اُٽاري ويهاري ڏٺائون، انهن جا ريپ ڪيائون، انهن کي باهيون ڏنائون. اهو سڀ سوشلزم ۽ عوام جي نالي ۾ ڪيائون. عوام جا علمبردار ان سڄي آپريشن ۾ موجود هئا... پر هي ويو ۽ وڃي مجيب جي ذلت ڏٺائين تہ هو ڪيئن قيد ۾ ويٺو آهي، ان کي وٺي آيا ۽ اچي ڪيس هن جي اڳيان ويهاريائون، پوءِ هن سان ڳالهايائين تہ تون ڇا ٿو چوين؟ جنرل ڪمال الدين لکيو آهي تہ هن هڪدم چيس، ’تمهارا باپ تو گيا، تم ادهر ڪاهي ڪو بيٺا هي‘ پوءِ هي ڪاوڙجي ماٺ ڪري هليو ويو. يعني ان ليول جو ماڻهو هو تہ هُن جي ذلت جو حشر ڏسجي، ڪيئن

هن جا پٽ ماريا ويا، ماٺهو هن جي گهرن ۾ گهڙي آيا، مايون ۽ مرد ماريا ويا، هر طرف ڪربلا ۽ رت جون نديون هيون، شاگرد ۽ ليڊر بسن ۾ چاڙهي گولين سان اُڏائي ڇڏيائون. اهو سڄو منظر هن اکين سان ڏٺو ۽ ان ۾ شريڪ هو. پوءِ وري مجيب جي ذلت ڏسڻ لاءِ جيل به ويو.“•

انهيءَ حوالي سان ڪامريڊ مير محمد ٽالپر لکي ٿو ته:

”مائي بينظير آمريڪا جي ڪشمير کي ورهائڻ جي حمايت ڪئي. اهو سندس قدم پنهنجي پيءُ مرحوم ڀُٽي جهڙو آهي، جنهن پاڪستان جي ورهائڻ ۾ مک ڪردار ادا ڪيو هو. جنهن جي نتيجي ۾ مشرقي پاڪستان ڌار ٿي بنگلاديش بنجي ويو هو. جهڙا ڪانگ تهڙا ٻچا.“•

انهيءَ دؤران ڀٽي صاحب سفارتي ٻولي ۾ رڳو هلڪيون ۽ هوائي ڳالهيون ڪري پاڻ کي تاريخ ۾ ”غير جانبدار“ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش پئي ڪئي. هڪڙي ٻه بيان ۾ هڪڙي ٻه پريس ڪانفرنس ۾ هن اهو اعلان نه ڪيو ته اقتدار مجيب کي ڏيو آئون مخالف ڌر ۾ ٿو ويهان؟ 26 مارچ کان وٺندي 16 ڊسمبر 1971ع تائين هن کي بنگالين جي قتل عام تي صرف ”ٺڪ“ هو باقي ”ادهر هم، اُدهر تم“ جهڙي بيان تي وڏ کان وڏ زور هو. ڀٽي صاحب کي ته صرف سنڌ ۽ پنجاب مان ڪاميابي ملي هئي. ولي خان وارا سرحد ۽ بلوچستان ۾ ڪامياب ٿي آيا هئا. پوءِ ”ادهر هم، اُدهر تم“ ڪهڙي بنياد تي؟

جيڪڏهن ڀٽو صاحب پنهنجو ايماندارانه ڪردار ادا ڪري ها ۽ واضح ڪري ها ته اقتدار مجيب کي ڏنو وڃي جيڪو هن جو حق هو. پوءِ ڀٽي جو ڪردار تاريخ ۾ واقعي صاف ٿي وڃي ها. پر ڀٽي صاحب کي هر صورت ۾ اقتدار کپيو پئي. تنهن ڪري هن ٽڏيون ۽ منيون ڳالهيون ڪيون پئي. ته جيئن سڀاڻ جيڪڏهن اتفاقن صورتحال تبديل ٿي وڃي ته هن کي پنهنجو ڪردار صاف ڪرائڻ لاءِ ڪي ڳالهيون ته هجن.

---

• ٽه ماهي ’فريبم‘، جلد پهريون شمارو ٽيون آگسٽ_ آڪٽوبر 2007ع سي پي سي ايس حيدرآباد ص 14_15.

• ’يادگيرين جو سفر‘، ڪامريڊ مير محمد ٽالپر، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو ٻيو ڇاپو 2004ع، ص 124.

جامي چانڊيو ڀٽي صاحب جي اهڙين حڪمت عملين ۽ قدمن تي تنقيد ڪندي لکي ٿو ته:

”7 ڊسمبر 1970ع تي ملڪي تاريخ جون پهريون عام چونڊون ٿيون... انهن چونڊن ۾ عوامي ليگ هڪ واضح اڪثريتي مينڊيٽ کٽي آئي هئي پر کيس حڪومت جون واڳون ڏيڻ کان انڪار ڪيو ويو. ڀٽو صاحب به دل ئي دل ۾ ان تي راضي هو جو کيس خبر هئي ته ان جو ٻيو متبادل هو پاڻ هو. ڀٽي صاحب کي هڪ جمهوريت پسند اڳواڻ طور جيڪو تاريخي ڪردار ادا ڪرڻ کپندو هو هن اهو نه رڳو ادا نه ڪيو پر هو اندر ئي اندر يحيٰ خان جي پاسي هو. مجيب کنهن ناهه تي پهچڻ لاءِ ڇهه نقطا پيش ڪيا پر اهي به نه مڃيا. مطلب ته پنجاب جي حڪمران طبقي ۽ سندس نمائنده اسٽيبلشمينٽ بنگال کي زوريءَ ملڪ کان ترڙي ڪيڻ لاءِ حالتون پيدا ڪيون ۽ ڀٽي صاحب جي سطح جو ماڻهو ان تضاد ۾ حق ۽ سچ جي پاسي بيهڻ بجاءِ ’هنن‘ سان بيٺو. جنهن جو سبب سواءِ اقتدار جي لالچ جي ٻيو ڇا ٿي سگهيو ٿي؟ حقيقت ۾ ڏنو وڃي ته بنگال جي ڌار ٿيڻ سان ملڪ ۾ طاقت جو اڌو منڌو سياسي توازن به ٽٽي ويو ۽ ’پنجابي، پناهگير مستقل مفاد‘ ملڪ جي اڇي ڪاري جو اڪيلو مالڪ ٿي ويهي رهيو... اسان اڄ تائين ان جا نتيجا ڀوڳي رهيا آهيون. جي اوير پاڪستان کي ائين ڌڪا ڏئي ملڪ مان نه ترڙيو وڃي ها ته اسين اڄ هن ملڪ ۾ هيئنئن نڌڻڪا، غلام ۽ ڪمزور نه هجون ها. اهو ڪارنامو ٻئي ڪنهن نه پر اسان جي پنهنجي عظيم اڳواڻ ڪيو. جي ان حساس ۽ نازڪ موقعي تي ڀٽو صاحب اسٽيبلشمينٽ جو اسٽرٽيجڪ ساٿ نه ڏئي ها ۽ اقتدار جي وقتي مفادن کي ٺڏي پنهنجو تاريخي انصاف پسند ڪردار ادا ڪري ها ته اسٽيبلشمينٽ ان پوزيشن ۾ ئي نه هئي جو اها بنگال سان اها روش اختيار ڪرڻ جو تصور به نه ڪري ها.“ 7

---

7 ’تبديليءَ جا محرڪ ۽ سنڌ جو آئندو‘، جامي چانڊيو، CPCS، حيدرآباد، 2007ع، ص 388_389.

ڊسمبر ۾ ڀُٽو صاحب آمريڪا ويو جتي هو ڪجهه ڏينهن "بيمار" تي پيو طبيعت ڪجهه بهتر ٿي ته پاڻ 15 ڊسمبر تي اقوام متحده جي اجلاس ۾ خطاب ڪندي چيو ته.

"We shall fight, and we shall for 1,000 years..."♦

"اسان وڙهنداسون ۽ هڪ هزار سالن تائين وڙهنداسون."

پوءِ پاڪستان سميت پوري دنيا ڏٺو ته اها هزار سالا جنگ ڀٽي صاحب جي اعلان کانپوءِ 24 ڪلاڪ به نه هلي. 16 ڊسمبر تي جنرل نيازي 93 هزار فوجين سميت جنرل اروڙا جي اڳيان هٿيار ڦٽا ڪيا. هي جيڪو هڪ هزار سالا جنگ جو اعلان ڪنهن جي ڏِڌ تي ڪيو پئي ويو؟ ڪهڙي طاقت هئي جنهن جي بنياد تي ايڏي وڏي جنگ جو اعلان ڪيو پئي ويو؟ ڪا به طاقت نه هئي، صرف اقتدار جي بک هئي جنهن اهڙا غير ذميواراڻا بيان ۽ عمل پئي ڪرايا.

---

♦ "*Zulfi Bhutto of Pakistan*", Stanley Wolpert, (Third Edition) Oxford University Press, Karachi, P-167.

# 1973ع جو آئين ڪنهن جي مفادن وٽان؟

پوري دنيا جون قومون آئين ۽ قانون لاءِ وڙهنديون رهيون آهن ۽ وڙهي رهيون آهن. قومون وڏي جدوجهد ڪري، هزارين لکين ماڻهو قربان ڪري هڪڙو اهڙو آئين ۽ قانون وجود ۾ آڻائينديون يا منظور ڪرائينديون آهن، جنهن ۾ هو صدين تائين هر لحاظ کان محفوظ ۽ مضبوط ٿي وينديون آهن. پر اسان وٽ ائين نه ٿيو آهي. الله اسان جي حڪمرانن ۽ عوام تي خاص مهربان آهي. اسان جا حڪمران طاقت جي ذريعي اقتدار ۾ اچي عوام کي بادشاهي آئين ۽ قانون ڏيندا آهن. اهو آئين 1956ع جو هجي يا 1962ع جو يا ڪٽي 1973ع جو پاڪستان جي تاريخ جو واحد حڪمران ذوالفقار علي ڀُٽو ۽ واحد پارٽي، پيپلز پارٽي آهي، جيڪا عوام کان صرف هڪ ڏينهن ووٽ گهرندي آهي ۽ ان جي بدلي ”آئين“ به ڏيندي آهي، ته ”سوشلزم“ به. دنيا جي پوري تاريخ شاهد آهي ته قومون آئين، قانون ۽ سوشلزم جهڙي نظام لاءِ لکين ڪروڙين ماڻهو قربان ڪري چڪيون آهن، پر سلام آهي ڀُٽي صاحب جي ذهانت ۽ ڏاهپ کي جنهن سنڌ ۽ پنجاب مان ووٽ جي ذريعي نه صرف 1973ع جو اهڙو غلامي وارو آئين ڏنو جنهن ۾ صوبائي خودمختياري ڳولي نٿي لڀي. وري ووٽ جي ذريعي سوشلزم جهڙي معيشيت ڏئي مائوزيتنگ ۽ روس جي ڏاهن کي ڏندي آڱريون ڏئي ڇڏيائين. صرف ووٽ جي ذريعي ڀُٽي اوڀر پاڪستان جي 56 فيصد آبادي واري صوبي کي پاڪستان جي عوام دشمن، انسان دشمن جمهوريت دشمن، اسٽيبلشمينٽ سان ٻانهن ۾ ٻانهون ملائي لکين بنگالي قتل ڪرائي، خدا جي شڪر سان آخرڪار پاڪستان بچي ويو ۽ ”اسان هزار سال تائين جنگ ڪنداسون“ جيڪا جنگ 24 ڪلاڪ به نه هلي، اهڙي طرح هن سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان جي مظلوم قومن کي آمريڪا جي اسٽيبلشمينٽ جو غلام بڻائي ڇڏيو پوءِ اچي چيائين آئون توهان کي آئين ڏيان ٿو ۽ آئون توهان کي سوشلزم ڏيان ٿو. ڇا روس ۽ چين ۾ سوشلزم ووٽ جي ذريعي آئي

هئي؟ ۽ اها بہ اهڙي سوشلزم جنهن جي معيشيت جي حالت 1977ع ۾ وڃي هي بيٺي جو ايف. ايس. ايف (فيڊرل سيڪيورٽي فورس) جي 20 هزار ملازمن کي پگهار ڏيڻ لاءِ ملڪ ۾ پيسا نہ هئا ۽ ڀُٽي صاحب ايران جي رضا شاهہ پهلوي کي خط لکي آمريڪا جي سٽي بئنڪ کان 300 ملين ڊالر قرض وٺي ڏيڻ جو چيو. هاڻ اچو تہ 1973ع جي "عظيم آئين" جو جائزو وٺون.

رسول بخش پليجو 1973ع جي آئين جي باري ۾ مارچ 1973ع جي تحريڪ پبليڪيشن ۾ لکي ٿو تہ:

"هي آئين جمهوريت جي چلڪٽي پنيءَ ۾ ويڙهيل ڊڪٽيٽري زهر جي پڙي آهي، سنڌ لاءِ پاڪستان جي ننڍين قومن لاءِ ۽ سموري بچيل پاڪستان لاءِ ڪي پوررڙا سنڌي ڀُٽي صاحب جي صدارت جي هُش تي خوش ٿي. اهو قاتل زهر پيئڻ لاءِ تيار ٿا ڏسجن. پر پوءِ سنڌين جو محشر ئي رُلي ويندو! پيو تہ نهيو رڳو دانهن ڪرڻ کان بہ ويندا سين. سڀ ڪو چوندو 'ميان پنهنجي هٿ سان اچو منهن ڪيو اٿوَ هاڻ وري ٿِڙ ٿِڙ ڇا جي ٿا ڪريو؟ پوءِ پنهنجي وڏئي جو ڪهڙو ويج ڪهڙو طبيب؟ هٽلر بہ تہ ههڙي آئين هيٺ قوم جي چونڊيل نمائندي طور ۽ قانون موجب آئيني ڊڪٽيٽر ٿيو هو. اسان کي اُهو جمهوري ۽ عوامي آئين گهرجي جنهن ۾ اسان جي عوام جي قومي حيثيت، قومي ۽ عوامي حقن ۽ قومي زبان کي صاف صاف نموني تسليم ۽ محفوظ ڪيو ويو هجي، هي سنڌ دشمن عوام دشمن فاشي آئين اسان کي نہ گهرجي." [⌑]

"نئين آئين، نئين ون يونٽ جي قيدخاني جي ديوارن مٿان نقلي اسلام جو رنگ ۽ نقلي سوشلزم جو روغن مکي عوام کي خوش ڪيو آهي قيدخاني جي پهريدارن ۽ جيلرن کي عوام جون ورديون پهرايون ويون آهن. اڳوٽي ون يونٽ ۾ ڪمزوري اها هئي جو اهو ڊڪٽيٽري پاڇي هيٺ سنگينن جي نوڪ سان عوام جي مٿان مڙهيو ويو هوا نئين آئين ون يونٽ کي انهيءَ ڪمزوريءَ کان

[⌑] 'سياسي ادب' (جلد_3)، سهيڙيندڙ: جامي چانڊيو CPCS، حيدرآباد، ..........، ص 37.

آجو ڪيو آهي. نئون ون يونٽ عوام جي ووٽ سان، عوام جي چونڊيل نمائندن هٿان ۽ عوام جي قائد جي هدايت ۽ زير نگرانيءَ ۾ مڙهيو ويو آهي.... پاڪستان جو عوام گذريل پنجويهن سالن ۾ ڪئين دوکا ۽ فريب کائي چڪو آهي، پر ههڙي ويساهه گهاتي پاڪستان جهڙي ويساهه گهاتن جي ملڪ ۾ به ورلي ئي ٿيندي. اڳي ته عوام دشمنن خلاف فرياد هو پر هاڻ رڳو عوام دوستن نه پر عوام جي قائدن سان واسطو آهي. انهن جي دانهن ڪنهن کي ڏجي؟ ... نئين آئين پاڪستان جي مظلوم عوام ۽ مظلوم قومن جي آسن ۽ اميدن کي جيڪي ڦٽ ڏنا آهن، تن تي لوڻ برڪڻ لاءِ مظلوم عوام ۽ مظلوم قومن جا ازلي ويري وري به جمهوري پڳ ٻڌي اچي گڏ ٿيا آهن.“ [¤]

1973ع جو آئين جنهن ۾ صوبن کي صرف نشيدار شين، راندين، گهوڙا ڊوڙ سميت جواخانن تي ٽيڪس وٺڻ جو حق ڏئي، ڀُٽي صاحب ڪمال ڪري ڇڏيو.

صوبي جي جنهن به ملڪيت تي هٿ رکو اها ملڪيت وفاق جي. تيل ڪنهن جو وفاق جو قدرتي گيس ڪنهن جي وفاق جي. سيلز ٽيڪس وفاق جو. معنيٰ هر شيءِ وفاق جي 1973ع جي آئين جي خوبين کان اڳ اسان اچون ٿا ته پاڪستان جي پهرين آئين 1956ع واري تي. جنهن بابت جامي چانڊيي پنهنجي ڪتاب[Δ] ۾ لکيو آهي ته:

”1956ع ۾ پاڪستان کي نيٺ پنهنجو پهريون آئين مليو جنهن ۾ هڪ طرف ملڪ کي آئيني طور ’اسلامي جمهوريه پاڪستان‘ قرار ڏنو ويو ته ٻئي طرف ملڪ ۾ سينٽ کانسواءِ (Unicameral) پارلياماني جمهوري نظام کي متعارف ڪرايو ويو. اها حقيقت آهي ته 1962ع ۽ 1973ع جي آئينن جي ڀيٽ ۾ 1956ع جي آئين ۾ نسبتن وڌيڪ صوبائي خودمختياري ڏني وئي هئي.“

---

[¤] ’سياسي ادب‘ (جلد-3)، CPCS، حيدرآباد، ..........، ص 42-41.

[Δ] سنڌ ڪيس-2‘ ، سهيڙيندڙ: جامي چانڊيو CPCS، حيدرآباد، 2009ع، ص 136.

1973ع جي آئين جي وڏي خوبي سينٽ جو قيام سمجهي وڃي ٿي، ڇو ته انهي ۾ صوبن کي برابري جي بنياد تي نمائندگي جو حق ڏنو ويو آهي. سينيٽ جو قيام ڏاڍي سٺي ڳالهه هئي، ۽ آهي، پر جنهن نموني ۽ طريقي سان ان جو بنياد رکيو ويو ۽ طريقي ڪار ٺاهيو ويو اهو ڪنهن وڏي مذاق ۽ سڪٽي ڏي ڪانسواءِ ڪجهه به نه هيو ۽ نه آهي. سينيٽ جي قيام ۽ انهي جي فائدن متعلق جامي چانڊيي جي ڪتاب " Crisis of Federalism and Prospects for Provisional Autonomy in Pakistan" جو مهاڳ ڇپجي مارڪيٽ ۾ اچي ويو آهي، پاڻ مهاڳ ۾ لکي ٿو ته:

"1973ع جي آئين مطابق پارلياماني نظام ذريعي هڪ بي اختيار سينيٽ کي ته پيدا ڪيو ويو هو پر صوبن ۽ انهن ۾ وسندڙ تاريخي قومن جي تاريخي، معاشي، ثقافتي ۽ سياسي حقن جو ڪوبه لحاظ نه ڪيو ويو... ۽ ان بي اختيار سينيٽ جي عملي حيثيت هڪ سياسي ڪلب کان وڌيڪ نه آهي."

1956ع ۽ 1962ع جي آئين کي اسان ڇڏي 1973ع جي عوامي جمهوري آئين کي 1935ع جي هندستان ائڪٽ قراردادِ پاڪستان، جنرل يحيٰ خان جي آئين (نوٽ: يحيٰ خان جيڪو 1971ع ۾ 17 ڊسمبر تي ٿي. وي اسٽيشن ڏانهن ويندي، ڪيس گرفتار ڪري، نظربند رکيو ويو... جنرل يحيٰ خان جي تيار ڪيل تقرير ٿي. وي تي عوام کي ٻُڌڻ جو موقعو نه مليو پر "Hearld" مارچ ۾ اها "Un-published fault of Yahia Khan" جي عنوان سان ڇپي.[∇]) جو تقابلي جائزو وٺون ٿا ته 1973ع جي آئين ۾ ڪيتري صوبائي خودمختياري مليل آهي:

| نمبر | اسم | 1935ع جو ائڪٽ | قرارداد پاڪستان | جنرل يحيٰ خان جو آئين | 1973ع جو آئين |
|---|---|---|---|---|---|
| .1 | ڪسٽم | مرڪزي | مرڪزي | مرڪزي | مرڪزي |

[∇] '1973ع جو آئين ۽ مختصر آئيني تاريخ'، رسول بخش انڙ ايڊوڪيٽ، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو......، ص 25.

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| .2 | انڪم دولت ۽ ڪارپوريشن ٽئڪس | مرڪزي | صوبائي | مرڪزي | مرڪزي |
| .3 | وڪرو ٽئڪس (سيلز ٽئڪس) | صوبائي | صوبائي | صوبائي | مرڪزي |
| .4 | صوبي مان مال روانگي تي ٽئڪس | مرڪزي | صوبائي | صوبائي | مرڪزي |
| .5 | ايڪسائيز ڊيوٽي | مرڪزي | صوبائي | صوبائي | مرڪزي |
| .6 | ڪارخانن مان تيار ٿيندڙ مال تي ڊيوٽي | صوبائي | مرڪزي | مرڪزي | مرڪزي |
| .7 | تيل جا کوهہ | صوبائي | صوبائي | صوبائي | مرڪزي |
| .8 | قدرتي گيس | صوبائي | صوبائي | صوبائي | مرڪزي |
| .9 | پاڻي جي دٻاءَ سان پيدا ٿيندڙ بجلي | صوبائي | صوبائي | صوبائي | مرڪزي |
| .10 | اسٽيٽ ڊيوٽي | ذڪر تيل نہ آهي | صوبائي | صوبائي | مرڪزي |
| .11 | نشيدار شين، راندين، گھوڙا، ڊوڙ سميت جواخانن تي ٽئڪس | صوبائي | صوبائي | صوبائي | صوبائي |

(چارٽ ڪتاب "1973ع جو آئين ۽ مختصر آئيني تاريخ" جي ٿورن سان)

1973ع جي آئين ۾ سنڌ کي ڇا مليو انهيءَ لاءِ سي. پي. سي. ايس (CPCS) سنڌ ڪيس سيريز 2 ڇپجي آيو آهي، جنهن جو سهيڙيندڙ جامي چانڊيو آهي. انهي ڪتاب جي صفحي 51 تي لکيل آهي تہ:

"ڀُٽي دؤر ۾ سنڌ جي قومي استحصالي جا معاشي بنياد نہ رڳو برقرار رهيا، بلڪ انهن کي 1973ع جي آئين جي شڪل ۾ قانوني تحفظ بہ بخشيو ويو."

ڀُٽي صاحب پنهنجي مرضيءَ سان انهيءَ آئين ۾ ترميمون ڪندو رهيو ڀُٽي صاحب ان ۾ خود 7 ترميمون ڪيون هيون. 12 اپريل 1973ع ۾ ناهيل آئين ۾ پهريون دفعو ترميم 8 مئي 1974ع ۾ ڪئي. جنهن جي مطابق

وفاقي حڪومت اهڙين سياسي جماعتن تي پابندي لڳائڻ جا اختيار حاصل ڪيا جيڪي پاڪستان جي آزادي، خود مختياري جي خلاف ڪم ڪري رهيون هجن.

آئين جي هنن آرٽيڪلن ۾ ترميم ڪئي وئي. آرٽيڪل 1، 8، 17، 61، 101، 127، 199، 200، 209، 212، 250، 259، 260 ۽ 272.

ٻيو ترميمي ائڪٽ 21 سيپٽمبر 1974ع ۾ آندو ويو جنهن جي مطابق احمدين کي اقليت قرار ڏنو ويو ڪيڏي نہ افسوس جهڙي ڳالهہ آهي جو ڀُٽي صاحب 1969ع ۾ جماعت اسلامي جي اهڙي مطالبي کي پنهنجي تنقيد جو نشانو بڻائيندي چيو هو تہ:

”هي ڪهڙي مسلماني آهي جو ٻئي مسلمان کي اقليت قرار ڏيڻ جو مطالبو ڪيو پيو وڃي، وڌيڪ چيائين تہ اهڙي مطالبي سان پاڪستان ۾ لاقانونيت پيدا ٿي ويندي.“♦

احمدين کي ڪافر قرار ڏيڻ واري معاملي تي صحافي مظهر لغاري پندرهن وار ”افيئر ميگزين“ ۾ پنهنجي آرٽيڪل ”ڳڙهي خدا بخش ۽ ڳڙهي شاهوءَ جا اڻ نبريل مقدما“ ۾ لکي ٿو تہ:

”ڀُٽو کي ڪنهن مجبور ڪيو هو تہ آئين منظور ٿيڻ جي ڪجهہ ڪلاڪن اندر ان ۾ ترميم ڪري احمدين کي غير مسلم قرار ڏنو وڃي ان وقت نہ ڪا اهڙي تحريڪ هلي رهي هئي، نہ ئي ڪو اهڙو مطالبو موجود هو... احمدين کي غير مسلم قرار ڏيئي ذوالفقار علي ڀُٽي رستو کوليو تہ ڪوبہ طاقتور فرقو جيڪڏهن چاهي تہ رياست جي نڙيءَ تي ننهن ڏيئي، ان کان پنهنجي مخالف فرقي کي غير مسلم قرار ڏيارڻ جو نوٽيفڪيشن جاري ڪرائي وٺي. ان بعد الله جي فضل ۽ ڪرم سان پاڪستان ۾ مختلف فرقن کي ڪافر قرار ڏيڻ جي فيڪٽري لڳي وئي. اڄ ملڪ ۾ بہ ڪافر قرار ڏيارڻ جون ڪيتريون تحريڪون پيون هلن. ڪي پنڌ ۾ آهن تہ ڪي منزل

♦ "*Zulfi Bhutto of Pakistan*", Stanley Wolpert, (Third Edition-2008) Oxford University Press, Karachi, P-133.

ڪي رسڻ واريون آهن.“ هن ترميمي ائڪٽ ۾ آئين جي هنن آرٽيڪلن ۾ ترميم ڪئي وئي 106 ۽ 260. ◆

ٽيون ترميمي ائڪٽ 18 فيبروري 1975ع ۾ آندو ويو جنهن جي مطابق حڪومت ڪنهن به شخص کي بغير ڪنهن مقدمي جي 3 مهينن تائين نظربند رکي سگهي ٿي. جنهن جا ڀھريان شڪار سرحد، بلوچستان، سنڌ ۽ پنجاب ۾ ڀُٽي جا مخالف ٿيا ۽ آخر ۾ ڀُٽو صاحب پاڻ به هن آئيني ترميم جو شڪار ٿيو.

اهي آهن ڀُٽي صاحب جا جمهوري ۽ آئيني بنياد جنهن جي عيوض پاڪستان جا مظلوم طبقا ۽ گروھ ”سڪون“ ۽ ”فرحت“ ۾ آهن.

چوٿون ترميمي ائڪٽ 25 نومبر 1975ع ۾ آندو ويو جنهن جي ذريعي حفاظتي نظربندي جي سلسلي ۾ هاءِ ڪورٽ کان آئين جي آرٽيڪل 199 ۾ ڏنل اختيار کسيا ويا. جنهن هيٺ هنن آرٽيڪلن ۾ ترميم ڪئي وئي. آرٽيڪل 8، 17، 19، 51، 54، 106، 199، 271، 272 ۽ 273.

پنجون ترميمي ائڪٽ 15 سيپٽمبر 1976ع ۾ آندو ويو جنهن جي ذريعي هاءِ ڪورٽ جي رٽ جي سماعت جا اختيار وڌيڪ گهٽ ڪيا ويا. عدالتي انتظاميه کي چيف جسٽس جي مشاورت کانسواءِ ڪنهن به جج کي ملڪ جي ڪنهن به ڪورٽ ۾ هڪ سال لاءِ بدلي ڪرڻ جو اختيار حاصل ڪيو ويو ۽ سينارٽي کانسواءِ ڪنهن به جج کي هاءِ ڪورٽ جو چيف جسٽس نامزد ڪرڻ جو اختيار حاصل ڪيو ويو. اهڙن آئيني ترميمن تي رسول بخش پليجو پنهنجي مضمون* ۾ لکي ٿو ته:

”ججن لاءِ اهڙا ڪارا قانون پاس ٿيا، جو اهي جڻ ڀُٽي سرڪار جا ٻڌا ٻانها ٿي پيا. قيدين کي ڪورٽن ۾ پيش ڪرڻ تي بندش پئجي وئي.“

ڀُٽي صاحب جي دؤر ۾ عدالتن کي جيڪا ٿوري گهڻي آزادي مليل هئي، تنهن تي ڀُٽي صاحب جي ردعمل تي الطاف گوهر پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته:

◆ 'افيئر'، پندرهن روزه، حيدرآباد، 31 کان 14 مئي 2010ع.

* '*ڇا پي پي پي قيادت هميشه سنڌي قوم جي محسن ۽ محافظ رهي آهي؟*'، ماهوار 'ڪاپڙي'، حيدرآباد، نومبر 2006ع.

"When I become Chief Editor of Dawn and wrote against military action in East Pakistan, Bhutto thought I was trying to topple his government and had me locked up in preventive detention. He summoned me when the High court of Sindh and Balochistan declared my detention unlawful and told me: 'You must know that courts do not figure in my book.'"•

"جڏهن مون 'ڊان' جي چيف ايڊيٽر طور مشرقي پاڪستان ۾ فوجي ايڪشن جي خلاف لکيو تہ ڀُٽي سوچيو تہ آئون هن جي حڪومت جو تختو ڊاهڻ جي ڪوشش ڪيان پيو. هن مون کي جيل ۾ بند ڪرائي ڇڏيو. جڏهن سنڌ ۽ بلوچستان جي هاءِ ڪورٽ طرفان منهنجي گرفتاري کي قطعي ناجائز ۽ غير قانوني قرار ڏنو ويو تہ ڀُٽي مون کي گهرائي چيو تہ: 'توکي خبر هئڻ گهرجي تہ منهنجي ڪتاب ۾ عدالت نالي ڪابہ شيءِ ڪونهي.'

پنجين ترميم ۾ هنن آرٽيڪلن ۾ ترميم ڪئي وئي. آرٽيڪل 101، 160، 175، 179، 180، 187، 192، 196، 199، 200، 204، 212 ۽ 280.

ڇهون ترميمي ائڪٽ 4 جنوري 1977ع ۾ آندو ويو. جنهن تحت آرٽيڪل 179، 246 ۽ 260 ۾ ترميمون ڪيون ويون.

ستون ترميمي ائڪٽ 16 مئي 1977ع ۾ آيو هن هيٺ 96، 101 ۽ 245 ۾ ترميمون ڪيون ويون.

حيراني جهڙي ڳالهہ آهي جو آئين جي آرٽيڪلن 8، 101، 106، 179، 199، 200، 260 ۽ 272 ۾ بہ ڪان ٽي دفعا ترميم ڪئي ۽ 7 ترميمي ائڪٽ آيا.

---

• "Ayub khan", Altaf Gauhar, Sang-e-Meel Publications, Lahore, 1993, P-27.

# بلوچستان ۾ آپريشن ۽ هزارين ماڻهن جو قتل

ذوالفقار علي ڀُٽي اقتدار سنڀاليندي 2 مئي 1972ع تي عطاءُ الله مينگل کي بلوچستان جي حڪومت ناهڻ جي دعوت ڏني. غوث بخش بزنجي کي گورنر مقرر ڪيو ويو ۽ عطاالله مينگل وزيراعليٰ چونڊجي آيو. حڪومت ناهڻ کانپوءِ ڀُٽي ۽ عطا الله مينگل ۾ جلد اختلاف شروع ٿي ويا. انهن اختلافن بابت طارق علي پنهنجي ڪتاب• ۾ لکي ٿو ته:

”بلوچستان جا ٻه چونڊيل رهنما غوث بخش بزنجو ۽ عطاالله مينگل بالترتيب صوبي جا گورنر ۽ وزيراعليٰ قيد ۾ هئا. منهنجي ٻنهي سان شناسائي هئي. 1981ع ۾ هڪڙي طويل گفتگو جي دوران عطاالله مينگل مون کي درپيش مسئلن بابت ٻڌايو جڏهن آئون مڇ جيل ۾ هئس ته مون کي منهنجي حالتن جي خبر پئي. جيل جو وارڊنر اهو ماڻهو هو جنهن جي پگهار سيني کان گهٽ هوندي آهي. هن جيل ۾ هڪ سئو ويهه ملازم هئا، جنهن مان بلوچ صرف ٻارهن هئا. جيڪڏهن ڪو انهي طرف نشاندهي ڪندو هو ته انهي کي غدار قرار ڏنو ويندو هو. جڏهن 1972ع ۾ اسان حڪومت سنڀالي ته ٻاهرين گريڊ ۾ ٽوٽل ٻارهن هزار ملازم هئا، جنهن ۾ بلوچ صرف ٽي هزار هئا. پوري پاڪستاني فوج ۾ ڪجهه سئو بلوچ آهن. بلوچ رجمينٽ ۾ ڪوبه بلوچ ڪونهي. ايوب دؤر ۾ قلات اسڪائوٽس جي نالي سان پيرا ملٽري فورس ٺاهي وئي. انهي ۾ قلات مان صرف ٻه ماڻهو ڀرتي ڪيا ويا. جيڪڏهن توهان ڪوئٽه جي هوائي اڏي تي لهندا ۽ شهر جو سير ڪندا ته توهان کي اندازو ٿيندو ته پنجانوي فيصد پوليس ڪانسٽيبل ٻين صوبن مان ڀرتي ڪيا ويا

• ’پہ زے ہوئے پیمان کتنے‘، طارق علي، گڈ بکس، لاهور، دوسرا ايڊيشن، 2009، ص134-135.

آهن. جڏهن اسان انهي توازن کي صحيح ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته ڀُٽي ۽ ان جي پنجابي نائب مصطفيٰ کر اسان جي حڪومت جي خلاف پوليس جي هڙتال ڪرائي ڇڏي“

ڀُٽي صاحب 15 فيبروري 1973ع يعنيٰ 9 مهينن کان پوءِ بلوچستان ۾ عطا الله مينگل جي حڪومت برطرف ڪري اڪبر بگٽي کي گورنر مقرر ڪري بلوچستان ۾ گورنر راڄ نافذ ڪرڻ سان گڏوگڏ فوجي آپريشن جو حڪم ڏئي ڇڏيو. مفتي محمود انهيءَ عمل جي مخالفت ڪندي بطور احتجاج سرحد حڪومت تان استعيفيٰ ڏئي ڇڏي انهي سان ٻنهي صوبن سرحد ۽ بلوچستان ۾ انتشار وڌي ويو.

جن بلوچ سردارن ڀُٽي تي اعتبار ڪيو. تباهه ٿيل پاڪستان کي بچائڻ ۾ هن جو ساٿ ڏنو. انهن سان ڀُٽي صاحب هڪ سال اندر ڇا ڪيو. ايوب ۽ يحيٰ جي آپريشن جا ڦٽ ڇُٽائي نه هئا، ته 80 هزار کان به وڌيڪ فوج موڪلي انهن جي ڪيل مهربانين جو ٿورو لاٿو جيڪي بلوچ، پٺاڻ ۽ بنگالي اسان کي وڏي عزت ۽ احترام ڏيندا هئا، جنهن جي لاءِ رسول بخش پليجو پنهنجي مضمون ”اسين سنڌي اڪيلا ٿي ويا آهيون“ ¤ ۾ لکي ٿو ته:

”ان دؤر ۾ سڄي پاڪستان جي ون يونٽ مخالف ۽ آمريت مخالف ماڻهن ۾ زبردست جذباتي هم آهنگي ۽ اتحاد هو. هتان ماڻهو لاهور، پشاور، ڪوئٽنا يا ڍاڪا ويندو هو اتي جا جمهوريت پسند ماڻهو سندس وڏي آجيان ڪندا هئا، سنڌي ماڻهن کي ته خاص ڪري هر صوبي ۾ وڏي عزت سان ڏٺو ويندو هو. آءٌ ڪيترا ڀيرا بنگال ويس، مون ڏٺو ته اتي ’شنڌو‘ (سنڌي) لفظ وڏي مان، وڏي احترام وارو لفظ ليکبو هو. ساڳي طرح جڏهن پشاور يا ڪوئٽنه ويندا هئاسين ته ماڻهو سنڌي هئڻ ڪري الاهي عزت ڏيندا هئا.

وري اڳتي مجيب جي حوالي سان لکي ٿو ته:

”... ڇيائين ڀيرين ’طعام پوءِ ڪلام‘ ڏسي عجب ٿيم ته ڪرسيءَ وٽ هٿ ڌوئڻ لاءِ ڪونرو ۽ چلمچي رکيا آهن. آئون هٿ ڌوئڻ لاءِ

¤ ’سياسي ادب‘ (جلد–1)، CPCS، حيدرآباد، 2005ع، ص 441.

نميس تہ ويٺلن مان هڪڙو بنگالي ڪونرو ڪٽي منهنجا هٿ ڌوئارڻ لڳو. ايتري ۾ مجيب اڳتي وڌي ڪونرو ان کان ورتي منهنجا هٿ ڌوئارڻ لڳو. مون کي ڏاڍو عجيب لڳو پر آداب محفل جو خيال ڪري ماٺ مٺيءَ ۾ هٿ ڌوتم. ماني کائيندي مجيب ڪجھ ٻوٽيون هڪڙي ڏار پليٽ ۾ وجهي ڪٽي منهنجي اڳيان رکيون.... پوءِ مجيب چيو: 'اسان وٽ مهمانن جا هٿ چلمچي ۾ ڌوئارڻ جو رواج ڪونهي. اهو مهمانداري جو انداز مون اوهان سنڌين کان سکيو آهي. هاڻ آئون مهمانن جي خاطري سنڌين وانگر ڪندو آهيان ۽ پنهنجي سر سندن خدمت ڪندو آهيان. مون کي ان ۾ ڏاڍو سڪون ۽ راحت ملندي آهي." (ڏسو ڪتاب ساڳيو ص 631_632)

اهڙا هئا جذبا سنڌين لاءِ بلوچن، پٺاڻن ۽ بنگالين وٽ. ڀُٽي صاحب ڇا ڪيو پهرين بنگالين کي مارائڻ لاءِ پاڪستان جي اسٽيبلشمينٽ جنهن تي آمريڪا گهٽي سيڙپ ڪري ٿو ان سان گڏ بيٺو. پوءِ وري جيڪي پٺاڻ ۽ بلوچ هن کي پاڻ جهڙو مظلوم سمجهي ساٿ ڏنائون، تنهن سان ڇا ڪيائين. قيوم نظامي پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو تہ:

"ڀُٽي جو ويجهو ساٿي ڊاڪٽر مبشر حسن انڪشاف ڪري ٿو تہ بلوچ سردار انهي حقيقت کي نہ سمجهي سگهيا تہ ڀُٽو اسٽيبلشمينٽ جي منشا جي خلاف نٿي وڃي سگهيو. جيستائين سول ۽ ملٽري بيوروڪريسي ۽ خفيہ اايجنسين وٽ سول حڪومت کي هٽائڻ جي طاقت موجود آهي، ڪوبہ وزيراعظم فوج جي مشوري کي مسترد نٿو ڪري سگهي، جيڪي هميشہ مسئلن جو فوجي حل پيش ڪندا آهن."[≡]

انهيءَ حوالي سان جامي چانڊيو لکي ٿو تہ:

"ڀُٽي صاحب جي دؤر ۾ بلوچن خلاف آپريشن. ڀُٽي صاحب جي سياسي ڪيريئر تي هميشہ هڪ اڻ وٽندڙ داغ طور موجود رهندو. جيتوڻيڪ اها ڳالھ ظاهر آهي تہ اهو آپريشن اسٽيبلشمينٽ

≡ 'جرنیل اور سیاستدان'، قیوم نظامی، جہانگیر بک ڈپو، لاہور، دوسرا ایڈیشن 2006، ص 119.

طرفان هو. پر ڀُٽو صاحب بہ سياسي فيصلي طور ان ۾ شامل رهيو. بلوچ اڳواڻن کي دوکي ۽ دولاب سان ڀهاڙن تان لاهي، ساڻن واعدي خلافي ڪري کين ملٽري ڪورٽ ۾ سزائون ڏئي ڦاهيءَ چاڙهيو ويو ۽ هزارين بلوچن جو قتل عام ڪيو ويو. اهي سڀ تفصيل تاريخ جي رڪارڊ تي موجود آهن.“[٧٢]

ڊاڪٽر مبشر حسن ۽ جامي چانڊيو جا خيال پنهنجي جڳهہ تي، پر ڇا انهيءَ وقت فوج ۾ ايڏي طاقت هئي جو ڀٽي جي منع ڪرڻ يا روڪڻ تي هو بلوچستان ۾ وڃي آپريشن ڪري ها؟ اهو قطعي ممڪن ڪونہ هو ڇو تہ فوج انهيءَ مهل شڪست کاڌل ۽ ڪمزور هئي. انهي ۾ سگهہ ئي ڪونہ هئي تہ هو بلوچن تي آپريشن ڪري ها، پر ڀٽي پاڻ ٿي چاهيو تہ اهو آپريشن ٿيڻ کپي، ڇو تہ ڀٽي صاحب کي پنهنجي بادشاهي ۾ ٻيا ننڍا ننڍا حڪمران نٿي وڻيا ۽ ٻيو تہ ڀٽو صاحب نئون نئون سوشلسٽ ٿي پيو. جاگيرداري ۽ قبائلي سسٽم هن کي نٿي وڻيا.

بلوچستان ۾ آپريشن جي حوالي سان ڪامريڊ مير محمد ٽالپر لکي ٿو تہ:

”مرحوم ڀُٽي بہ بلوچن تي فوج ڪشي ڪئي هئي اُن ۾ جنرل ٽڪا خان جو وڏو هٿ هو. اُن آپريشن ۾ بلوچن جي ايراضيءَ ۾ جيڪي جبلن جا ڪاريز هئا ۽ جن مان پاڻي ايندو هو ان ۾ زهر ملايو ويو تہ جيئن بلوچن جو چوپايو مال بہ زهر وارو پاڻي پي مري پوي... جنرل ٽڪا خان کي پ. پ. پ وارن وڏا عهدا ڏنا. اهو مردود هاڻ مري ويو آهي. ٽڪا خان بنگالين جو بہ قاتل آهي. لک لعنت هجيس.“[•]

ڏينهون ڏينهن بلوچستان ۾ صورتحال خراب ٿيندي وئي. عطاءُ الله مينگل، خير بخش مري، شير محمد مري ۽ غوث بخش بزنجو سميت بلوچستان جا ڪيترائي اڳواڻ پاڪستان جي مختلف جيلن ۾ بند ڪيا ويا، انهن مان حيدرآباد سازش تمام گهڻو مشهور آهي بلوچستان جي

---

[٧٢] ’تبديليءَ جا محرڪ ۽ سنڌ جو آئندو‘، جامي چانڊيو، CPCS، حيدرآباد. 2007ع، ص 390.

[•] ’اکين ڏٺو ڪَنن ٻُڌو‘، ڪامريڊ مير محمد ٽالپر، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو 2007ع، ص 52-53.

صورتحال وڃي هي بيٺي جو هڪڙا بلوچ جيل ۾ هئا. انهي حوالي سان پروفيسر لارنس زائرنگ لکي ٿو تہ:

"جڏهن ضيا مارشل لا هنئي تڏهن هن پوري بلوچستان جا 11000 هزار قيدي آزاد ڪيا. انگن اکرن مطابق پنجاب مان 5522, سرحد مان 4184, سنڌ مان 1050 ۽ بلوچستان مان 353."≈

پيا بلوچ جبلن تي مزاحمت ڪندي شهادت ماڻي رهيا هئا. هزارين بلوچن کي قتل ڪيو ويو جنهن ۾ عطاءُ الله مينگل جو پٽ اسدالله مينگل بہ شامل هو. فوجي ڪارروائي پورا چار سال هلي،جنهن ۾ 80 هزار فوج حصو ورتو. انهي فوجي ڪارروائي ۾ بلوچستان ۾ جيڪو قتل عام ٿيو جنهن ۾ هزارين بيگناهہ بلوچن کي قتل ڪيو ويو. انهيءَ کي سمجهڻ لاءِ اسان هتي رڳو بہ مثال وٺنداسون.

"25 جون 1974ع تي مري قبيلي تي فوجي چڙهائي ڪري 900 کان بہ وڌيڪ ماڻهن کي قتل ڪيو ويو."•

"18 سيپٽمبر 1974ع تي چيما لينگ جي مقام تي 800 کان وڌيڪ مري قبيلي جي ماڻهن کي ماريو ويو."♦

"بي پاسي بلوچن جي عورتن کي سرعام بازار مان کڻي انهن سان جنسي ڏاڍا ڪئي وئي، جن جو تعداد سون ۾ آهي، رڳو 1973ع جي آخر ۾ لورالي بازار مان 8 مري قبيلي جي نوجوان ڇوڪرين کي سرعام بازار مان کڻي انهن سان جنسي ڏاڍائي ڪئي وئي."•

ڪامريڊ مير محمد ٽالپر انهيءَ آپريشن ۽ جمهوري دؤر لاءِ لکي ٿو:

"جمهوريت جي آڙ ۾ عطاءُ الله خان مينگل جي ڳوٺ ۾ عيد جي نماز تي جنرل ٽڪا خان بمباري ڪرائي، پاڻي جي تلائن ۾ زهر وڌا ويا، جيئن بلوچن جا چوپايا جانور مري وڃن."•

---

≈ 'پاڪستان کا سياسي بحران'، پروفيسر لارنس زائرنگ، ص211.

• 'A Journey To Disillusionment', Sherbaz Khan Mazari, Oxford Press, Third Impression Karachi, 2006, P-350.

♦ ايضاً P-364.

• ايضاً P-352-353.

• 'يادگيرين جو سفر'، ڪامريڊ مير محمد ٽالپر، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو ٻيو ڇاپو 2004ع، ص 148.

جيئن بنگال جي معصوم ۽ بي گناهہ عورتن سان ظلم ڪيو ويو. ساڳيو ظلم بلوچستان ۾ جاري هو. ايڏي تباهي دوران انهيءَ مسئلي جو ڪوبہ سياسي حل تلاش نہ ڪيو ويو. بلوچن تي الزام هنيائون تہ اهي بلوچستان ۾ بغاوت جي تياري پيا ڪن. عراق انهن جي مدد پيو ڪري. وڏي حڪمت عملي سان اسلام آباد ايئرپورٽ تان عراقي هٿيار پڪڙي چيائون تہ هي هٿيار بلوچستان پئي ويا. هٿيار بلوچستان لاءِ وري اسلام آباد ايئرپورٽ تي پيا لهن. يعني عراق وارن کي بلوچستان جي خبر نہ هئي.

ڀُٽو صاحب، ٽڪا خان سان انهيءَ "بغاوت" کي ختم ڪرڻ لاءِ ميٽنگن ۾ مصروف رهيو. گورنر بگٽي سڄي تباهي اکين سان پئي ڏٺي، هن استعيفيٰ اڳ ۾ ڏئي ڇڏي هئي، هن جي استعيفا جنوري 1974ع ۾ ڀُٽي منظور ڪئي. يعني جيڪو ماڻهو 15 فيبروري 1973ع تي گورنر ٿيو هو تنهن جڏهن بلوچستان ۾ تباهي ڏٺي تڏهن هڪ ڏينهن بہ وڌيڪ حڪومت ۾ رهڻ کي پسند نہ ڪيو.

بلوچستان جي پکيڙ 3 لک 17 هزار چورس ڪلوميٽر آهي. ڪيڏي نہ افسوس جهڙي ڳالهہ آهي، جو انهي 3 لک 17 هزار چورس ڪلوميٽر واري علائقي ۾ 1 لک چورس ڪلوميٽر کان بہ وڌيڪ علائقي ۾ آپريشن جاري هو. جنهن ۾ ڪوبراگن شپ هيلي ڪاپٽر بہ هئا. جيڪي ايران جي شاهہ پائليٽن سميت موڪليا هئا. انهن جو تعداد 30 هو. (ايران يعني آمريڪا) هي سڄي تباهي روس کي روڪڻ لاءِ ڪئي وئي هئي. ڀُٽي جي دؤر ۾ جيڪي ماڻهو پنهنجا حق گهرندا هئا، انهن کي ختم ڪرڻ لاءِ "روس جو ايجنٽ" يا "روس جا ايجنٽ" جو لقب تيار هوندو هو ۽ پوءِ تباهي شروع هوندي هئي.

پوري بلوچستان جي صورتحال خراب هئي. ڀُٽي صاحب وڏي پلاننگ سان پهرين مينگل ۽ بزنجي کي بگٽي خلاف استعمال ڪيو ۽ پوءِ بگٽي کي مينگل، مري ۽ بزنجي خلاف استعمال ڪيو. آخر ۾ وري خان آف قلات کي آندائين. پوري دؤر ۾ ڀُٽي صاحب انهي سڄي معاملي جو ڪوبہ سياسي حل نہ ڪيدي سگهيو. سندس ڏاهپ جا سڀ رواڙا الائي ڪٿي مصروف هئا. ڀُٽي فوج کي بلوچستان ۾ استعمال ڪرائي. انهيءَ کي پنهنجي قوت بحال

ڪرائڻ جو تاريخي موقعو فراهم ڪيو جيڪا فوج 1965ع ۽ 1971ع جي جنگين ۾ عبرتناڪ شڪستون کائي چڪي هئي، جيڪا پوين پساهن ۾ هئي. جنهن ۾ اقتدار کي وري حاصل ڪرڻ جي سگهه نه هئي. تنهن کي ڀُٽي صاحب سرحد ۽ بلوچستان ۾ ”عظيم ڪم“ سرداري نظام کي ختم ڪرڻ لاءِ موڪلي انهن جا فخر مان ڳاٽ اوچا ڪري ڇڏيا. اها فوج بلوچستان مان سرداري نظام جو خاتمو ته نه آڻي سگهي. البته ڀُٽي صاحب جي حڪومت کي ختم ڪري انهن سردارن کي آزاد ڪيو. انهيءَ فوج ڀُٽي کي تمغن سان پئي نوازيو. اهي سڀ ڪم ڀُٽي صاحب جي Monkey- General پولڙي جنرل ضياءَ پئي ڪيا. جيڪو ڀُٽي کي چوندو هو ته ”سر آئون توهان جي حڪم تي پنهنجي پيءُ جي سسي لاهي سگهان ٿو.“ پوءِ انهي ضياءَ پنهنجي پيءُ جي سسي ته ڪونه لاٿي، باقي ڀُٽي صاحب کي گهُمائي رکيائين.

# سرحد ۾ نعپ ۽ ولي خان وارن سان ڇا پئي ٿيو؟

ڀُٽي صاحب جي حڪومت نهڻ ڪانپوءِ شروعاتي دؤر جي سياسي تشدد جي باري ۾ پروفيسر لارنس زائرنگ هن طرح لکي ٿو:

"Political murders and assassinations became routine. Labour leaders were killed in their offices or in their homes. The speaker of the Balochistan Assembly and a member of the opposition were shot dead. The venerable leader of the NAP in Balochistan, A. S. Achakzai, was assassinated. Attempts were made on the lives of Wali Khan, the NWFP leader, and Asghar Khan, the mentor of the Tehrik-i-Istiqlal... The elevation of political violence was observed in quantum terms..."♦

"سياسي اڳواڻن ۽ ماڻهن جا قتل معمول تي ڇڪو هو. مزدور اڳواڻن کي پنهنجن گهرن يا آفيسن ۾ قتل ڪيو ويندو هو بلوچستان اسيمبلي جي اسپيڪر ۽ هڪ مخالف ڌر جي ميمبر کي گوليون هڻي ماريو ويو. بلوچستان ۾ نعپ جي انتهائي معزز اڳواڻ اي ايس اڇڪزئي کي قتل ڪيو ويو. سرحد صوبي جي ليڊر ولي خان ۽ تحريڪ استقلال جي رهبر اصغر خان تي ٿاتلاٽا حملا ڪيا ويا... ٿورڙي وقت ۾ سياسي تشدد ۾ تمام گهڻي واڌ محسوس ڪئي وئي..."

ڀُٽي صاحب جي جمهوري حڪومت جون نوازشون ۽ مهربانيون ڪهڙيون ڳڻائي ڪهڙيون ڳڻائجن. ڀُٽي صاحب جي بظاهر حڪومت ڪرڻ جو انداز تہ عوامي ۽ جمهوري هو. پر جيڪڏهن انهي عوامي ۽ جمهوري حڪومت جي عملن ۽ ڪارنامن تي تحقيق ڪجي تہ ڀُٽي صاحب پنهنجي جمهوري حڪومت ۾ سنڌ. سرحد. پنجاب ۽ بلوچستان ۾ ڇا ڇا نہ ڪيو؟ ڪنهن بہ مخالف کي ڪهڙي بہ صورت ۾ هلڻ ۽ ڳالهائڻ جو حق نہ هو.

♦ "*Pakistan in the Twentieth Century*", Lawrence Ziring. (Eighth Impression-2007) Oxford University Press, Karachi, P-381.

جيڪڏهن ڪنهن ڳالهايو ٿي تہ انهي پنهنجي سر تان سانگو لاهي ڇوڙ ٿي ڳالهايو. ڇو تہ ملڪ جي هر ڪنڊ ۾ جمهوري حڪومت جا مقرر ماڻهو مخالفن جون لسٽون ٺاهي، انهن کي پيا ٽارگيٽ ڪندا هئا. هڪڙي طرف پوليس، سي. آءِ. ڊي تہ ٻئي طرف ايف. ايس. ايف جا 20 هزار نوجوان جمهوريت کي جمهوريت مخالف جي هر حربي ۽ حملي کان بچائي رهيا هئا. ڪنهن بہ ماڻهو کي همت نہ هئي تہ ڀُٽي صاحب جي حڪومت خلاف ڪجھ ڳالهائي، جي ڳالهايائين تہ غنڊا فورس جو گهيراءُ شروع. همراھ گم. اهڙيون خوفزده ۽ ڊيڄاريندڙ حالتون هيون جو ولي خان، ڀُٽي کي "ايڊولف ڀُٽو" جو خطاب ڏنو.•

ولي خان جنهن جي پارٽي بنگال جي وڏي سانحي کانپوءِ ڀُٽي صاحب جو ساٿ ڏنو. ڀُٽي صاحب پنهنجي ڏاهپ جو مظاهرو ڪري انهن سان ڇا ڪيو اهو سڀ ڪجھ تاريخ جي ورقن ۾ لکيل آهي. ولي خان 1973ع جي آئين جي حوالي سان چيو تہ:

"1973ع ۾ جڏهن اسين آئين ٺاهڻ ويٺاسون تہ اسان پاڪستان پيپلز پارٽي کي بلينڪ چيڪ ڏئي ڇڏيو. اسان آئين ٺاهڻ جو بلينڪ چيڪ پيپلز پارٽي کي انهيءَ لاءِ نہ ڏنو هو تہ اسان انهي کان خوفزده هئاسين يا اسان ڪنهن کان ڊڄڻ وارا هئاسين يا ڪنهن کان ڪجھ ڏيڻو وٺڻو هو. بلڪل نہ. مون انهي وقت پارليامينٽ ۾ جيڪا تقرير ڪئي هئي اها رڪارڊ تي آهي. مون مسٽر ڀُٽي کي مخاطب ٿيندي چيو تہ: 'آئون توهان کي اعتماد جو ووٽ ڏئي رهيو آهيان، حالانڪ مون کي توهان تي اعتماد ڪونهي.' مون انهي وقت هي بہ چيو هو تہ اسان انهيءِ لاءِ توکي اعتماد جي ووٽ جو بلينڪ چيڪ ڏئي رهيا آهيون. جو اسان جو ملڪ ٽٽي چڪو آهي، اسان جا 90 هزار فوجي دشمن جي قيد ۾ آهن. هاڻي هي ملڪ ٻي ڪنهن محاذ آرائي جو متحمل نٿو ٿي سگهي."*

* "*Zulfi Bhutto of Pakistan*", Stanley Wolpert. (Third Edition-2008) Oxford University Press. Karachi. P-212.

• 'خان عبدالولي خان زندگي اور جدوجهد'، زيرڪ او تمان خيل، فڪشن هائوس، لاهور، 2010ء، ص- 59.

انهيءَ بلينڪ چيڪ جو ڀُٽي حڪومت ڪهڙي طرح لاٿو:

"23 مارچ 1973ع تي يو. ڊي. ايف (متحده جمهوري محاذ United Democratic Front) جو پنجاب جي شهر راولپنڊي جي لياقت باغ ۾ جلسو هو جنهن ۾ صوبي سرحد کان وڏي تعداد ۾ پٺاڻن به شرڪت ڪئي. جلسو شروع نه ٿيو هو ته فائرنگ شروع ٿي. ولي خان جلسي گاهه جي ويجهو ٻين رهنمائن سان گڏ مسلم ليگ جي هڪ ليڊر جي گهر تي جلسي جي شروعات جو انتظار ڪري رهيو هو. جڏهن هن فائرنگ جو آواز ٻڌو ته هو جلدي اسٽيج تي اچي ويو. فائرنگ هلندڙ هئي. پويان چودري ظهور الاهي آيو ۽ ولي خان جي سامهون بيهي رهيو ته توهان اسٽيج تان لهي وڃو پر ولي خان چيو ته جيڪي هيٺ مري رهيا آهن، اهي به پٺاڻ آهن. ايتري ۾ ولي خان سان گڏ بيٺل هڪڙي نوجوان کي سيني ۾ گولي لڳي ۽ اهو شهيد ٿي ويو. لياقت باغ ۾ پٺاڻن جي قتل عام جي تصوير ڪشي ڪندي نواز رضا انهي واقعي جو اکين ڏٺو احوال نوائي وقت راولپنڊي اسلام آباد ۾ پنهنجي ڪالم اسلام آباد نوٽ بڪ ۾ 3 فيبروري 2006ع ۾ لکي ٿو ته:

'مون کي 23 مارچ 1973ع جو واقعو اڄ به ياد آهي. جڏهن خان ولي خان نعپ جي ڪارڪنن سان جلوس جي صورت ۾ لياقت باغ جي جلسه عام ۾ شرڪت جي لاءِ اچي رهيو هو ته هن جي قافلي کي مختلف جڳهن تي حڪومت روڪي ڇڏيو جيڪي ماڻهو لياقت باغ ۾ پهچڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا، انهن کي گولين سان پروڻ ڪيو ويو. اسان جي سياسي تاريخ جو اهو ڪارو ڏينهن هو جتي رياستي طاقت کي استعمال ڪري جلسي کي منتشر ڪيو ويو.... انهيءَ آپريشن جي نگراني انهي وقت جو وزيراعليٰ پنجاب پارڪ (لياقت باغ جي پارڪ) هوٽل جي ڇت تي ويهي ڪري رهيو هو"■. اسٽينلي وولپرٽ انهيءَ عملي ۾ مارجي ويلن ۽

---

■ 'خان عبدالولی خان زندگی اور جدوجہد'، زیرک اوتمان خیل، فکشن ہاؤس، لاہور، 2010ء، ص- 57-56.

زخمين جو تعداد هن طرح لکي ٿو. انهيءَ جلسي ۾ 10 ماڻهو مارجي ويا، تقريبن هڪ سئو زخمي ٿيا.•

جمهوري دورن ۾ مخالفن جي جلسن تي ائين حملا ٿيندا آهن؟ ائين انهن کي ماريو ويندو آهي؟ ائين ڪليل دهشتگردي ڪري درجني ماڻهو ماري جلسا ختم ڪرائي، اڳواڻن کي واڙيو ويندو آهي؟ ائين ته ڊڪٽيٽر ڪري سگهن ٿا. ائين ته آمر ۽ هٽلر جهڙا فاشسٽ حڪمران ڪري سگهن ٿا. ائين ضياءَ سنڌي ماڻهن سان ڪيو هو ائين ايم. ڪيو. ايم 12 مئي تي ڪيو هو ائين اسرائيلي حڪومت فلسطينن تي ڪندي آهي. ائين ڀُٽي جي چيف آف آرمي اسٽاف ضياءَ اُردن ۾ مظلوم فلسطينن تي ڪيو هو.

ماڻهو کي اها اجازت نه هوندي هئي ته هو سڌو ۽ سولو رستو وٺي گهر وڃي، انهن جي رستن تي جمهوريت جا محافظ وينا هوندا هئا، جيڪي گوليون هلائي ماڻهو ماري جمهوري قوت کي ڏينهون ڏينهن رت جو پاڻي ڏئي انهيءَ جي خوشبو ملڪان مُلڪ ڦهلائيندا هئا، جمهوريت کي مضبوط ڪرڻو آهي ته مخالفن جو رت ڪپي يا مخالف نه هجن.

”ولي خان تي ٽيون قاتلاڻو حملو مالاڪنڊ ايجنسي ۾ انهيءَ وقت ٿيو جڏهن هو سوات ڏانهن پنهنجي گهر پئي ويو. هن جا ٻئي ڊرائيور موڪل تي هئا، انهيءَ ڪري هن هڪ نوڪر کي پاڻ سان کڻي پنهنجي ڳاڙهي جيپ ۾ روانو ٿيو. جڏهن گهر کان ٿورو اڳتي هليو ته هن جو ترڪ ڊرائيور سامهون آيو. نوڪر چيو ته: انهيءَ ڊرائيور کي گڏ کڻي هلون ٿا... ولي خان ڊرائيور سان گڏ سامهون واري سيٽ تي جڏهن ته نوڪر پويان ويهي رهيو. جيئن ئي هو ضلع مردان جي حدن مان نڪري مالاڪنڊ ايجنسي جي حدن ۾ داخل ٿيا، ته گاڏي تي فائرنگ شروع ٿي وئي. ڊرائيور ڊپ مان گاڏي جي رفتار وڌائي ڇڏي، ولي خان انهي کي روڪڻ جو چوندو رهيو. ايتري ۾ پويان ويٺل نوڪر رڙ ڪئي ته مون کي گولي لڳي آهي.

• *"Zulfi Bhutto of Pakistan"*. Stanley Wolpert. (Third Edition-2008) Oxford University Press. Karachi. P-212.

ولي خان جيپ جو انجڻ بند ڪري ڇڏيو. گاڏي بيهي رهي. انهيءَ دوران ڊرائيور کي بہ ڪن وٽ گولي لڳي. ايتري ۾ پر واري گهرن مان ماڻهو پهچي ويا. اهي زخمين کي کڻي درگئي اسپتال طرف روانا ٿيا، پر نوڪر رستي ۾ ئي دم ڏئي ڇڏيو. انهي حملي ۾ جيپ کي 13 گوليون لڳيون، جنهن مان 7 گوليون سامهون واري شيشي ۾ لڳيون هيون.... بعد ۾ بي. بي. سي جو هڪڙو نمائندو ولي خان جي گهر آيو ۽ جڏهن هُن جيپ ڏٺي تہ هن کي يقين نہ پئي آيو تہ جيپ ۾ ويٺل ماڻهو ڪيئن بچيا. (ڏسو ڪتاب "ولي خان وارو ص 56_57)

اهو واقعو 28 سيپٽمبر 1973ع تي ٿيو جنهن ۾ نوڪر ۽ ڊرائيور ٻئي مارجي ويا.•

حملن مٿان حملا ٿيندا هئا. انهن ۾ نہ صرف گوليون هلايون ويندڙيون هيون، پر هينڊ گرينڊ بہ استعمال ڪيا ويندا هئا:

"گوجرانوالہ جي هڪڙي جلسي ۾ هينڊ گرينڊ سان حملو ڪيو ويو ولي خان جيئن تقرير ختم ڪري واپس ويو پئي ۽ پير پاڳارو تقرير ڪرڻ لاءِ آيو پئي تہ هينڊ گرينڊ سان حملو ڪيو ويو جيڪو اتفاق سان لائوڊ اسپيڪر ۾ لڳو ۽ لائوڊاسپيڪر ڌماڪي سان ڦاٽي پيو جنهن ۾ ڪيترائي ڪارڪن ۽ ظهور الاهي بہ زخمي ٿي پيو. جيڪڏهن اهو هينڊ گرينڊ اسپيڪر کي نہ لڳي ها تہ ولي خان جو ڪم پورو ٿي وڃي ها."▪

"نعپ جي جنرل سيڪريٽري قسور گرديزي کي پوليس گرفتار ڪري ٿاڻي تي کڻي وئي. ٿاڻي تي هن جي آڏو هڪ بصر، هڪ پٽاٽو ۽ هڪ بيدو پيش ڪيو. ڪانئس پڇيو ويو تہ هو پنهنجي لاءِ ڪنهن کي ترجيح ڏيندو؟ انهيءَ کان پوءِ مٿس تمام گهڻو تشدد ڪيو ويو."•

---

• "*Zulfi Bhutto of Pakistan*", Stanley Wolpert, (Third Edition-2008) Oxford University Press, Karachi. P-223.

▪ 'خان عبدالولي خان زندگي اور جد وجهد'، زيرڪ او تمان خيل، فڪشن هائوس، لاهور، 2010ء، ص- 56.

• 'A Journey To Disillusionment', Sherbaz Khan Mazari, Oxford Press, Third Impression Karachi, 2006, P-332.

قسور گرديزي تي ڏاڙيلن ۽ چورن جيان تشدد ڪيو ويو. هو نہ ڪو ڏاڙيل هو تہ نہ ڪو چور، هو تہ هڪ سيد خاندان مان هو ۽ ملتان جو رهواسي هو ۽ ٻن صوبن جي هڪ وڏي پارٽي جو جنرل سيڪريٽري بہ هو.

ولي خان جو 85 سالہ بزرگ پيءُ عبدالغفار خان جيڪو ايوب خان جي دور کان وٺي 8 سال ڪابل ۾ جلاوطن هو. جڏهن ڀُٽي صاحب جي حڪومت آئي تہ هن سمجهيو تہ هاڻ ملڪ ۾ جمهوريت اچي وئي، تنهنڪري واپس ملڪ موٽجي. جڏهن هو واپس آيو ۽ ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ کيس نظربند ڪيو ويو. 13 اپريل 1974ع تي يوسف لوڌي کي انٽرويو ڏيندي هن چيو تہ:

"I had come from Kabul only after I was assured that there was democracy in the country... but what I saw here was the worst ever dictatorship it was virtually a one man rule."

"آئون ڪابل مان صرف انهي ڪري واپس موٽي آيس جو مون کي يقين ڏياريو ويو تہ ملڪ ۾ جمهوريت اچي وئي آهي، پر مون هتي ڇا ڏٺو هيلتائين جي انتهائي بدترين آمريت ۽ تقريبن هڪڙي ماڻهو جي حڪمراني هئي."•

ولي خان تي جڏهن اهڙي قسم جا سيئي حملا ناڪام ٿيا، تڏهن 8 فيبروري 1975ع تي خبر آئي تہ پشاور يونيورسٽي ۾ بم ڌماڪي ۾ حيات شيرپائو شهيد ٿي ويو آهي. ولي خان کي جڏهن انهي خبر جو اطلاع لاهور ۾ مليو تہ اتان جنازي ۾ شرڪت لاءِ پشاور روانو ٿيو. واپس ايندي هن کي گجرات ۾ رات پئجي وئي. اتي پوليس جي ناڪابندي ٿيل هئي، اتان پوليس ولي خان کي گرفتار ڪري واپس لاهور جي هڪڙي ٿاڻي ۾ رکيو. انهي ٿاڻي ۾ نعپ پنجاب جو صدر راڻا مهزور اختر بہ قيد هجي. صبح جو ولي خان کي لاهور کان ساهيوال جيل منتقل ڪيو ويو. ايندڙ ٻن ڏينهن ۾ حڪومت پنجاب، سرحد، بلوچستان ۽ سنڌ مان نعپ جا هزارين ڪارڪن حيات شير پائو جي قتل ۾ گرفتار ڪري جيل موڪلي ڇڏيا. حيات شير پائو جي قتل جي الزام ۾ ولي خان سان گڏ ان جي پٽ اسفند يار ولي کي بہ گرفتار ڪيو ويو ۽ هن جي پنجاهہ ڏينهن تائين خبر ئي ڪونہ هئي تہ کيس ڪٿي رکيو

• "*Zulfi Bhutto of Pakistan*", Stanley Wolpert, (Third Edition) Oxford University Press, Karachi. P-236.

ويو. هن کي پشاور جي هڪڙي قلعي ۾ عبرتناڪ تشدد جو نشانو بڻايو ويو ۽ بعد ۾ هن کي انهيءَ ڪيس ۾ 15 سالن جي سزا ڏني وئي.

”ولي خان کي گرفتار ڪرڻ ڪانپوءِ حڪومت کي هڪڙي آئيني مشڪل پيش آئي. اها هي هئي ته قومي اسيمبلي جي ڪنهن به ميمبر کي هي حق حاصل هو ته اسيمبلي جي اجلاس شروع ٿيڻ کان 15 ڏينهن اڳ ۽ اجلاس جي ختم ٿيڻ کان پوءِ 15 ڏينهن تائين ميمبر کي گرفتار نه ڪيو ويندو. ولي خان جي 8 تاريخ تي گرفتاري ته قومي اسيمبلي جي جاري سيشن دوران ٿي هئي. انهيءَ لاءِ ڀُٽي حڪومت 10 فيبروري تي قومي اسيمبلي ۾ هڪ آئيني ترميم پاس ڪرائي، جنهن جي نتيجي ۾ اسيمبلي جي ميمبرن کان اهو حق کسيو ويو. نظربندي جي قانون ۾ به ترميم ڪئي وئي ته هنگامي حالتن جي روشني ۾ حڪومت جن ماڻهن کي گرفتار ڪندي، عدالت انهن سان انصاف ڪرڻ تي مجبور نه هوندي.■

ان کان پوءِ ولي خان ڪڏهن ساهيوال جيل ته ڪڏهن ڊسٽرڪٽ جيل راولپنڊي، انهيءَ کان پوءِ سکر جي جيل جي حوالي سان لکيل آهي ته: ”خان عبدالولي خان کي ساٿين سميت پنڊي کان سکر جيل چالان ڪيو ويو اتي هن تي ۽ هن جي ٻين ڪيترن ئي ساٿين کي جن جو تعلق نعپ بلوچستان سان هو. سکر سازش ڪيس جي نالي سان ڪجهه مهينا پهرين ملڪ جي خلاف سازش ڪرڻ ۽ ملڪ کي ٽوڙڻ جي الزام ۾ ڪيس درج هو. اتي هڪ عدالت قائم ڪئي وئي، جنهن جو جج عبدالحئي قريشي هو. هي هڪ نالي ماتر مقدمو هو جنهن ۾ هڪڙي پيشي به نه ٿي سگهي. سکر جيل ۾ ولي خان تي پنهنجي گهر وارن خاص طور تي بيگم نسيم ولي خان سان پشتو ۾ ڳالهائڻ جي اجازت نه هئي. ڇو ته ملاقات دوران موجود ڪيترن ئي ادارن (ايجنسين) جا ماڻهو پشتو سمجهي نه سگهندا هئا.“■

■ ’خان عبدالولي خان زندگی اور جدوجہد‘، زیرک او تمان خیل، فکشن ھاؤس، لاہور، 2010ء، ص- 65.
■ ایضاً ص- 67.

انهيءَ ڪانپوءِ بدنام زمانه حيدرآباد سازش ڪيس ٿيو جيڪو 10 مئي 1976ع کان شروع ٿيو ۽ ڀُٽي صاحب جي حڪومت ختم ٿيڻ تائين ختم نه ٿيو. انهيءَ دوران حڪومت ولي خان، خير بخش مري، عطا الله مينگل ۽ ٻين سان جيڪو ورتاءُ ڪيو، اهو هڪڙو وڏو داستان آهي. حڪومت طرفان ڪيترن ئي گواهن جا نالا ڏنا ويا ۽ اهي ولي خان، عطا الله مينگل، خير بخش مري ۽ ٻين تي عيني گواهه هئا. انهن گواهن ۾ ڀُٽي صاحب جو چيف سيڪيورٽي آفيسر سعيد احمد خان سان گڏ ٻه ڊي. آءِ. جي ۽ هڪ مفتي صاحب به هو جيڪي گواهيون ڏيڻ آيا هئا ته ولي خان حيات شير پائو کي ڪيئن ماريو ۽ خير بخش مري، عطا الله مينگل ۽ ٻيا ڪيئن پاڪستان کي ٽوڙڻ جون سازشون ڪري رهيا هئا. سبحان الله!

هڪڙي پاسي گواهن جي لسٽ وڏي هئي ته، ٻئي پاسي ڪورٽ سگوري جي ڪيس هلائڻ جي رفتار هي هئي جو 19 مهينن ۾ صرف 22 گواهه پيش ٿيا هئا. تنهن تي ولي خان چيو ته:

”جج صاحب جيڪڏهن گواهه انهي رفتار سان پيش ٿيندا رهيا ته انهي ۾ 100 سال لڳي ويندا ۽ ايترائي سال وري صفائي جا گواهه وٺندا ۽ پوءِ وري 50 سال وڪيلن جا دليل هلندا. مهرباني ڪري آب حيات جو بندوبست ڪيو. توهان به پيئو اسان کي به پيئاريو. گواهن کي به ۽ ڀُٽي کي به ته جيئن مقدمي جو فيصلو اچڻ تائين زنده رهي.“

پوءِ جڏهن وري ڀُٽو صاحب پنهنجين پاليسين ۽ حڪومتي عملن جي ڪري ڦاسي پيو تڏهن ڇا ڪيائين؟ ولي خان جي حوالي سان زيرڪ اوتمان خيل لکي ٿو ته:

”3 جولاءِ 1977ع جي شام جو جيل جي سپرينٽنڊنٽ ولي خان کي ٻڌايو ته اڄ رات 10 بجي هڪ اهم ۽ ذميوار شخص توهان سان ملاقات لاءِ اچي پيو. آئون رات جو 10 بجي توهان کي پنهنجي آفيس وٺي ايندس. ولي خان چيو ته جيڪڏهن اهو ڀُٽي جو ماڻهو آهي ته آئون بلڪل نه ملندس، ڇو ته ڀُٽي سان پي. اين. اي جا مذاڪرات هلي رهيا آهن. انهي تي سپرينٽنڊنٽ تمام گهڻو ضد

ڪيو تہ هن جي ملازمت جو سوال آهي. رات جو 10 وڳي ولي خان ڀُٽي جي نمائندي سان ملاقات ڪئي. نمائندي چيو تہ ڀُٽو چوي ٿو تہ: هن ڪان غلطي ٿي آهي ۽ هاڻي هو توهان سان معاهدو ڪرڻ چاهي ٿو. ولي خان چيو تہ: جيڪڏهن ڀُٽو مذاڪرات ڪرڻ چاهي ٿو تہ ٻاهر ويٺل ماڻهن سان ڪري. اسين تہ ڦاسي جي ڪوٺڙي ۾ بند قيدي آهيون. پوءِ انهي شخص ٻڌايو تہ ڀُٽو توسان سمجهوتو ڪرڻ چاهي ٿو ۽ هو توهان کي ٻنهي صوبن جي گورنري ۽ صوبائي حڪومتون واپس ڏيڻ لاءِ تيار آهي ۽ هو (ڀٽو) چاهي ٿو تہ توهان مرڪز ۾ بہ هن سان گڏ حڪومت ناهيو ۽ مرڪزي وزيرن ۾ اڌ توهان جا هوندا. ڇو تہ توهان سان تمام گهڻي زيادتي ٿي آهي. انهيءَ لاءِ هو توهان کي اڌ وزارتون توهان جي مرضي موجب ڏيڻ چاهي ٿو. انهي جي عيوض هو (ڀٽو) صرف هي گهري ٿو تہ توهان پي. اين. اي جي تحريڪ کان عليحده ٿي وڃو. ولي خان ڪنهن بہ قسم جي سمجهوتي ڪرڻ کان انڪار ڪيو ۽ معذرت ڪئي. ڇيائين تہ آئون ڪالعدم نعپ جو صدر آهيان. هي اسان جون ڪجهہ روايتون آهن. اسان دشمن جي مجبوري مان ڪو ناجائز فائدو نہ وٺندا آهيون. اڄ ڀُٽي جو حال نازڪ آهي، جڏهن هو انهي بحران مان نڪرندو تڏهن هن سان ڳالهہ ٻولهہ ڪنداسين.“■

ڀُٽي صاحب جي لاءِ تمام گهڻو تيزي سان اڳتي نڪري وڃڻ ۽ وري ساڳي تيزي سان پوئتي موٽڻ ڪو مسئلو نہ هو پر هن دفعي حالتون ڀُٽي جي ڪنٽرول کان ٻاهر هيون. جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڀُٽي صاحب جي پوئتي هٽڻ وارا عمل پڙهڻ چاهي ٿو تہ هو اسٽينلي وولپرٽ جي ڪتاب جا آخري بہ باب ضرور پڙهي ڏسي.

■ 'خان عبدالولي خان زندگي اور جدوجهد'، زيرڪ او تمان خيل، فڪشن هائوس، لاهور، 2010ء، ص- 71-72.

# سنڌ ۾ جمهوريت ڪي مضبوط ڪيئن ڪيو پئي ويو؟

ڀُٽو صاحب جڏهن ايوب خان جي حڪومت ۾ وزير هو تڏهن هڪ ”تعليمي ڪميشن“ ٺهي هئي، جنهن جون پاليسيون سنڌي ٻولي لاءِ ۽ سنڌي قوم لاءِ موت جي برابر هيون. محمد عثمان ڏيپلائي صاحب انهن پاليسين جي مذمت ڪندي ڀُٽي صاحب کي خط لکيو ڇو تہ ڀُٽي صاحب انهي ”تعليمي ڪميشن“ جي پاليسين جي تعريف ڪئي هئي. ڏيپلائي صاحب 9 مئي 1960ع ۾ پنهنجي خط ۾ لکي ٿو تہ:

چيست ياران طريقت! بعد ازين تدبير ما!
قابل توجهہ جناب ذوالفقار علي خان ڀُٽو صاحب.

وزير حڪومت پاڪستان!

اها مشهور ڳالهہ آهي تہ جڏهن سلطان محمد خان فاتح ترڪيءَ جي تخت تي ويٺو تڏهن سندس هڪ ماٽيجي ماءُ ڪيس مبارڪباد پيش ڪرڻ وئي ۽ واپس گهر اچي تہ سندس اڪيلو پٽ پينگهي ۾ قتل ٿيو پيو آهي!

سو ساڳيءَ طرح هينئر جناب ذوالفقار علي خان ڀُٽي صاحب ڪراچيءَ ۾ اعلان ڪيو تہ ’تعليمي ڪميشن‘ جي سفارشن عمل ۾ اچڻ سان سنڌي زبان کي ڪوبہ نقصان نہ رسندو!

پر اڃا هن آواز جي گونج ئي ختم ڪانہ ٿي تہ بقول ماسٽر نيوز خيرپور ڊويزن جي انسپيڪٽر اسڪولس مسٽر بلوچ شڪارپور ۾ کليو کلايو اعلان ڪيو تہ هاڻي ’سنڌي لکو سنڌي پڙهو ۽ سنڌي سکو‘، جي عادت ترڪ ڪريو. سنڌي ٻوليءَ کي ڪفن ڏئي دفن ڪريو. جيڪي ماسٽر اردو فائنل پاس ڪيل نہ آهن. تن کي ماستري ڪانہ ملندي. هو وڃي پٽيوالي يا بيلداري ڪن!‘

سنڌين تي مسٽر بلوچ جو اهو عظيم احسان آهي، جو هن اهو انڪشاف ڪري ڇڏيو جو شايد ٻيو ڪوبہ ڏڄڻو سنڌي آفيسر هرگز ڪري نہ سگهندو.

هن انڪشاف بعد اسين جناب ڀُٽي صاحب کان پڇون ٿا تہ ”حضور والا! هاڻي اوهان جي دلاسن جو ڇا ٿيندو!“

وري اڳتي ڀُٽي صاحب سميت ٻين سنڌي ميمبرن کي اپيل ڪندي لکي ٿو تہ:

اها سنڌ جي هڪ وڏي بدقسمتي هئي، جو عين انهيءَ وقت، جڏهن تعليمي ڪميشن مقرر ڪئي وئي، سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ڪي اهڙيون حالتون پيدا ٿيون، جنهنڪري سندس سنڌي وائيس چانسلر حضرت علامہ قاضي صاحب استعيفيٰ ڏيڻ تي مجبور ٿيو ۽ سندس جاءِ تي هڪ غير سنڌي محترم ڊاڪٽر صديقي صاحب، وائيس چانسلر مقرر ٿيو.

محترم صديقي صاحب هڪ اعليٰ درجي جو عالم فاضل آهي، مگر اها حقيقت آهي تہ هو سنڌ جي تعليمي حالتن کان واقف ڪونہ هو. نڪي کيس سنڌ جي عوام ضرورتن جي خبر هئي، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو، جو جڏهن تعليمي ڪميشن وٽ ذريعہ تعليم جو موضوع بحث هيٺ آيو، تڏهن هن اها ئي سفارش ڪري ڏني تہ:

”سنڌ ۾ ٽئين درجي کان اردو لازمي ٺهرائي وڃي، ۽ ڇهين درجي کان اها ذريعہ تعليم بہ بنائي ڇڏي وڃي.“

جيڪڏهن ڪهڙو بہ سنڌي وائيس چانسلر هجي ها، تہ بہ هن فيصلي تي ڪڏهن بہ ها نہ ڪري ها ۽ يڪدم سنڌ جو پاسو پيش ڪري ها تہ ائين ڪرڻ تہ سنڌي شاگردن سان ڪورو ناحق ٿيندو....

ههڙي ترقي يافتہ زبان سنڌي، جا اڍائي سؤ ورهين کان ذريعہ تعليم پئي رهي آهي ۽ اٽڪل پنجن هزارن ورهين کان هڪ وڏي ايراضيءَ جي ڳالهائڻ خواه لکڻ جي زبان ٿي رهي آهي، تنهن کي

هن طرح يڪ قلم نابود ڪرڻ جهڙين رٿن تي سنڌي وائيس چانسلر ڪنهن به صورت ۾ صحيح نه پائي ها، پر محترم صديقي صاحب کي انهن ڳالهين جو علم ڪونه هو ۽ فطري طرح هو اردوءَ جو دلدادو هو ان ڪري هن بنا ڪنهن چون چران جي ڪٽي انهيءَ 'سنڌي ڪُش' (مارينڊڙ) رپورٽ تي صحيح ڪئي.

پر جڏهن اها رپورٽ سنڌين اڳيان آئي، تڏهن ساريءَ سنڌ ۾ هڪ هاهاڪار مچي وئي. هو يقيني طور تي سمجهڻ لڳا ته هنن سفارشن عمل سيني سنڌين سان هڪ ڪورو ناحق ٿيندو، جي خود قائداعظم، جي حياتيءَ ۾ منعقد ڪيل تعليمي ڪانفرنس ۾ ٿيل فيصلن جي به خلاف آهن ۽ خود ساريءَ دنيا جي تعليمي اداري يونيسڪو جي تجويزن جي به خلاف آهن.

هن هاهاڪار جي نتيجي طور سيني سنڌي روزنامن، هفتيوار اخبارن، ماهوار ۽ سه ماهي رسالن، صداءِ احتجاج بلند ڪئي، سنڌ جي ادبي انجمنن احتجاجي ٺهراءِ پاس ڪيا. سنڌ جي عوام مان ڪيترن ئي صدر محترم کي درخواستون عرض ڪيون."

اسان جڏهن ڀُٽي صاحب جي سياست ۽ زندگيءَ جو تحقيقي جائزو وٺنداسين، تڏهن خبر پوندي ته ڀُٽو صاحب پنهنجي ڪنهن به مخالف جي شعوري يا لاشعوري ۾ ڪيل غلطي کي معاف ڪرڻ وارو نه هو پوءِ اهو مخالف پنجابي، بلوچ، پٺاڻ يا ڪٽي سنڌي هجي. ان حوالي سان رسول بخش انڙ ايڊووڪيٽ پنهنجي ڪتاب[٣] ۾ لکي ٿو ته:

"رتيديري ۾ منهنجا تعلقات وڏيڪ خانصاحب پير بخش گهانگهري سان هئا، جنهن جو والد صاحب سر شاهنواز جي اليڪشن ۾ مُک مخالف هو. ذوالفقار ڀُٽي کان اها ڳالهه برداشت ڪونه ٿي. مون کي گهرائي سمجهايائين. سندس پاءُ مرحوم

* ڪتاب 'انسان دوست اديب ۽ بيباڪ صحافي محمد عثمان ڏيپلائي'، مرتب: تاج جويو، سنڌ مائٽڪ موتي تنظيم، حيدرآباد سنڌ 2003ع، ص 72 کان 77.

[٣] '1973ع جو آئين ۽ مختصر آئيني تاريخ'، رسول بخش انڙ ايڊووڪيٽ، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو ....، ص 22.

سڪندر خان کي بہ شڪايت هئي، پر ڀُٽي صاحب مون کي ٻڌڻ کانپوءِ ڀاڪر پائي چيو:

"ادا آءٌ تنهنجو ڀاڙيسري آهيان ۽ تنهنجي ڪاتي جو وزير آهيان. آءٌ تنهنجي ڪم ايندس. آءٌ سندس مهرباني مجي ڪانئس موڪلايو. بيسڪ ڊيموڪريسي ۽ وليج هيلٿ جي ائڊمنسٽريشن ۾ تبديليون ٿيون. ڊيولپمينٽ آفيسر جي پوسٽ ختم ڪئي ۽ مون کي ڪوتڏيجيءَ ۾ رکيو ويو. اُتي اٽڪل پوڻا ٽي سال رهيس. مون کي ترقي ملي ۽ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر بيسڪ ڊيموڪريسي ڪري رکيو ويو. خيرپور، لاڙڪاڻو جيڪب آباد، حيدرآباد، سانگهڙ ۽ وري لاڙڪاڻي ۾ نوڪري رهي.

1970ع جي اليڪشن ۾ منهنجي نگرانيءَ ۾ بحيثيت اسٽاف آفيسر ڊپٽي ڪمشنر ٿي. اُن اليڪشن ۾ وڏا راز فاش ٿيا، جيڪي ڪنهن خلاصي مضمون ۾ پيش ڪندس. بنگالين کي ماري ڏار ڪري، ڀُٽي صاحب کي ويسٽ پاڪستان جو بادشاهہ بڻايو ويو. بچيل پاڪستان ۾ ڀُٽي صاحب جي شهنشاهي ۾ ڦهريون حڪم منهنجي خلاف جاري ٿيو. روورشن، ٽرانسفر ۽ ان کان پوءِ سانگهڙ ۾ مون کي ماتحتيءَ ۾ رکيو ويو. پر ڊپٽي ڪمشنر مسٽر محمد خان جوڻيجو جيڪو پوءِ سنڌ جو هوم سيڪريٽري ٿيو. تنهن مون کي ڊيولپمينٽ آفيسريءَ جي پوسٽ تي چارج نہ ڏياري. ان صورتحال ۾ بہ مهينا موڪل ورتم ۽ 12 مارچ تي نوڪريءَ مان ڪڍيلن جي لسٽ ۾ نالو آيو. ڀُٽي صاحب جو ٿورو مڃي، سر ۽ بخت جو خير گهري وڪالت جي سڪيا شروع ڪيم."

آفيسرن کي بيروزگار ڪرڻ جي حوالي سان جمال ابڙو بہ پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو تہ:

"ڪمال انجنيئري ڪان متي نہ چڙهيو. جڏهن ميرپورخاص ۾ هئو تہ راڻا چندر سنگ، جو ڳالهائڻ جو سخت، کهرو ۽ ويڙهو آهي، تنهن سان منهن ماري ٿيس ۽ هن صاحب ڀُٽي صاحب جي دؤر ۾

سندس نالو ڏئي تيرهن سئو آفيسرن سان گڏ ڪيس نوڪري مان ڪڍائي ڇڏيو.ء

سنڌ هاءِ ڪورٽ جي معزز جج جسٽس فيروز نانا سان ڀُٽي صاحب جو پلاند. ان حوالي سان اصغر خان لکي ٿو ته: ”جسٽس فيروز نانا سان منهنجي سٺي شناسائي هئي، مون کي پنهنجي استعيفيٰ بابت ٻڌاياائين ته: پاڪستان جي صدر ٿيڻ کان پوءِ ذوالفقار علي ڀٽي جسٽس فيروز نانا کي ملاقات لاءِ نياپو اماڻيو. تقريبن 3 ڪلاڪ انتظار ڪانپوءِ هن کي صدر صاحب جي آفيس ۾ آندو ويو. ذوالفقار علي ڀٽو وڏيڪ پنجن کان ڏهن منٽن تائين جسٽس نانا جي موجودگيءَ کي نظرانداز ڪندي فائيل ڏسندو رهيو. ڪجهه گهڙين ڪانپوءِ هن ڪنڌ مٿي ڪڻندي چيو ته: ”نانا توکي خبر آهي ته مون توکي هتي ڇو گهرايو آهي؟“

”نو سر!“ نانا جواب ڏنو. ”مون توکي اهو ياد ڏيارڻ لاءِ گهرايو آهي ته تنهنجو پيءُ منهنجي پيءُ جو دشمن هو. ڀٽي چيو. جسٽس نانا حيران ٿي چيو ته: ٿي سگهي ٿو ته انهن جا لاڳاپا سٺا نه هجن، پر هڪٻئي جا دشمن ته نه هئا. ان تي ڀٽي وراڻيو ته، ”نه! اهي دشمن هئا ۽ جيڪڏهن مان توکان پلاند نه وٺان ته منهنجو اولاد تنهنجي اولاد کان بدلو وٺندو. سمجهيئه!.“ ۽ فيروز نانا استعيفيٰ ڏيئي ڇڏي.≈

پاڪستان جي پوري تاريخ ۾ آفيسرن کان ناجائز ڪم وٺڻ جا وڏا مثال موجود آهن، پر ڪي اهڙا به آفيسر هئا ۽ آهن جن وقت جي ڪنهن به حڪمران جو ناجائز حڪم نه مڃيو ۽ انڪار ڪيو جنهن جو هڪڙو مثال هتي ڏا وٺون ۽ ڏسون ته آفيسرن کان ڪئين قومي ۽ عوامي ڪم ورتا پئي ويا. جمال ابڙو ان حوالي سان لکي ٿو ته:

”1973ع ۾ عبدالله ميمڻ حيدرآباد جو ڊپٽي ڪمشنر هو ممتاز علي ڀٽي جهڙو ڪٽڙڪ ۽ اعليٰ منتظم چيف منسٽر هو ۽ کيس حڪم ڏنائين ته تنبدي محمد خان جي فلاڻي ماڻهوءَ کي هڪدم گرفتار

---

ء ’توهر ۾ ڳاڙها گُل‘، جمال ابڙو نيو فيلڊس پبليڪيشن. حيدرآباد. 1999ع. ص 52.

≈ ”تاريخ مان ڪجهه نه پرايوسين“. اصغر خان. ص 258

ڪري جيل ۾ وجهه. حاضر ڇئي فون رکي ڇڏائين. سندس ضمير زنده هو سو حقيقت معلوم ڪرڻ لاءِ پنهنجي سر ان ماڻهوءَ وٽ وڃي پهتو. ڏٺائين ته اهو ماڻهو پنجهتر سالن جو پيرسن شريف ماڻهو هو. معلومات وٺندي معلوم ٿيس ته مير اعجاز ٽالپر جو ان وقت وزير هو سو ڪانئس ناراض هئو. ناراضگي جو سبب معلوم ڪري ان ماڻهوءَ کي چيائين ته جي مان هيئن فيصلو ڪريان ته قبول ڪندين. هن چيو ته تون جيڪو فيصلو ڪندين سو مون کي قبول آهي. عبدالله صاحب ڪيس گرفتار نه ڪيو ۽ موٽي آيو. مير اعجاز ٽپي باهه تي ويو ۽ ممتاز صاحب کي چيائين ته عبدالله ميمڻ تنهنجو حڪم مڃڻ لاءِ تيار ناهي. ممتاز صاحب به باهه تي ويو ۽ عبدالله کي فون تي سخت ڪاوڙ ۾ چيائين: ”تو فلاڻي کي گرفتار ڪيو؟“

”جي نه ۽ نڪو گرفتار ڪندس. باقي مسئلو حل ڪري ڏيندس.“

ميمڻ! ميمڻ! تون ان جو نتيجو ڄاڻين ٿو.

هائو ڄاڻان ٿو ۽ سياڻي توهان کي به ڄاڻ پئجي ويندي“ ٻئي ڏينهن عبدالله صاحب نوڪريءَ تان استعيفا ڏئي، هٿئون هٿ چيف منسٽر صاحب کي ڏياري موڪلي.°

اهڙو هڪڙو واقعو ڪامريڊ مير محمد ٽالپر به لکيو آهي:

”محترم حاجي عبدالله خان بروهي رهندڙ قبو سعيد خان جو هو. آخر ايس. ايس. پي جي عهدي تي پهتو هو. جڏهن ڀُٽي جي حڪومت ۾ جيڪي سنڌ مان ڪامورا ڪڍيا ويا، انهن ۾ بروهي صاحب به اچي ويو ڇو ته پ. پ. پ وارن ڄا ناجائز ڪم ڪونه ڪندو هو.“•

هڪڙي پاسي ائين پئي ٿيو ته ٻي پاسي وري ”ون- يونٽ“ نوڙيو ويو. ون يونٽ جي ٽوڙڻ ڪانپوءِ واري صورتحال تي رسول بخش اُنڙ لکي ٿو ته:

---

° 'اونهي ڳالهه اسرار جي'، جمال ابڙو نيو فيلڊس پبليڪيشن، حيدرآباد، ص 76_77.

• 'يادگيرين جو سفر'، ڪامريڊ مير محمد ٽالپر، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو پيو ڇاپو 2004ع ص 23.

”ون- يونٽ دوران سنڌ کان ٻاهر جي ملازمن کي پنهنجي اباڻي صوبي ڏانهن وڃڻ جو حڪم ڏنو ويو. پر قائد عوام (ذوالفقار علي ڀٽي) جي سرڪار سخت ون يونٽ ٺاهي، غير قانوني ڀرتي ٿيل ملازمن کي سنڌ ۾ رهايو. 1975ع ۾ پوليس ۾ ڀرتي ڪرڻ لاءِ ڊي. آءِ. جيءَ جي سربراهيءَ ۾ ٽيم موڪلي پنج هزار ماڻهو پنجاب مان ڀرتي ڪيا.“ [1]

”جنرل يحيٰ خان ون يونٽ ٽوڙيو. ون يونٽ دوران ڀرتي ڪيل ملازمن کي پنهنجن پنهنجن صوبن ڏانهن واپس ڪرڻ جو حڪم جاري ڪيو جيڪو ليٽر هر آفيس ۾ 30- جون 1970ع تي پهتو. اُن حڪمنامي تي سنڌ سرڪار عمل نه ڪيو باقي سرحد ۾ پنجاب جا جيڪي ٿورا ملازم ڀرتي ٿيل هئا، سي 1975ع تائين مڪمل طور پنجاب موٽايا ويا. بلوچستان هڪ ئي وقت پنجاب کان آيل ملازم واپس ڪيا. جنهن جي نتيجي ۾ 1973ع ۾ بلوچستان جي حڪومت کي گهر ڀيڙو ڪري بلوچستان مان ڪڍيل ملازمن کي واپس رکڻ جو حُڪم جاري ڪيو ويو پر ڪجهه خاص حالتن سبب بلوچستان مان ڪڍيل ڪجهه ملازمن کي سنڌ ۾ پڪو ڪيو ويو. ٻين صوبن جا سنڌ ۾ ڪيئي ملازم هئا، جيڪي پوليس، جنرل ايڊمنسٽريشن ۽ عدالتي کاتي ۾ ڪم ڪندا هئا.“ (ڪتاب ساڳيو ص 28)

”سنڌ کي جناب ذوالفقار علي ڀُٽي پنهنجي جاگير سمجهي، سنڌ جي وسيلن ۽ حقن کي تباهه ڪيو. هن 1973ع جي آئين کي متفقه بنائڻ خاطر تربيلا ڊئم جي بجلي جي رائلٽي ۽ ڊيوٽي سرحد کي ڏني. تربيلا نه سرحد جو پاڻي روڪيو ۽ نه وري سنڌ سان اُن جو جهيڙو هو. پر تربيلا جي پاڻيءَ جي پيداوار سنڌ کي ڏيڻ بجاءِ 1973ع جي آئين کي متفقه بنائڻ لاءِ سرحد صوبي کي اهو حق ڏيئي مالامال ڪيو ويو. سنڌ سان اهي سڀ مهربانيون آءٌ ذوالفقار علي

---

[1] *1973ع جو آئين ۽ مختصر آئيني تاريخ*. رسول بخش انڙ ايڊووڪيٽ، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو ......، ص 25.

ڀُٽو سان منسوب ڪريان ٿو جنهن 1973ع جي آئين وارو ڦاهو سنڌ جي ڳچيءَ ۾ وڌو جنهن ۾ سنڌ جو ساهه اڙيو سوگهو آهي، جو سنڌ پوئين پساهن ۾ آهي." (ڏسو ڪتاب ساڳيو ص 31_30)

ڀُٽي صاحب جي دؤر ڪان وٺي ۽ ان کان به اڳ سنڌ پاڪستان جي حڪمرانن لاءِ مال غنيمت رهي، جيڪو اچي سنڌ ۾ جيڪي وٺي سو ڪري. جيڪي دنيا جهان جا تڙيل ۽ ظالم ڦورو ڪاهيو سنڌ ۾ اچن. بهارين الشمس ۽ البدر ۽ بين پاڪستان ۽ انسان دشمن تنظيمن سان گڏجي بنگالين جو خون وهائي واندا ٿيا ۽ پاڪستان کي ٽوڙڻ ۾ حصو ورتو. جڏهن کين ناڪامي ڳچيءَ ۾ پيئي ته اچي هاءِ گهوڙا ڪيائون. ڀُٽي صاحب ڇيو اچو سنڌ توهان لاءِ حاضر آهي. ڇا ڀُٽي صاحب کي خبر نه هئي ته انهن ظالم بهارين بنگالين سان ڪهڙا ڪهڙا ظلم ڪيا هئا. پاڻ انهيءَ ظلم جو اعتراف ڪندي چيو هئائين ته:

"اوڀر پاڪستان ۾ جيڪي ڀيانڪ واقعا ٿيا ۽ قيامت ٿي گذري.. اسين ان جو تصور به ڪرڻ نٿا چاهيون.. اسين انهن ڳالهين تي سوچيون ٿا ته ننڊ ڦٽيو پوي... اسين ڪن جهنگلين جي چنبي ۾ اچي وياسين... انهن واقعن تي ويچار ڪرڻ سان منهنجا لڱ ڪانڊارجي ٿا وڃن." (ڪئناڊا براڊ ڪاسٽنگ ڪارپوريشن کي ڏنل انٽرويو. تاريخ 23_ جنوري 1972ع)[¤]

پوءِ جن اتي اهڙا ڪارناما ڪيا، ڀُٽي صاحب انهن کي گهرائي سنڌ ۾ رهائڻ جو فيصلو ڪيو ۽ ڪيترائي بهاري سنڌ ۾ اچڻ لڳا. انهي عمل تي "تحريڪ" پبليڪيشن مئي 1973ع سخت مذمت ڪئي، جنهن ۾ لکيو ويو ته:

"سنڌ تي نئون حملو جاري آهي. افغانستان، ايران، نيپال، بحرين ۽ بين رستن کان زمين، پاڻي ۽ هوا مان بهاري قاتلن جا ڪٽڪ سنڌ تي ڪڙڪي رهيا آهن... سنڌ جي هزارين سالن جي تاريخ ۾ اج پهريون دفعو هڪ رهزن ۽ قاتل ڪٽڪ سنڌ تي بنا مقابلي چڙهي

---

[¤] حوالو 'سياسي ادب' (جلد_3) CPCS، حيدرآباد.........، ص 64.

رهيو آهي. سنڌ جي شهرن ۽ ڳوٺن، ڀنين، اوطاقن ۽ لانڍين ۾ موت جهڙي بيخبر ماٺ آهي. اڄوڪي دؤر ۾ ٻي ڪنهن قوم تي اهڙي خطرناڪ دشمن جو حملو ٿئي ها تہ هڪدم خطري جا گهگهو وڄي وڃن ها. فوراً هنگامي حالتن جو اعلان ڪيو وڃي ها. پارليامينٽ گڏ ٿئي ها. ريڊيو ۽ ٽيليوزن جنگي نغما وڄائين ها ۽ قوم کي مقابلي لاءِ للڪارين ها. هٿياربند فوجن کي هوشيار رهڻ جو حڪم ملي ها، پر هينئر ائين پيو لڳي، ڄڻ ڪجهہ بہ نہ ٿيو آهي، سڀ خير آهي!... هي قاتل ڪتڪ ڏينهن ڏٺي جو شاهہ شاهوڪاري سان ٻئي ٻانهون هٽندا ڪراچيءَ ۾ گهڙن ٿا. سنڌن جيڪي جوڙيوال اڳي ئي سنڌ ۾ ديرو ڄمايو ويٺا آهن ۽ سنڌ کي مهاجرستان بنائڻ لاءِ گهاٽ پيا گهڙين سي سنڌن اچڻ تي هنبوچيون پيا هڻن، سنڌن واسطي پلاٽ والاريون ويٺا آهن. فليٽ پيا ٺهن. نوڪريون اڳواٽ رزرو ٿيون پيون آهن. مطلب تہ سنڌن ائين استقبال ڪيو پيو وڃي، ڄڻ ڪي قومي سورما هجن، حالانڪ هنن مان هرهڪ اهڙن تہ وڏن ڏوهن جو ڏوهاري آهي، جو انهن ڏوهن جي اڳيان مَبين ۽ رحيم هنگوري جهڙا ماڻهو ڄڻ تہ معصوم فرشتا هئا. هُنن بہ چار پنج، ڏهہ خون ڪيا، ڪجهہ گهر ڦُريا يا ساڙيا، ٻن ٽن هزارن يا لکن جو نقصان ڪيو پر هنن هڪڙي سڄي قوم کي ڪُٺو. هڪڙي سڄي وطن کي باهہ ڏني. هڪڙي سڄي ڪنڌ کي رت سان وهنجاريو. هڪڙي سڄي ملڪ جو ڪرنگهو ڀڃي، ان کي بہ ٽڪر ڪيو. هنن قاتلن کي پڪڙڻ واري پوليس ڪٿي؟ هنن کي سزائون ڏيڻ واريون عدالتون ڪيڏانهن ويون؟ هي انساني ويس ۾ درندا آهن. هنن جو وجود بي حيائيءَ، نمڪ حراميءَ ۽ غداري جي خمير مان ٺهيل آهي... هي هلاڪو نادر شاهہ هٽلر جا ناپاڪ ۽ نجسُ روحاني تخم آهن. هي پاڪستان لاءِ فساد، خون، موت ۽ تباهي جا پيغام کڻيو پيا اچن. هي پاڪستان جي هڪڙي مظلوم پاڪستاني قوم کي تباهہ ڪري، هاڻ ان جي ٻي ماريل قوم کي تباهہ ڪرڻ آيا آهن. هي

سنڌ جا نوان مالڪ ۽ آقا بنجڻ آيا آهن. ڇا هنن کي سنڌ ۾ بنگال وارو خوني ڊرامو دهرائڻ ڏنو ويندو؟ سنڌيو! هن موتمار حملي جي مقابلي لاءِ هوشيار ٿيو پاڻ ۾ ٻڌي ڪريو ۽ جدوجهد هلايو! فتح حق جي ٿيندي. فتح مظلوم ۽ مجاهد عوام جي ٿيندي" ¤

ڀُٽي صاحب جي دؤر ۾ ڪنهن بہ جمهوريت پسند ماڻهو کي پنهنجي قوم ۽ مظلوم طبقي لاءِ ڳالهائڻ جو حق نہ هو. جيڪو ڳالهائي اهو ڀهرين پوليس ۽ سي. آءِ. ڊي جي حوالي ٿي وڃي جي اڃا انهن کان بہ بچي وڃي تہ پوءِ ڀُٽي صاحب جي "ماڻهن جي فوج" ايف. ايس. ايف کان ڪيئن بچندو يا بچندا. ڀُٽي صاحب جي دؤر ۾ ڪهڙن ماڻهن کي ڳالهائڻ جي اجازت هئي. انهيءَ لاءِ اسان وري "تحريڪ" اپريل 1973ع کان مدد وٺنداسون:

"سنڌ ۾ هن وقت فقط ٻن ٽولن کي ڳالهائڻ جي موڪل آهي. هڪڙا وڏيرا ۽ وزير ۽ ٻيو آهي، جمهوريت جا قاتل ۽ جلاد. جي پاڻ کي جمهوري مخالفت جا وارث سڏائي ملڪ تي مڪر، فاشزم ۽ غنڊاگرديءَ ذريعي قبضو ڪرڻ ٿا چاهين، پر سنڌ ۾ هڪڙي ٽين ڌر بہ رهي ٿي. اها ڌر آهي سنڌي عوام. پيپلز پارٽي عوام سان جمهوريت جو واعدو ڪيو هو. جمهوريت اها ناهي تہ فقط وڏيرا ۽ وزير صاحب گوهر افشاني فرمائين ۽ عوام سدائين رڳو وات ڦاڙي سندن گلاب جي گل جهڙا گفتا جهٽن." ¤

انهيءَ دؤر ۾ سنڌي اخبارن ۽ رسالن سان ڪهڙي ويڌن هئي. "اڙدو وارن کي سوين نہ پر هزارين اخبارن ۽ رسالن جا ڊڪليئريشن ڏنا ويا آهن. جي هر موقعي تي سنڌ، سنڌي ٻولي ۽ سنڌ ثقافت خلاف زهر ڦهلائين ٿا. جڏهن هنگاما ڪرائڻا هوندن، تڏهن اهي رسالا ڦري ارڙ نانگ بنجي نہ رڳو سنڌي عوام تي پر خود حڪومت تي ڦٽيون ڪيڏي کين ڏنگڻ ايندا. انهن جي مقابلي ۾ سنڌ جي گهٽين

¤ 'سياسي ادب' (جلد_3) CPCS، حيدرآباد، ......، ص 46_47.

¤ 'سياسي ادب' (جلد_3) CPCS، حيدرآباد، ......، ص 44.

اخبارن ۽ رسالن کي ڊڪليئريشن مليا آهن؟ گهٽن کي اشتهار ملن ٿا؟... سنڌي اخبار ۽ رسالن کي لڪ جي هڪڙي پتي بہ نٿي ملي ۽ سموري جو سمورو پنو سمورا سرڪاري ۽ خانگي اشتهار اردو وارن کي ملن ٿا. اسين هڪ ڀيرو وري مطالبو ٿا ڪريون تہ سيني سنڌي رسالن کي ڊڪليئريشن ڏنا وڃن، پنو ڏنو وڃي، اشتهار ڏنا وڃن، اهو اسان جو حق آهي، سنڌي قوم جو حق آهي." (حوالو: ڪتاب ساڳيو، ص 44 ۽ 71)

"هارين مزدورن، شاگردن، اديبن کي ڇپ ڇورڻ جي ڏوهہ ۾ قيد ڪرڻ بند ڪريو؟ قيد ٿيل هاري، مزدور ۽ اديب آزاد ڪيو. جي. ايم سيد کي سن کان باهر هلڻ چلڻ ۽ ڳالهائڻ ڏيو. رسول بخش پليجي، عالم شاهہ، پٽر سنڌي، عطا محمد ڀنڀري ۽ غلام عباس ڀنڀري تان ڪيس واپس وٺو. ابراهيم منشي، طارق اشرف ۽ ٻين کي آزاد ڪيو."[*]

ڀٽو صاحب اهو سوشلسٽ هو، جيڪو ٻين سوشلسٽن کي پسند نہ ڪندو هو، ڪنهن بہ سوشلسٽ پارٽي يا ڪميونسٽ پارٽي کي ڀٽي جي دؤر ۾ اجازت نہ هوندي هئي تہ ڪم ڪري، آئين ۾ ترميمون ڪري پارٽي تي بندش ۽ اڳواڻ جيلن ۾. اهڙي حوالي سان جمال ابڙو لکي ٿو تہ:

"تاج محمد ابڙو ڀٽي صاحب کي ڪافي ويجهو هو ۽ سندس نجي محفلن جو رڪن هو. مون تاج محمد کي چيو تہ چو نہ ڀٽي صاحب کي چئي سوڀي (سوڀو گيانچنداڻي) کي جيل مان آزاد ڪرائجي. تاج محمد کي اها ڳالهہ پسند آئي ۽ هن ڀٽي صاحب سان ڳالهايو... سوڀو جيل مان نڪري گهر آيو ۽ پاڻ کي ڳوٺ تائين محدود رکيائين. ڀٽي صاحب بعد ۾ تاج محمد کي چيو تہ هو ڪميونسٽ پارٽي تان بندش لاهي ڇيو ۽ پلي پارٽي کلم کلا پنهنجي منشور مطابق ڪم ڪري، ڀٽي صاحب ائين ڪري ڏيکاريو پر پارٽي وارا باهر ڪونہ نڪتا، سو تاج محمد کي

---

[*] ماهوار 'تحريڪ'، مئي 1974ع.

چيائين ته، هاڻي ڇڏ نہ پنهنجي دوست کي تہ ڪميونسٽ پارٽي کي ٻي ڏڙڪ منظم ڪري. تاج محمد بہ تمام ذهين ۽ اونهي سوچ وارو ماڻهو هو سو مونسان صلاح ڪيائين. مون چيو تہ بظاهر تہ اها ڳالهہ نيڪ ٿي لڳي. باقي فيصلو سوڀو ڪندو. تاج محمد چيو تہ هل مونسان ہنڊيءَ تہ سوڀي سان ملي اچون مون چيو هل... سوڀي سڄو ڏينهن رهائي ڇڏيو... تاج محمد مون کي ٿونٺيون هڻي تہ ڳالهہ ڪر... نيٺ مون ڳالهہ ڪيندي چيو تہ مان سياست مان ڪونہ ڇاڻان پر پانئجي ٿو تہ: موقعو آهي، هٿان نہ ڇڏجي، سوڀي تاج محمد ڏي نهاريو تہ ان بہ تائيد ڪئي. سوڀو ڇاڪاڻ تہ عملي سياست ۾ رهيو هو جدوجهد بہ ڪئي هئائين ۽ تجربيڪار بہ هو سو فيصلي جي قوت ۽ صاف ذهن سندس ٻڏا ٻانها هئا. نهہ پهہ جواب ڏنائين تہ واهہ جو تا ڏس ڏيو تہ هٿ وني سڀ پارٽي جا ميمبر ۽ ڪارڪن ظاهر ڪري پليٽ تي رکي ڀٽي صاحب کي ڏيان تہ جڏهن وڻين تڏهن کين واڙي جيل ۾ وجهي ڇڏين...“*

سنڌ جي اديبن، ليکڪن، شاعرن، سياستدانن ۽ هارين، مزدورن ۽ شاگردن کي بي گناهہ سالن جا سال جيل ۾ واڙيو ويو. ڪنهن کي هلڻ جي اجازت نہ هئي، جيڪي بہ ٻہ چار ماڻهو ٻاهر هئا، اهي لڪي ڇپي سرڪار سڳوري ۽ قومي ۽ عوامي جمهوري حڪومت کي اپيل ڪندا هئا تہ:

”سنڌي عوام چاهي ٿو تہ ملڪ جي ٻين سياسي قيدين ڪانسواءِ سنڌ جي سمورن سياسي قيدين کي بہ آزاد ڪيو وڃي. مير علي بخش ٽالپر، منشي ابراهيم، طارق اشرف، شاهہ محمد شاهہ ۽ ٻين سمورين سنڌي هارين، شاگردن، اديبن ۽ قومي ڪارڪنن کي آزاد ڪيو وڃي ۽ رسول بخش پليجي، شير خان لنڊ، محمد اسماعيل سوهي ۽ ٻين سمورن هارين، مزدورن، شاگردن تان ڪيس ۽ وارنٽ واپس ورتا وڃن. محترم جي. ايم سيد تان پابنديون هٽايون وڃن.“**

---

* 'ٿوهر ۾ ڳاڙها گُل'، جمال ابڙو نيو فيلڊس پبليڪيشن، حيدرآباد، 1999ع، ص 155_156.

** ماهوار 'تحريڪ'، نومبر 1976ع.

1977ع ۾ جڏهن قومي اتحاد جي گهڻن اڳواڻن کي آزاد ڪيو ويو، تڏهن بہ سنڌ جا ماڻهو ۽ اڳواڻ اهي جيل ۾ هئا. ان حوالي سان ماهور ’تحريڪ‘ لکي ٿو تہ:

”هيستائين قومي اتحاد جي اڳواڻن ۽ ڪارڪنن جو وڏو تعداد آزاد ٿي چڪو آهي، پر سنڌي سياسي قيدين مان رڳو چند ماڻهن کي ڇڏيو ويو آهي ۽ سنڌي وڏي تعداد ۾ اڃا تائين جيل ۾ بند آهن. جناب رسول بخش پليجو اڃا تائين قيد آهي. محترم جي. ايم سيد تي نظربندي جون پابنديون جاري آهن. مير علي بخش اڃا تائين جيل ۾ آهي. طارق اشرف اڃا تائين گرفتار آهي. شاهہ محمد شاهہ، عبدالواحد آريسر، حبيب الله ناريجو مولا بخش لغاري، غوث بخش خاصخيلي ۽ ٻيا شاگرد، هاري، اديب، شاعر ۽ سياسي ڪارڪن اڃا تائين پوريل آهن، جيڪي ايڪڙ ٻيڪڙ سنڌي ماڻهو ڇڏيا ويا آهن، تن مان عوامي شاعر ابراهيم منشي کي هفتو ٻاهر ڪيڏي وري گرفتار ڪيو ويو آهي“... (1977ع تي اليڪشن جي هڪڙي جهلڪ سنڌ ۾) ”سنڌي ڪتابن، رسالن، پريسن تي بندش وجهي، هارين، شاگردن، اديبن ۽ شاعرن کي گرفتار ڪيو ويو آهي. مٿن ڪوڙا ڪيس ڪيا ويا آهن، ڪين دٻائڻ ۽ هيسائڻ لاءِ سندن مٿن مائٽن، مائن ۽ ڀيڻين کي ٿاڻي تي گهرائي، سندن بي عزتيون ڪيون ويون، جيئن جيئن چونڊون ويجهيون اينديون ويون، تيئن تيئن سنڌي عوام خلاف آپيشاهي ۾ بہ تيزي ۽ شدت ايندي ويئي. وڏي رٿابندي سان سنڌي سياسي اڳواڻن ۽ ڪارڪنن، اديبن ۽ شاعرن کي گرفتار ڪيو ويو تہ جيئن چونڊن دوران سياسي هلچل ۾ سنڌي عوام ۾ ڪابہ سياسي چرپر نہ آندي وڃي. سنڌي عوام اڳيان پ پ پ سرڪار جا پول پڌرا نہ ڪيا وڃن. سنڌي عوام پنهنجي حقيقي راءِ جو اظهار نہ ڪري سگهن ۽ اهڙي ريت پرمار شاهي قوتن کي ڏيکاريو وڃي تہ سنڌي ماڻهو سڀ پ پ پ جي پويان آهن ۽ وڏيرا شاهي انهن سنڌ دشمن قوتن جي دلالي ڪرڻ ۾ لائق ۽ اهل آهي. تنهنڪري اقتدار جي ڪرسيءَ تي

ويهڻ جي پيپلز پارٽي ئي حقدار آهي. اها ڳالهہ ثابت ڪرڻ لاءِ سنڌي ماڻهن جي اڪثريتي ۽ نمائندگي ۾ هنن جو ڪوبہ ثاني شريڪ ڪونهي ۽ پ پ پ جي حمايت ڪانسواءِ سنڌي ماڻهن کي ٻي ڪابہ واٽ ڪونهي، پيپلز پارٽي جي وڏيرا شاهي حڪمران ٽولي چونڊن دوران سڄي پاڪستان مان سيني ڪان وڌيڪ ڌانڌليون سنڌ ۾ ڪيون ۽ سنڌ مان ئي گهٽي مان گهڻا ميمبر بنا مقابلي چونڊيا ويا."[≈]

اهي ڌانڌليون ايڏي سطح تي ٿيون جو ڀُٽي صاحب کي مجبورن آڪٽوبر 1977ع ۾ اليڪشن ڪرائڻ جو فيصلو ڪرڻو پيو پر "مٿين" کي ڪنهن بہ صورت ۾ اهو فيصلو قبول نہ هيو.

خود ڀُٽي صاحب جي اڳيان بيهندڙ اميدوار مولانا جان محمد عباسي کي بہ گرفتار ڪيو ويو جنهن جو مقصد ڀُٽي کي غير متنازعہ ليڊر جي طور مشهور ڪرائڻو هو. لاڙڪاڻي جو ڊي. سي خالد ڪرل انهيءَ سياسي ڊرامي جو خالق هو. ڀُٽي جي بنا مقابلي چونڊجڻ ڪانپوءِ چئني صوبن جا وزيراعليٰ نواب صادق قريشي، غلام مصطفيٰ جتوئي، نصر الله خٽڪ ۽ جان محمد باروزي بہ بنا مقابلا ڪامياب ٿي ويا. ان ڪان علاوه پ پ پ جا پيا بہ ڪيترائي اڳواڻ بنا مقابلي ڪامياب ٿيا.[≡]

ڀُٽي صاحب جي دؤر لاءِ چيو ويندو آهي تہ سنڌين لاءِ روزگار جون نديون پئي وهيون، ڪن انگ اکرن ڏيڻ ڪان پهرين اسان "تحريڪ" مئي 1974ع ۾ سنڌين لاءِ موجود ۽ ملندڙ روزگار جي هڪ جهلڪ پيش ڪريون ٿا:

"سنڌ جي پنهنجي ڌرتي هجي، سنڌ ۾ سنڌين جي پنهنجي حڪومت قائم ٿيل هجي، سنڌ تان ڌهہ ڌهہ سر گهورڻ وارا سنڌي سپوت سنڌ جا حاڪم هجن. وزيراعظم سنڌي هجي، سو بہ معمولي ماڻهو نہ پر قائد عوام فخر ايشيا جهڙو نر مڙس. جنهن جي هشمت ۽

---

[≈] ماهوار 'تحريڪ'، جولاءِ 1977ع.

[≡] 'جرنيل اور سياستدان'، قيوم نظامي، جهانگير بک ڈپو، لاهور، دوسرا ايڈيشن 2006، ص 122

هيبت واشنگٽن کان وٺي ماسڪو تائين رڙيون ۽ ڪوڪريا هجن، جنهن جي سڏ تي سڏ ڏيڻ ۾ دنيا جا صدر، سلطان ۽ بادشاهه بہ فخر سمجهندا هجن، جيڪو پاڪستان جي ماڻهن سان ايڏو پيار ڪندو هجي جو سنگين ڏوهن جي الزامن ۾ جهليل پاڪستاني ملزمن کي ڪيس مان ڇڏائڻ لاءِ پارٽ استعيفا ڏيڻ لاءِ تيار هجي، جنهن وٽ بهادر ۽ جري فوج هجي، جيڪا پنهنجيءَ تي اچي تہ ان فوج کي خود پاڪستانين تي چاڙهڻ ۾ بہ نہ ڪيٻائي. جنهن وٽ وزير، گورنر، ڪمانڊر انچيف ۽ صدر ڪاٺ ۾ پيا هجن، جيڪو 'وتعز من تشاء و تذل من تشاء' (جنهن کي وٽيئي تنهن کي عزت ڏين، جنهن کي وٽيئي تنهن کي ذلت ڏين) وارا جلوا ڏيکاريندو هجي، اتي ذوالفقار علي ڀُٽي کي قائد عوام بنائڻ وارو سنڌي پورهيت رڳو مزوريءَ کان بہ تڙيل هجي ۽ در در ڌڪا پيو کائيندو هجي سا ڪيڏي نہ عجيب ڳالهہ آهي.“

نوجوان ليکڪ ۽ دانشور جامي چانديو جڏهن آمريڪا مان پنهنجي 6 مهينا فيلوشپ ختم ڪري تحقيقي ڪتاب ” Crisis of federalism and prospects for provincial Autonomy in Pakistan“ لکي آيو هو، تڏهن ايس. پي. او آفيس حيدرآباد ۾ پنهنجي پهرين پريزنٽيشن ۾ ڀُٽي صاحب جي سنڌي عوام کي ملندڙ روزگار جي حوالي سان چيو هئائين تہ،

”اسان کي ٻڌايو ويندو آهي تہ ڀُٽي صاحب جي دؤر ۾ سنڌين کي روزگار جون نديون وهي ٿي مليون، اهي هي آهن.“

دفاعي ڪامورا شاهي ۾ قومن ۽ نسلي گروهن جي نمائندگي جو تناسب:

| | 1973ع | 1983ع | 1986ع |
|---|---|---|---|
| پنجابي | 49.3 سيڪڙو | 54.9 سيڪڙو | 55.3 سيڪڙو |
| پشتو | 10.5 سيڪڙو | 13.14 سيڪڙو | 12.6 سيڪڙو |
| سنڌي | 3.1 سيڪڙو | 5.4 سيڪڙو | 7.2 سيڪڙو |
| اردو ڳالهائيندڙ | 30.1 سيڪڙو | 17.4 سيڪڙو | 18.2 سيڪڙو |
| فاٽا | 2.6 سيڪڙو | 3.6 سيڪڙو | 1.4 سيڪڙو |
| آزاد ڪشمير | 1.8 سيڪڙو | 1.9 سيڪڙو | 1.7 سيڪڙو |

(چارٽ ڪتاب ”سنڌ ڪيس“ (2009ع) جي ٿورن سان)

هاڻ جيڪڏهن اسان ڀُٽي صاحب جي دؤر ۾ ملندڙ سنڌين جي روزگار جو جائزو وٺنداسين تہ 2.5 سيڪڙو وڌيڪ روزگار مليو جنهن ۾ ابتدائي سال ضياءَ حڪومت جا شامل آهن. جو تہ چارٽر 1973ع کان 1983ع تائين جو آهي. ڀُٽي جي حڪومت 5 جولاءِ 1977ع تي ختم ٿي وئي هئي. پوءِ ضياءَ آيو.

ڀُٽي صاحب جا زرعي سڌارا بہ تمام گهڻو مشهور آهن. پر حقيقت ۾ هئي ۽ فائدو ڪنهن کي پهتو اچو تہ انهيءَ جو جائزو وٺون.

”جمهوريت جي آڙ ۾ جيڪو زرعي اصلاحات ٿيو ان ۾ سرڪاري عهديدارن جو هڪڙو ايڪڙ بہ ڪونہ ويو. مرحوم ڀُٽي جي زميناري جيڪا هزارن ايڪڙن ۾ آهي. ان جو هڪڙو ايڪڙ بہ ڪونہ ويو. مرحوم مير بنده علي خان ٽالپر وٽ هڪ لک ايڪڙ کان وڌيڪ ايراضي هئي ان وٽ پوءِ ساڍا ٽي هزار ايڪڙ بچيا. جو تہ مير صاحب سرڪاري دلال ڪونہ هو.“*

”ڀُٽو حڪومت بہ ايوب خان جيان زرعي سڌارن جو مقصد جاگيرداراڻي نظام جو خاتمو ڄاڻايو پر سنڌ ڏانهن زرعي سڌارن جو حشر بہ تقريبن ساڳيو ٿي ٿيو. جاگيردارن مختلف هيرا ڦيريو ڪري پنهنجون زمينون محفوظ رکيون. ڀُٽو حڪومت جاگيرداري نظام کي مڪمل طور ختم ڪرڻ ۾ قطعن مخلص ڪونہ هئي، جو تہ پيپلز پارٽيءَ جي طبقاتي بيهڪ ئي جاگيرداراڻي هئي، جنهن جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو تہ سنڌ سان تعلق رکندڙ 124 سينيٽرن ۽ اسيمبلي ميمبرن مان 107 يعني 86 سيڪڙو زميندار هئا. جن مان اڪثريت پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي کٽي آئي هئي. پ پ پ جي اسيمبلي ميمبرن جي اڄ بہ ساڳي صورتحال آهي ۽ اڄوڪي اسيمبلين ۾ بہ وڏيرن جي اڪثريت آهي. ڀُٽي دؤر جي زرعي سڌارن سنڌ جي هارين جي سماجي ۽ معاشي صورتحال

---

* 'يادگيرين جو سفر'، ڪامريڊ مير محمد ٽالپر. روشني پبليڪيشن. ڪنڊيارو ٻيو ڇاپو 2004ع. ص 147.

۾ ڪا گهڻي تبديلي نه آندي. هارين جي زوري بي دخلي، بيگار ۽ ٻيون جاگيرداڻيون ڪارروايون جاري رهيون. باقي ٿوري گهڻي سماجي ترقياتي ڪمن، صحت ۽ تعليم جي ڪجهه وڌيڪ ڦهلاءُ سبب ٿي. ڀُٽي دؤر ۾ سنڌ جي زراعت تي سڀ کان اهم عنصر اثر انداز ٿيو ته زراعت ۾ سرمائيڪاري ۽ مشين ڪاريءَ جو عمل ڪجهه تيز ٿيو. سنڌي وڏيرن پنهنجي سياستي طاقت جو فائدو وٺندي پنهنجين زمينن کي بهتر بڻائڻ لاءِ رياستي وسيلن جو استعمال ڪندي، زمينن تي سرمائيڪاري ڪئي. ان ئي دؤر ۾ سنڌ ۾ ٽريڪٽر، ٽيوب ويل، ويٽ ٿريشرن، معياري ٻجن ۽ ڀاڻ جو استعمال چڱو وڌيو. پر سنڌ ۾ ان زرعي سرمائيڪاريءَ جاگيرداراڻي پيداواري تعلقات ۾ ڪا به بنيادي تبديلي نه آندي... 1973ع جي آئين ۾ صوبن ۽ مرڪز جي وچ ۾ ڪاتن ۽ اختيارن جي ورڇ اهڙي نموني ڪئي وئي آهي جو صوبن جي معيشيت تي مرڪز کي مڪمل ڪنٽرول حاصل ٿي ويو... ڀُٽي دؤر ۾ سنڌ جي قومي استحصال جا معاشي بنياد نه رڳو برقرار رهيا بلڪ انهن کي 1973ع جي آئين جي شڪل ۾ قانوني تحفظ به بخشيو ويو.“*

ڀُٽي ائين ڇو نه ڪيو. انهيءَ جا ڪيترائي سبب آهن. پر هڪ اهم سبب هي به آهي:

”ملڪي سياست ۾ اندروني محاذ تي عوام لاءِ انهن ڏينهن ۾ به مسئلا انتهائي اهم هئا. ملڪي آبادي جو وڏو حصو ڳوٺن ۾ رهندو هو ۽ جاگيرداراڻه گرفت جي نتيجي ۾ زراعت تمام پٺتي پئجي وئي هئي... پريس ۾ موجود پ پ جي زبردست حامين به انهيءَ تي مايوسي جو اظهار ڪيو. انهن جو خيال هو ته ٻيو ڪجهه به نه ته ڀُٽو (ڀارت ۾ نهرو جيان) گهٽ مان گهٽ پاڪستان کي جاگيرداري جي جنجل کان ته نجات ڏياري ڇڏيندو. جيڪي ملڪ کي جدت جي راهه اختيار ڪرڻ ۾ روڪي رهيا هئا.

* (ڏسو ڪتاب ”سنڌ ڪيس“ ص 50_51)

ڀُٽي ائين ڇو نہ ڪيو؟ ... ڀُٽي کي جنهن انهن اصلاحن کان روڪيو اها سياسي موقعي پرستي هئي. هُن پنجابي جاگيردارن کي چونڊن ۾ شڪست ڏئي ڇڏي هئي. انهي سماج جي فردن جي وفاداري پنهنجي پاڻ سان هئي يا پنهنجي دولت سان. انهن مان اڪثر پنهنجي ٻيڙي ڇڏي ڪري ڀُٽي جي چمڪيلي ٻيڙي ۾ سوار ٿي ويا. ڇهن مهينن جي اندر ۾ ملڪ جا وڏا وڏا جاگيردار ڀُٽي جي جماعت ۾ شامل ٿي ويا هئا. انهن کي قابو ۾ رکڻ لاءِ ڀُٽو زرعي اصلاحات کي هڪ ڌمڪي طور استعمال ڪندو رهيو. هي ڀُٽي جي هڪ وڏي غلطي هئي. "•

ڀُٽي صاحب ۽ ايوب خان جي زرعي اصلاحن ڪانپوءِ بہ اڄ ملڪ جي وڏي آبادي وٽ زمين جو ايڪڙ ڪونهي، سنڌ ۾ 86 فيصد اهڙا گهر آهن، جن وٽ ايڪڙ بہ زمين جو ڪونهي، بلوچستان ۾ 78 فيصد، پنجاب ۾ 74 فيصد ۽ سرحد ۾ 65 فيصد گهراڻن وٽ ايڪڙ بہ زمين جو ڪونهي. هاڻ سنڌ جا جيڪي 14 فيصد جاگيردار آهن. اهي سنڌ حڪومت ۽ سنڌ جي اقتداري سياست ۽ ناٽڪي اليڪشن جا مالڪ آهن، ساڳي صورتحال ٻين صوبن جي آهي. مون اتر طرف جي هڪڙي دوست کان حال احوال ونندي پڇيومانس تہ توهان جي تڪ جو ايم. اين. اي ڪير آهي؟ چيائين "قلاڻو صاحب" مون وري پڇيو توهان جو سردار ڪهڙو آهي؟ چيائين ساڳيو صاحب. مون پڇيو توهان جي علائقي جو وڏيرو ۽ جاگيردار ڪهڙو آهي؟ چيائين "ساڳيو صاحب". مون پڇيو تہ توهان جو مرشد ڪهڙو آهي؟، چيائين "ساڳيو صاحب". مون پڇيو توهان جي علائقي ۾ اثر رسوخ ڪهڙي ماڻهو جو آهي؟ چيائين "ساڳئي صاحب جو". وري پڇيومانس توهان جي علائقي مان ڪو وزير آهي؟ تہ چيائين ها ادا ساڳيو صاحب آهي. هي آهي مجموعي طرح سنڌ سان ويڌن. ايم. اين. اي بہ اهو سردار بہ اهو جاگيردار بہ اهو مرشد بہ اهو منسٽر بہ اهو اثر رسوخ وارو بہ اهو انهيءَ اثر رسوخ واري حالتن سنڌي قوم جي نظرياتي، علمي ۽ سائنسي پرورش تي پئي.

• 'ٹہرنے ہوئے بیان کتنے'، طارق علي، گڈ بکس، لاہور، دوسرا ایڈیشن، 2009، ص 132.

# انسان دشمن ٽڪا خان ۽ ڀُٽي صاحب جون مٿس نوازشون

ڀُٽي صاحب وٽ ماڻهن جي پرک بنهہ نرالي هوندي هئي، انهي حوالي سان ڪامريڊ مير محمد ٽالپر لکي ٿو تہ:

"انگريز حڪومت ۾ سڪرنڊ ۾ زرعي ڪاليج هو جنهن کي ٽنڊي ڄام آندو ويو ۽ ان کي پوءِ زرعي يونيورسٽي بنايو ويو. تڏهن ڀُٽي مرحوم جي صاحبي هئي. هڪ دفعي مون کي ڀُٽي مرحوم چيو تہ ڪامريڊ تنهنجي شهر ۾ يونيورسٽي کلي ٿي، ان جو وائيس چانسلر ڪير ڪجي؟ تون نالو تجويز ڪر. مون ڀُٽي صاحب کي چيو تہ جهڙي جو مير الله بچايو خان ٽالپر آهي، جنهن وٽ انگلينڊ ۽ آمريڪا جون اعليٰ زرعي ڊگريون آهن. ان کي اهو عهدو ڏيو. آءٌ مير صاحب کي راضي ڪندس تہ پگهار بہ ڪونہ وٺندو. يونيورسٽي کي ڪا ڪوٽ ٽي پوءِ بہ مير صاحب پنهنجي کيسي مان پورت ڪندو. ڀُٽو صاحب سگار جا ڪش لڳائي رهيو هو. مون کي جواب ۾ چيائين تہ، ڪامريڊ اهو مير الله بچايو خان تہ چريو آهي. آئون حيران ٿي ويس تہ هي ڀُٽو بہ عجيب انسان آهي، جو هڪ ڏاهي شريف انسان کي چريو پيو ڪوٺي. مون کي مرحوم جي ڏاهپ جي بہ خبر پئجي وئي."•

ماڻهو ڀُٽي صاحب جي هر ڳالهہ تي لبيڪ چوي. پوءِ اهو ماڻهو آسمان جي بلندين تي پهچي ويندو. اهو ماڻهو پلي ئي کهڙو بہ هجي. ڀُٽي صاحب کي انهي جي پرواهہ نہ هوندي هئي. ڀُٽو صاحب پنهنجي 70 سال کان بہ وڏي استاد ۽ رهبر جي. اي رحيم جهڙن ماڻهن سان بہ کهڙو بہ ڪريل ورتاءُ ڪرائي سگهي ٿو تہ ٽڪا خان جهڙن لکين ماڻهن جي قاتل کي پيپلز

---

• 'اکين ڏٺو ڪنن ٻُڌو'، ڪامريڊ مير محمد ٽالپر. روشني پبليڪيشن. ڪنڊيارو 2007ع. ص 98_99.

پارٽي جو جنرل سيڪريٽري بہ مقرر ڪري سگهي ٿو. ڀُٽو صاحب اهو ماڻهو هيو جيڪو دنيا جي انتهائي ڪريل کان ڪريل ماڻهو کي ڪنهن وڏي عهدي ۽ ذميواري ڏيڻ کان بہ نہ ڪيٻائيندو هو. ڇو تہ ڀُٽي صاحب جي آڏو اخلاقي قدر ۽ ماڻهو جي عزت ڪا بہ حيثيت نہ رکنديون هيون.

جڏهن يحيٰ خان پنهنجي ٽولي جي مڪمل رضا سان بنگال تي آپريشن ڪرڻ جو پڪو فيصلو ڪيو تہ اتي جي موجود گورنر کي حڪم ڏنائين تہ هاڻ ائين ٿيندو تنهن تي هُن وڏي جرئتمنديءَ سان انڪار ڪيو. اهو هو مسٽر ايس. ايم احسن جيڪو گورنر جنرل محمد علي جناح جو ملٽري سيڪريٽري رهي چڪو هو. هن کي 1 مارچ 1971ع تي هٽايو ويو. پوءِ ميجر جنرل صاحبزادي يعقوب خان کي مقرر ڪيو ويو پر تنهن بہ اهڙي گُڏي ڪم ڪرڻ کان انڪار ڪيو. نيٺ يحيٰ خان کي ليفٽيننٽ جنرل ٽڪا خان مليو ويو جنهن اهڙي گُڏي ڪم ڪرڻ ۾ ذري جو بہ شرم نہ ڪيو ۽ پوءِ پوري دنيا ڏٺو تہ بنگال ۾ ڇا ڇا نہ ٿيو. بنگال کي تباهہ ڪري پاڪستان جا حڪمران دنيا جهان ۾ خوار ٿي 93 هزار فوجي قيد ڪرائي ”عزت“ سان باقي بچيل حصي تي پهچي ويا. شرم کان ماريل گورنر ٽڪا خان ڪيڏانهن وڃي. ٽڪا خان جنهن کي بنگال ۾ بحيثيت گورنر جي جيڪي ڪم ڪيا تن جي ڪا سزا ملڻ کپي ها. اها تہ ڪانہ ملي، ڇو تہ ڀُٽي صاحب جهڙو عوام دوست ۽ سوشلسٽ ملڪ جو حڪمران بڻجي چڪو هو جيڪو بنگال جي تباهين جي باري ۾ سچي ڄاڻ رکندو هو. تنهن کي خبر هئي تہ بنگال ۾ ڪنهن ڪنهن وڏي ايمانداري (بي حيائي) سان پنهنجو ”فرض“ ادا ڪيو هو. انهيءَ فرض ۾ ٽڪا خان پهرين فهرست ۾ هيو. ڀُٽي صاحب سندس صلاحيتن جو اعتراف ڪندي، 1 مارچ 1972ع ۾ چيف آف آرمي اسٽاف گل حسن کي هٽائي (ياد رهي تہ جنرل گل حسن جي مدي ۾ جنوري 1972ع ۾ 3 سال واڌ ڪئي وئي هئي پر ٻن مهينن کان پوءِ هن کي ۽ ايئر مارشل رحيم خان کي پنهنجن عهدن تان هٽايو ويو.) ان جي جاءِ تي ٽڪا خان کي چيف آف آرمي اسٽاف بڻايو جيڪو ماڻهو آخر تائين بنگالين کي قتل ڪرائيندو رهيو. تنهن کي ڪجهہ مهينن کانپوءِ چيف آف

آرمي اسٽاف بڻايو ويو. ڇا ڪو عوام دوست ۽ جمهوريت پسند ماڻهو اهڙو فيصلو ڪري سگهي ٿو؟ جنهن بنگالين کي قتل ڪرايو ملڪ کي ٻن حصن ۾ ٽوڙائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. ان کي ڪا سزا ملڻ بجاءِ چيف آف آرمي اسٽاف جو عهدو ڏيڻ ڪٿان جي جمهوريت پسندي هئي!؟

جنرل گل حسن ۽ ايئر مارشل رحيم خان کي ڪهڙن سببن ڪري هٽايو ويو. انهيءَ لاءِ اسان وري خفيه پيپرز کان مدد وٺنداسون. جنهن ۾ آمريڪي عملدار پنهنجي خفيه رپورٽ جيڪا هن 6 مارچ 1972ع تي آمريڪا موڪلي، هن ۾ لکي ٿو ته:

”جڏهن ماڻهن جي رش ڪجهه گهٽ ٿي ۽ ايئر مارشل چوڌري ٿوري وقت لاءِ ڪمري کان ٻاهر ويو ته مون کي (آمريڪي عملدار) رحيم خان سان تنهائي ۾ ڳالهائڻ جو موقعو ملي ويو. منهنجي سوال جي جواب ۾ هن انهن رپورٽن جو مذاق اڏايو جن ۾ هي ٻڌايو ويو هو ته هو (ايئر مارشل رحيم) ۽ سابق آرمي چيف گل حسن ڀُٽي جي حڪومت جي تختي کي ڪلٽي ڪرڻ واري سازش ۾ ملوث هئا. هن ٻڌايو ته جڏهن ڀُٽو نيويارڪ کان واپس آيو پئي ته هن ۽ گل حسن ڀُٽي کي هن ڳالهه جو يقين ڏياريو هو ته معاملا صحيح آهن ۽ پاڪستان ۾ اچڻ تي ڀُٽي کي ڪوبه خطرو ڪونهي. هن ٻڌايو ته هن جي برطرفي جو اصل سبب هي آهي ته هنن ڀُٽي جي هن ڳالهه مڃڻ کان انڪار ڪيو هو جنهن ۾ هنن کي چيو ويو ته پوليس جي موجوده هڙتال جي موقعي تي ايئرفورس جو هڪ جهاز پوليس جي بيرڪ تي ٽڪرايو وڃي. هي ۽ گل حسن انهيءَ معاملي ۾ طاقت جي استعمال جي خلاف هئا. ڇو ته هنن جي خيال ۾ هي هڙتال هڪ جمهوري طور تي ڪئي وئي هئي.“• معنيٰ ڪهڙو به ڪريل حڪم مڃڻ انڪار قبول ناهي.

مارچ 1973ع ۾ ٽڪا خان کي فيڊرل سيڪيورٽي فورس (ايف. ايس. ايف) جو چيف مقرر ڪيو ۽ حڪم ڏنائين ته هاڻ بنگالين جي بي رحماڻه قتل ڪانپوءِ باقي تو ۾ جيڪي صلاحيتون آهن، اهي سنڌ، سرحد، بلوچستان ۽ پنجاب ۾ ”جمهوريت“ جي مخالفن تي استعمال ڪر. اجا ٽڪا

• “*Secret Papers*”, Qayyum Nizami, Jahangir Books, Lahore, P.204.

خان اهڙن ڪمن ۾ مس ئي لڳو تہ ڀُٽي چيو تہ هاڻ توکي بنگال کان بہ وڏي ڪم لاءِ بلوچستان ۾ موڪليون ٿا. مون کي اميد آهي تہ تون جيڪي ڪم بنگال ۾ نہ ڪري سگهين اهي بلوچستان ۾ ڪري ايندين. پوءِ پوري پاڪستان ۽ پوري دنيا ڏٺو تہ ٽڪا خان 80 هزار فوج جي اڳواڻي ڪندي بلوچن کي سڙڻ جو ڪم ڪيو. اجا انهيءَ ڪم مان فارغ ٿيو هو تہ ڀُٽي صاحب ٽڪا خان کي پاڪستان پيپلز پارٽي جو جنرل سيڪريٽري مقرر ڪري ڇڏيو. ڪيڏي نہ افسوس جهڙي ڳالهہ آهي جو لکين ماڻهن جي قاتل کي هڪ عوامي پارٽي جو جنرل سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو. مولانا ڪوثر نيازي، ٽڪا خان جي حوالي سان لکي ٿو تہ:

”سياست ۾ فوجي مداخلت جو دروازو درحقيقت خود وزيراعظم 1974ع ۾ کولي ڇُڪو هو. جڏهن بلوچستان ۾ هن مري ۽ مينگل قبيلن جي خلاف ٽڪا خان جي ذريعي ملٽري آپريشن ڪرايو. جنرل ٽڪا خان مشرقي پاڪستان ۾ قتل عام ڪرائڻ جي سلسلي ۾ پهريائين خاص شهرت رکندو هو ۽ مشرقي پاڪستان مان ’قصاب‘ جو خطاب وٺي ڪري واپس آيو هو هي صاحب (ٽڪا خان) يحيٰ جي دور ۾ ڀُٽي ۽ پيپلز پارٽي جو زبردست مخالف هو. جيڪڏهن 1973ع ۾ وزيراعظم ڀٽي جي مقبوليت جو گراف 1977ع جهڙو ٿئي ها تہ هي هڪ يقيني ڳالهہ هئي تہ خود جنرل ٽڪا خان ئي بلوچستان جي آپريشن بعد مسٽر ڀٽو جي حڪومت جو تختو ڪيرائي ڇڏي ها. 1970ع جي اسان جي چونڊ مهم دوران جنرل ٽڪا خان زون اي جو مارشل لا ايڊمنسٽريٽر هو اسيمبلي هال ۾ هن جو دفتر هوندو هو. هڪڙي ڏينهن هُن جو حڪم آيو جنهن جو مقصد مون کي وارننگ ڏيڻ هو. موصوف پنهنجي مخصوص لهجي ۾ مون کي ڌمڪي ڏيندي چيو تہ ’تون ۽ تنهنجي اخبار وڏي ڳڙٻڙ پيدا ڪريو. ڏس جوان! هي صحيح ناهي، اسين نٿا چاهيون تہ توکي ڪا تڪليف پهچي پر هاڻي اسان کي مجبورن پيو رستو اختيار ڪرڻو پوندو. ياد رک.... پيپلز پارٽي ۽ ڀٽي کي اسان ڪڏهن بہ اچڻ نہ ڏينداسين (يعني برسراقتدار اچڻ نہ

ڏيندا سين) مون ٽڪا خان جا اهي لفظ ڪڏهن بہ نہ وساريا. انهي وقت بہ نہ جڏهن وزيراعظم هن صاحب کي دفاع جو وزير مملڪت ۽ قومي سلامتي جي امور جو مشير ڪري ڪابينا ۾ شامل ڪيو هو ۽ هي صاحب ماضي جي دعوائن کي وساري رات ڏينهن مسٽر ڀٽو جون جتيون سڌيون ڪرڻ ۾ ثواب کي حاصل ڪرڻ جو واحد ذريعو سمجهڻ لڳو.... وزيراعظم ڀُٽو جي طبيعت بہ عجيب هئي. هن جي مزاج جي خاصيت هئي تہ هو پنهنجي ڪنهن بہ دؤر جي مخالف کي پنهنجي زيرنگراني ۽ حڪمن جو تابع ڏسي ڪري ذهني سڪون حاصل ڪندو هو. برطانيہ ۾ ممتاز دولتانہ جو سفير ٿيڻ، خان عبدالقيوم خان کي وزير داخلا بنائڻ، پير علي محمد راشدي کي ايڊوائيزري جو عهدو ڏيڻ، ٽڪا خان کي وزير مملڪت بنائڻ، هن جي طبيعت جي انهي پهلو جي عڪاسي جا عملي قدم هئا. هو انهن کي پنهنجي تابع ڏسي ڪري بي حد سڪون حاصل ڪندو هو."+

جڏهن ڀٽو صاحب جون پي. اين. اي وارن سان ڳالهيون آخري مرحلي ۾ داخل ٿي چڪيون هيون، تڏهن هن 25 جون 1977ع تي خاص ماڻهن جي ميٽنگ گهرائي، جنهن ۾ چيف آف آرمي اسٽاف سميت سيني ڪورڪمانڊرن کي گهرايو جنهن ۾ حفيظ پيرزادو ۽ جنرل ٽڪا خان بہ شامل هئا. پني پي. اين. اي وارن سان ٺاهہ جو مسودو پيش ڪيو. انهي تي راءِ ڏيندي ٽڪا خان چيو تہ: *"سر! ہم تو بولتا کہ ان کا پانچ چھ ہزار آدمی صفا کرادیتی ہیں... یہ لوگ ٹھنڈا ہو کر گھر بیٹھ جائے گا."*

"سر آئون چوان ٿو تہ انهن جي پنجن ڇهن هزار ماڻهن جي صفائي ڪري ڇڏيون ٿا... هي ماڻهو ٿڌا ٿي گهر ويهي رهندا."+

پڙهندڙ هن جملي جي "سنجيدگي" ۽ "خيرخواهي" ۽ "ذميواري" تي غور ڪن؟

---

+ 'اور لائین کٹ گئی.' ، ثريا بازي، جنگ پبلشرز، لاہور، 1987ء، ص 61-62.

+ايضاً، ص 178.

# ايف ايس ايف (FSF) جو بنياد ڇو ۽ ڇالاءِ پيو؟

ڀُٽي صاحب جي دؤر جي فيڊرل سيڪيورٽي فورس (FSF) جا ڪارناما اڄ بہ ڏاڍا مشهور آهن.

ڀُٽي صاحب مارچ 1973ع ۾ ايف. ايس.ايف جنهن جو چيف ٽڪا خان مقرر ڪيو ويو جيڪو بنگالين ۽ بلوچن جو قاتل طور مشهور آهي ۽ پهريون ڊائريڪٽر جنرل حق نواز ٽوانا کي مقرر ڪيو. ايف. ايس. ايف کي جيڪو بنيادي ڪم مليل هيو اهو ڀُٽي صاحب جي مخالفن کي دٻائڻ ۽ حراس ۾ رکڻ، ان کان علاوه مخالفن جا جلسا ۽ ميڙاڪا ڦٽائڻ. ايف. ايس. ايف جي دهشت جو اندازو اسان هن مان لڳائي سگهون ٿا تہ جڏهن ڄام صادق علي پيپلز پارٽي مان نڪري ڀُٽي صاحب جي مخالفت ۾ لهي پيو تڏهن ڀُٽي صاحب ايف. ايس. ايف جي انهي وقت جي ڊائريڪٽر جنرل مسعود محمود کي چيو تہ:

"Jam Sadiq Ali is a mouse, can't you find a cat to take care of him."

"ڄام صادق علي هڪ ڪوئو آهي، تون ڪا ٻلي هٿ نٿو ڪري سگهين، هن کي قابو ۾ آڻڻ لاءِ."•

مسعود محمود چيو تہ مون ڄام صادق کي ٻڌايو جيڪو ٻي ڏينهن جي فلائيٽ ۾ ڪراچي کان لنڊن روانو ٿي ويو.

ايف. ايس. ايف جو شڪار مخالف تہ هونئن ئي ٿيا، پر ڀُٽي صاحب سان گڏ جيڪي هئا ۽ بعد ۾ جيڪي ڇڏي ويا، اهي بہ شڪار ٿيا، انهن ۾ خود جڏهن پاڪستان پيپلز پارٽي، جو بنياد پيو جيڪي پارٽي جا بنيادي اڳواڻ هئا، انهن ۾ جي. اي رحيم بہ هڪ هو. جي. اي ر-يم جنهن پيپلز پارٽي جو مينيفيسٽو ناهيو هو جنهن پارٽي جا سڀ بنيادي ڪم ڪيا هئا، پارٽي جو هڪ وڏو نظرئي دان هو جيڪو پيپلز پارٽي جو سيڪريٽري جنرل رهيو ڀُٽي جي ڪابينا جو سينئر منسٽر هو. بقول شيرباز مزاري جي تہ:

---

• "*Zulfi Bhutto of Pakistan*", Stanley Wolpert, (Third Edition-2008) Oxford University Press, Karachi, P-309.

"ڀُٽي صاحب 1968ع ۾ جي. اي رحيم لاءِ ڪيس ٻڌايو تہ هو (جي. اي رحيم) سندس استاد ۽ رهبر آهي."•

انهيءَ 70 سال کان بہ وڌي عمر واري بزرگ کي 2 جولاءِ 1974ع تي جڏهن وزيراعظم ڀُٽو طرفان پنهنجن ڪن سينئر دوستن سان گڏ جي. اي رحيم کي رات جو 8 وڳي وزيراعظم هائوس ۾ ڊنر جي دعوت ڏني هئي. مهمان سڀ پهتا. پر ميزبان صاحب ڪنهن "خاص" ڪم ۾ مصروف هيو ۽ رات جي 12 تائين نہ آيو. جنهن تي رحيم چيو تہ آئون هلان ٿو "توهان جيترو چاهيو هن لاڙڪاڻي جي مهاراجا جو انتظار ڪري سگهو ٿا." جڏهن رات جو 1 وڳي منهنجي نوڪر مونکي اٿاريو ۽ مون کي چيائين تہ ٻاهر در تي ماڻهن جو وڏو هجوم بيٺو آهي ۽ چون ٿا تہ در کوليو. آئون ريوالر کڻي ٻاهر نڪتس ۽ ڏسان تہ ڪجهہ ايف. ايس. ايف جا ماڻهو ڀتين تان ٽپي گهر ۾ داخل ٿيڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن. اتي ڏٺم سعيد احمد خان (ياد رهي تہ سعيد احمد خان ضياءَ جي مارشل لاءِ ۾ مسعود محمود سان گڏ سلطاني گواهہ ٿيو هو جنهن جي عيوض وڏيون مراعتون حاصل ڪيائين. ا.ل) جيڪو وزيراعظم جي سيڪيورٽي جو چيف هو. تنهن مون کي چيو تہ آئون وزيراعظم طرفان توهان کي هڪ پيغام ڏيڻ آيو آهيان. دروازو کوليو. جيئن دروازو کوليو ويو. هن نہ مون کي ڪو ليٽر ڏنو نہ ئي ڪو زباني پيغام ڏنو. اندر اچڻ سان منهنجي مٿان حملو ڪري ڏنو. جنهن ۾ آءٌ بيهوش ٿي ويس، منهنجي پٽ سڪندر مون کي بچائڻ جي ڪوشش ڪئي تہ هن جي مٿان حملو ڪيو ويو. سعيد خان حڪم ڏنو تہ منهنجي پٽ کي ٻڌو وڃي. تنهن کان پوءِ اسان کي اتان کڻي ويا. مون کي ٿورو هوش آيو تہ مون کي ٽنگن کان وٺي گهليندا ويا ۽ هڪڙي جيپ ۾ اڇلايائون. منهجي نڪ ۾ لڳل ڌڪ جي ڪري رت اتان تيزي سان وهي رهيو هو. منهنجي ڪاٻي ناس چيرجي پئي. ڪاٻہ ميڊيڪل فرسٽ ايڊ نہ ڏني وئي. تقريبن ٻن ڪلاڪن ڪانپوءِ مسٽر رفيع رضا پوليس اسٽيشن آيو هن اسان کي پنهنجي جيپ ۾ ويهاريو تقريبن 3 بجي ڏاري صبح اسان کي گهر ڇڏيو ويو. 20 جولاءِ تي آئون ڪراچي روانو

• 'A Journey To Disillusionment', Sherbaz Khan Mazari. Oxford Press. Third Impression Karachi. 2006. P-335.

ٽيس. جيستائين آئون يورپ وڃان، تيستائين ڪراچي ۾ پوليس مون کي ڪنهن سان به ملڻ نه ڏنو.“•

ڪامريڊ مير محمد ٽالپر انهيءَ حملي متعلق لکي ٿو ته:

”پيپلز پارٽي جو منشور جناب جي. رحيم ٺاهيو هو جڏهن ڀٽو صاحب وزيراعظم ٿيو ۽ غلط ڪم ڪرڻ لڳو تڏهن رحيم صاحب ان جي مخالفت ڪئي. جناب رحيم صاحب پير مرد هو. سر عبدالرحيم جو پٽ هو جيڪو وائسراءِ هند جي پارليامينٽ جو صدر هو. ڀُٽي مرحوم رحيم صاحب کي موچڙا لڳايا هئا. ڪيس پ پ جي غنڊن ٺنگن کان گهليو جنهن ۾ سندس پٽن جي ڪل به لهي وئي هئي. اهو هو ڀٽي کي ڪرسي جو نشو.“•

وري اڳتي لکي ٿو ته:

”ڀُٽو مرحوم جڏهن وزيراعظم هو ته سندس ڪنڌ ۾ آڪڙ جي ڪلي هئي. هڪ دفعي راڄ اشراف مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ کي هن سخت ...... ڪيو پوءِ به مخدوم صاحب کي لک شاباس هجي جو پ. پ کي مرڻ تائين ڪونه ڇڏيائين.“•

ولي خان وارا جڏهن نيپ متحده پاڪستان ۾ شامل ٿي پنجاب ۾ جلسا ڪيا ته انهن کي سٺي موٽ ملڻ لڳي، حڪومت کان اها ڳالهه برداشت نه ٿي، تنهن انهن کي روڪڻ لاءِ ايف. ايس. ايف جي نوجوانن کي اهو ڪم سونپيو. ولي خان جي ڪتاب ۾ لکيل آهي ته:

”ڇيچا وطني جي مقام تي ڪاروان جمهوريت تي حملو ڪرايو ويو. رستا رڪاوٽن ذريعي بند ڪيا ويا. اوڪاڙه ۾ داخل ٿيندڙ سيني رستن تي ايف. ايس. ايف جي مسلح نوجوانن ٽرڪون بيهاري رستا بند ڪري ڇڏيا هئا. رهنما ڪئنال جي رستي اوڪاڙه پهچي ويا، انهي تي پوليس مچرجي پئي. وڏو تشدد ڪيو

---

• “*Zulfi Bhutto of Pakistan*”, Stanley Wolpert, (Third Edition) Oxford University Press, Karachi, P-240-241.

• ’يادگيرين جو سفر‘، ڪامريڊ مير محمد ٽالپر، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو بيو ڇاپو 2004ع، ص 38.

• ايضاً، ص 116.

حڪومت ولي خان، نواب زاده نصرالله خان ۽ محمد فاروق قريشي تي قتل جي ارادي جا مقدمہ درج ڪرايا.“■

حيراني جهڙي ڳالهہ آهي جو ايف. ايس. ايف جي هر هڪ ملازم کي هڪ فوجي جي برابر پگهار ڏني ويندي هئي. 1977ع ۾ ايف. ايس. ايف جي ملازمن جو ٽوٽل تعداد ويهہ هزار هو. 13 مارچ 1977ع تي ڀُٽي ايران جي شاهہ ڏي خط لکيائين تہ مون کي آمريڪا جي سٽي بئنڪ کان 300 ملين ڊالر قرض وٺي ڏيو ڇو تہ ملڪ ۾ ايترا پيسا نہ هئا جو ايف ايس ايف جي ويهہ هزار ملازمن کي پگهار ڏئي ها. ايران جي شاهہ انهي خط جو جواب ڪجهہ دير سان ڏنو ۽ هيڏانهن ڀُٽو صاحب داخلي مسئلن ۾ گهڻو ڦاسي پيو.(وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو ڪتاب ذلفي آف پاڪستان، ص 283،284،285) رائو رشيد ايف. ايس. ايف جي باري ۾ ٻڌائي ٿو تہ:

(ياد رهڻ کپي تہ رائو رشيد ڀُٽي جي دؤر ۾ ڊائريڪٽر جنرل انٽيليجنس بيورو هيو، ضياءَ جي مارشل لا ۾ گهڻو وقت جيل ۾ رهيو. ا-ل) ”ايف ايس ايف ڀُٽي قائم ڪئي هئي، ڇو تہ هن فوج کي بيرڪن جي حد تائين رکڻ چاهيو ٿي. انهن ڏينهن ۾ اپوزيشن وارن ڀُٽي جي خلاف مظاهرا ۽ احتجاج شروع ڪري ڇڏيا هئا، انهي لاءِ ڀُٽي مسعود محمود جي تيار ڪيل بليو پرنٽ جي منظوري ڏئي ڇڏي ۽ ائين ايف. ايس. ايف جو قيام عمل ۾ آيو جنهن فوري طور تي پنهنجو هڪ خفيہ سيل بہ قائم ڪيو هو... اهڙي طرح مخالف ڌر کي ڪچلڻ لاءِ سخت قدم کنيا ويا. بلڪ بي وقوفي بہ ڪئي، جنهن جو نتيجو هي نڪتو جو احتجاجي تحريڪ ۾ ڀڙڪين کان وڌ تيزي اچي وئي. مسعود محمود ايف. ايس. ايف کي هڪ Terroist فوج ۾ تبديل ڪري ڇڏيو جنهن ملڪ ۾ بم ڌماڪا بہ ڪيا، احتجاجي جلسن ۾ گڙٻڙ بہ پيدا ڪئي. مخالفن جي جلسن ۾ نانگ بہ ڇڏيا، مخالفن تي گوليون بہ هلايون ويون. هي سڀ ڪم ايف. ايس. ايف ڪيا. اسان ايف. ايس. ايف جي اهڙي اهلڪار کي بہ گرفتار ڪيو هو جنهن جي ذمي هي ڪم هيو تہ هو اصغر خان کي قتل ڪري، FSF جي اهڙي فيصلي جي انٽيلي جنس بيورو کي بروقت ڄاڻ نہ پئجي

■ ’خان عبدالولي خان زندگی اور جدوجهد‘، زیرک ادتمان خیل، فکشن هائوس، لاهور، 2010ء، ص- 61.

ها تہ اصغر خان بم ڌماڪي ۾ مارجي وڃي ها... پر آءِ بي جي جاسوسن ايف. ايس. ايف جي اهلڪار کي جلدي پڪڙي ورتو ۽ جيڪو بم ڦاڙڻ جي ناڪام ڪوشش ڪري رهيو هو. ايف. ايس. ايف جو عملو تربيت يافتہ نہ هو. تنهنڪري انهي جا سڀ جرم منظرعام تي اچي ويا."☆

اصغر خان ڀٽي صاحب جي اهڙن ڪمن متعلق لکي ٿو تہ:

"ڀٽي پارلياماني مخالف ڌر سان انتهائي خراب ورتاءُ ڪيو. آئين سازي جي عمل وقت رڳو هڪ پيرو مصلحت پسندي ڪانسواءِ هن ان جي قيادت جو مذاق اڏايو ۽ انتهائي ذلت جهڙو رويو رکيو. اهو هڪ لحاظ کان اڻ وڻندڙ ۽ غير جمهوري انداز هو. پارلياماني مخالف ڌر بنھ مختصر هئي ۽ ان جو تناسب ڪڍهن بہ اسيمبليءَ جي سمورن ميمبرن جو چوٿائي کان وڌيڪ نہ رهيو. انهيءَ ڪري حڪومت کي ڪوبہ خطرو نہ هو. ان سان بهتر ۽ ناهہ جوڳي پاليسي اختيار ڪرڻ ڀٽي لاءِ گھٽو ڪرائتو ثابت ٿئي ها. پر اها ڳالھ ڀٽي جي طبيعت جي خلاف هئي. تذليل ۽ توهين ڪرڻ سندس عادت هئي. قومي اسيمبلي ۾ ڊيرا غازي خان مان حڪومت جي بهادر مخالف جماعت جي ميمبر ڊاڪٽر نذير احمد کي گولي هڻي قتل ڪيو ويو. مولانا مفتي محمود ۽ قومي اسيمبلي جي ڪجھ ٻين ميمبرن کي اجلاس دوران اسيمبلي چيمبر مان ڪڍي ٻاهر روڊ تي اڇلايو ويو. پيپلز پارٽي جي هڪ باغي ميمبر کي قومي اسيمبلي جي آڳنڌ ۾ فيڊرل سيڪيورٽي فورس جي ٽرڪ چاڙهي ماريو ويو. اسلام آباد ۾ احمد رضا قصوري جيڪو اڪثر ڀُٽي تي سخت تنقيد ڪندو هو فيڊرل سيڪيورٽي فورس جي قاتلاڻي حملي ۾ گولين جي بوڇاڙ دوران معجزاتي طور بچي ويو."°

اهي آهن مختصر ڪارناما ڀُٽي صاحب جي جمهوري حڪومت جا، جو اسيمبلي جي ميمبرن مٿان ٽرڪون چاڙهي ماريو ويندو هو.

☆ 'پاکستان میں انٹیلی جنس ایجنسیوں کا سیاسی کردار'، منیر احمد، جہانگیر بک ڈپو، لاہور، دوسرا ایڈیشن، 1993ء، ص 321.

°'تاريخ مان ڪجھ نہ پرايوسين'، ليکڪ: محمد اصغر خان. سنڌيڪار: حميد سبزوئي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2007ع، ص 106.

# ڇا اسلامي سربراهه ڪانفرنس واقعي ڀُٽي صاحب جو وڏو ڪارنامو هُئي؟

اسان کي ٻڌايو ويندو آهي تہ ڀُٽي صاحب بين الاقوامي سياست ۾ هڪڙي اهم ۽ مرڪزي اڳواڻ طور ڪردار ادا ڪيو. جيڪڏهن ڀُٽو صاحب زندهہ هجي ها تہ هو آمريڪا جي پاليسين ۽ سازشن کي ناڪام بڻائي ڇڏي ها ۽ دنيا جو رخ ہي طرف موڙي ڇڏي ها. پر افسوس جو وقت هن جو ساٿ نہ ڏنو. مون پهرين بہ لکيو آهي تہ ڀُٽي صاحب کي عالمي معاملن جي هڪ حد تائين ڄاڻ هئي. ڀُٽي صاحب کي اها خبر هئي تہ آمريڪا جون ڪهڙيون ڪمزوريون هيون. پر ڀُٽي صاحب کي هي خبر نہ هئي تہ جن ملڪن سان ڀُٽي جا واسطا هئا ۽ ڀُٽو انهن جي واسطي آمريڪا کي ڪڏهن ڪڏهن محسوس ڪرائيندو بہ هو پر ڀُٽي صاحب کي اها خبر ئي نہ هئي تہ اهي ملڪ ڀُٽي کان وڌيڪ آمريڪا جي مفادن جا خيرخواهہ هئا. مثلن سعودي عرب جتان آمريڪا تمام گهڻو تيل حاصل ڪندو هو ۽ ڪري ٿو. پوري دنيا شاهد آهي تہ جڏهن آمريڪا ۾ مارچ 1973ع ۾ جيڪو اقتصادي ۽ تيل جو بحران آيو هو، تاريخدان لکن ٿا تہ اهو بحران پوري دنيا ۾ 1929ع جي عالمي بحران کان بہ وڏو بحران هيو. واشنگٽن ۽ آمريڪا جي ٻين رياستن ۾ گاڏين کي تيل نہ پئي مليو. روڊ تي لکن جي تعداد ۾ گاڏيون بيهي رهيون. جن کي هلائڻ لاءِ آمريڪا وٽ تيل نہ هو. آمريڪا انهيءَ جو حل سعودي عرب سان هڪ وڏي ناهہ سان ڪيو. (ياد رهي تہ سعودي عرب جون واڳون شاهي خاندان وٽ آهن) شاهي خاندان جا سڀ فرد راضي ٿي ويا پر هڪ نوجوان شهزادو راضي نہ پئي ٿيو. اهو ناهہ ۾ رڪاوٽ هو ڇو تہ شاهي خاندان جي هر فرد کي راضي ڪرڻ لازمي هو. انهي کي راضي ڪرڻ لاءِ آمريڪا جي سي. آءِ. اي ڪم ڪيو ۽ همراهہ راضي ٿي ويو. سي. آءِ. اي جي ٿوري تحقيق کان پوءِ معلوم ٿيو تہ نوجوان "حسن" جو شوقين آهي: تنهنڪري انهيءَ جو بندوبست ڪيو ويجي ۽ ائين ئي ٿيو. شهزادو راضي ٿي ويو. انهي معاهدي

جي عيوض آمريڪا سعودي کي جديد ٽيڪنالاجي سان نوازي ڇڏيو. انهن جا روڊ رستا، اسپتالون، بلڊنگون، گاڏيون، هوائي اڏا، شاهي محل يعني دنيا جا الائي ڪهڙا ڪهڙا نظارا سعودي عرب ۾ اچي ويا، جيڪي ماڻهو 1973ع کان اڳ سعودي ويا ۽ پوءِ وري 1975ع ڌاري سعودي ويا ته انهن کي يقين نه پيو اچي ته هي اهو ئي سعودي آهي، جيڪو انهن 1973ع کان اڳ ڏٺو هو. اهو ڪارنامو شاهه فيصل ۽ ان جي ٻين ماڻهن آمريڪا سان ڪيو هو. (وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو ڪتاب "A Confession of an Economic Hit man" ليکڪ جان پرڪنز. انهيءَ ڪتاب ۾ يو. ايس. ڊي ورلڊ بئنڪ، ايشيا بئنڪ ۽ آءِ. ايم. ايف جي ڪارنامن جون به وڏيون خبرون آهن.

پهرين اسلامي ڪانفرنس رباط ۾ 1969ع ۾ ٿي، جنهن ۾ 24 ملڪن شرڪت ڪئي، دعوت 30 ملڪن کي هئي. ان کان پوءِ 1971ع ۾ اسلامي ملڪن جي 3 ڏينهن جي وزير خارجه ڪانفرنس ٿي. انهيءَ ڪانفرنس کي خطاب ڪندي صدر پاڪستان يحيٰ خان اهي اصول ٻڌايا جن تحت پاڪستان انهي اجلاس ۾ شرڪت ڪئي هئي، جنرل يحيٰ خان چيو ته هي ڪا مذهبي ڪانفرنس ڪونهي ۽ نه ئي اسان عالمي سياست ۾ ڪو نئون اسلامي بلاڪ ناهڻ جا خواهشمند آهيون. بلڪ اسان چاهيون ٿا ته مشرق وسطيٰ ۽ آفريقي ملڪن جي آزادي ۽ مسلمان ملڪن جي وچ ۾ معاشي ترقي جي لاءِ باهمي اتحاد ۽ تعاون جون تدبيرون اختيار ڪيون." سبط حسن پنهنجي ڪتاب* ۾ اڳتي لکي ٿو ته:

"پهريون ۽ سڀ کان اهم مسئلو هي آهي ته مراڪش هجي يا سعودي عرب، ملائشيا هجي يا انڊونيشيا جيترا به ملڪ انهي ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيا، اهي سڀ صنعتي اعتبار کان پسماندا آهن. انهن جي معيشيت جو دامن سامراج خاص طور تي آمريڪي سامراج سان ٻڌل آهي ۽ انهن جي تيل جي چشمن، گيس جي کوهن، ربڙ ۽ چانهه جي باغن، ٽن ۽ چاندي جي کاڻن ۽ ٻين خام شين تي آمريڪا، برطانيه يا ڊچ سامراجين جو قبضو آهي. انهي

* 'پاکستان کے تہذیبی وسیاسی مسائل'، سبط حسن، دانیال، کراچی، 2002ع، ص309.

دولت جي تحفظ لاءِ سامراجين جڳهہ جڳهہ تي پنهنجون فوجون، بحري ۽ هوائي اڏا قائم ڪري رکيا آهن ۽ انهن ڪيترن ئي ملڪن کي فوجي معاهدن جي ڄار ۾ ڦاسائي رکيو آهي. ڪو ملڪ نيٽو جو رڪن آهي، ڪو سيٽو جو تہ ڪو وري سينٽو جو. قرضن ۽ فوجي ۽ غير فوجي امداد جو بار انهي تي وڌيڪ آهي... اسرائيل آمريڪا جو سڀ ڪجهہ آهي. اهو ئي اسرائيل کي سرمايو ۽ جنگ جو سامان فراهم ڪري ٿو ۽ اهو انهيءَ جي پُشت پناهي ڪري ٿو. تنهنڪري اسرائيل جي جارحانہ حڪمت عملي جي مزاحمت اهي ئي قوتون ڪري سگهن ٿيون، جيڪي خود آمريڪا جي دست نگر نہ هجن يا جيڪي سامراج کي امن ۽ آزادي جو دشمن سمجهنديون هجن. هي درست آهي تہ اسلامي ڪانفرنس ۾ اسرائيل جي خلاف دونهاندار تقريرون ٿيون آهن، ۽ اعلانيہ ۾ اسرائيل کان مفتوح ٿيل علائقا خالي ڪرائڻ جو مطالبو ڪيؤ ويو آهي... حقيقت هي آهي تہ اسرائيل جي مذمت ڪرڻ وارن ۾ انهن اسلام ملڪن جا نمائنده بہ شامل هئا، جن اڃا تائين اسرائيل سان پنهنجا تجارتي ۽ سفارتي تعلقات بہ ختم ناهن ڪيا... اُردن جي شاهہ حسين (جنهن جو نمائنده ڪانفرنس ۾ شامل هو) کي آمريڪا ۽ اسرائيل سان خفيہ طرح سازباز ڪري فدائين جي قوت کي ڪچلڻ لاءِ منع ڪري ڇو تہ فلسطين جيڪڏهن آزاد ٿيندو تہ فلسطيني مجاهدن جي قربانين سان. جڪارتہ ۽ ڪوالمپور جون فوجون فلسطين کي آزاد ڪرائڻ نہ ايندون.... اسلامي دنيا ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. هڪ طرف اهي ملڪ آهن، جن سوشلزم کي پنهنجو نصب العين قرار ڏنو آهي، مثلن مصر (جنهن ۾ ناصر هو، پر ان جي مرڻ کانپوءِ جلد سادات اچي ويو جيڪو آمريڪا جو خاص ماڻهو هو. ا-ل) سوڊان، تنزايہ، لبيا، الجزائر (جنهن تي فرانس حملو ڪيو هو ۽ پاڪستان انهي حملي جي حمايت ڪئي هئي، ا-ل) شام، البانيہ ۽ ڏکڻ يمن. انهن ملڪن سامراجي قوتن کي ملڪ بدر ڪري ڇڏيو ۽ سامراج جي مقامي ماڻهن (يعني سرمايہ

دار نواب ۽ جاگيردارن) کي مسمار ڪري ڇڏيو. انهن ملڪن ۾ عوامي حڪومتون قائم هيون۔ اسلامي ڪانفرنس ۾ بدقسمتي سان غالب اڪثريت انهن ملڪن جي هئي جن ۾ مسلمان عوام سياسي ۽ معاشي اقتدار کان محروم هيون. (ڏسو ڪتاب ساڳيو صفحو 309،310،311)

ڀُٽي صاحب جڏهن لاهور ۾ 18 فيبروري 1974ع ۾ اها ٻي اسلامي ڪانفرنس گهرائي هئي. تنهن ۾ ڀُٽي صاحب ڪشمير جو سڌو ذڪر بہ نہ ڪيو جيڪو ڀُٽو پنهنجي مخالف ڌر واري زماني ۾ ڪشمير ڪشمير پيو ڪندو هو.

اسٽينلي وولپرٽ لکي ٿو تہ:

"Zulfi never directly mentioned Kashmir during the conference." •

"ذلفي ڪانفرنس دوران ڪشمير جو سڌو ذڪر قطئي نہ ڪيو."

اها هئي ڀُٽي صاحب جي ڪشمير جي ماٿهن سان محبت ۽ دنيا جا تقريبن سيئي اسلامي ملڪ گڏ ٿيا ۽ ڀُٽي صاحب انهي جو ذڪر ئي نہ ڪيو.

اها ڪانفرنس ڀُٽي صاحب جي حياتي تائين آخري ڪانفرنس رهي ۽ ڀُٽو 4 اپريل 1979ع تائين انهي ڪانفرنس جو چيئرمين رهيو. ڪنهن بہ اسلامي ملڪ پنهنجي چيئرمين کي بچائڻ لاءِ ڪا وڏي ۽ بين الاقوامي مهم نہ هلائي. صرف قذافي هيو جنهن هٿ پير هنيا پئي. باقي ٻين ريجنل تنظيمن جهڙوڪ ريجنل ڪوآپريشن فار ڊولپمينٽ (RCD) جنهن ۾ ترڪي، ايران ۽ پاڪستان شامل هئا. جن آمريڪا جي رضامندي سان هڪ ٻئي جي مدد ڪئي پئي. افرواشيا جو بنياد 1955ع ۾ پئجي چڪو هو پر اهو ڪو ايڏو اثرائتو ڪردار ادا نہ ڪري سگهيو.

• "*Zulfi Bhutto of Pakistan*", Stanley Wolpert, (Third Edition-2008) Oxford University Press, Karachi, P-232.

# ڇا ذوالفقار علي ڀُٽو سڄي حياتي آمريڪا مخالف رهيو؟

اسان وٽ عام تاثر آهي تہ ذوالفقار علي ڀُٽو شروع کان وٺي آمريڪا مخالف رهيو. جيڪو ڪنهن وڏي ڪوڙ کان گهٽ ناهي. ڀُٽو صاحب 1965ع ۽ 1971ع جي جنگ دوران بہ آمريڪا ۾ وينو هو ۽ اتان ڀٽي پيغام پهچايائين تہ آمريڪا اجهو ٿو مدد ڪري ۽ ڀُٽي صاحب جون هڪ هزار سالا جنگ جون ڌمڪيون، دنيا ڀئي ٻڌيون. ڀُٽو پنهنجي پوري سياسي دؤر ۾ آمريڪا جو ماڻهو هو.

7 ڊسمبر 1970ع جي اليڪشن ۾ پيپلزپارٽي جي ڪجهہ اڳواڻن آمريڪا تي تنقيد ڪئي، جيڪا ڳالهہ ڀٽي کي پسند نہ هئي. پاڻ 8 فيبروي 1971ع تي ڪراچي ۾ آمريڪي سفير سان ملاقات ڪري انهي تي افسوس ڪيو. خفيہ پيپرز ۾ قيوم نظامي لکي ٿو تہ:

”ڀٽي پاڻ انهن بيانن جو ريفرنس ڏنو جيڪي چونڊ مهم دوران هن جي پارٽي اڳواڻن طرفان جاري ٿيندا رهندا هئا. جن ۾ هن کهاڻي کي ورجايو ويو تہ آئون (آمريڪي سفير) انڊونيشيا ۾ مسلمانن جي قتل جو ذميوار آهيان... هن (ڀٽي) چيو تہ جڏهن اهي بي بنياد الزام هن جي نوٽس ۾ آندا ويا تہ هن اڳواڻن کي روڪڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي.“ ♦

معنيٰ ڀٽي صاحب پاڻ تہ آمريڪا جي مخالفت نٿي ڪئي پر جن پارٽي اڳواڻن مخالفت ڪئي ٿي تنهن جي ڀٽي صاحب کي خبر ڪونہ هئي. جڏهن ڀٽي صاحب جو انهن ڳالهين طرف ڌيان ڇڪايو ويو تڏهن پاڻ انهيءَ جي مذمت ڪندي آمريڪي سفير وٽ حاضر ٿيو ۽ افسوس جو اظهار ڪيائين. شايد آمريڪي سفير انهي مان بہ مطمئن نہ ٿيو. نيٺ 13 فيبروي 1971ع تي پشاور ۾ آمريڪي سفير سان وري وڃي مليو. پاڻ سان گڏ حيات

♦ Secret Papers selected by Qayyum Nizami Jaghangir Books Lahore, P -104

شيرپائو ۽ مصطفيٰ کر کي بہ ونئي ويو. جن اليڪشن مهم دوران آمريڪا خلاف گهڻو ڪجهہ ڳالهايو هو. معنيٰ همراهہ پيش ڪري معافي گهري. آمرڪي سفير لکي ٿو تہ:

”ڀٽي 13 فيبروري 1971ع تي مصطفيٰ کر ۽ حيات شير پائو سان گڏ قونصل جنرل پشاور جي رهائش گاهہ تي مونسان ملاقات ڪئي. شير پائو چونڊ مهم دوران شديد آمريڪي مخالف ۽ منهنجي (آمريڪي سفير) خلاف ذاتي حملن جو سرپرست هو. هن جو تعارف سرحد ۾ ڀٽي جي قابل اعتماد نائب طور ڪرايو ويندو آهي. مصطفيٰ کر بہ ڀٽي جو قابل اعتماد هم خيال سمجهيو وڃي ٿو... ڀٽي چيو تہ هو انهن ٻنهي کي پاڻ سان گڏ وٺي آيو آهي تہ جيئن هي حقيقت واضح ٿي وڃي تہ هي ٻئي پنهنجن علائقن ۾ آمريڪي آفيسرن سان باهمي بريفنگ ۾ پي پي پي جي نمائندگي ڪندا... هن (ڀٽي) چيو تہ هن پنهنجي سيني اڳواڻن لاءِ هدايت جاري ڪئي آهي تہ هو هن جي ذاتي جذبن جو خيال رکن ۽ آمريڪا خلاف توهين آميز بيان ڏيڻ کان پاسو ڪن... ميٽنگ ۾ شيرپائو جي موجودگي هن امر جو ثبوت آهي تہ پراڻو باب هاڻ بند ٿيو.“•

ڀٽو صاحب پاڪستان جي ٻين حڪمرانن وانگر پوري دنيا ۾ آمريڪا جي مفادن تحت ڪم ڪندو هو. ايوب خان بڊابير پشاور ۾ آمريڪا کي جاسوسي نيٽ ورڪ لاءِ جڳهہ ڏني هئي تہ ڀٽي صاحب بہ آمريڪا کي اهڙن ڪمن لاءِ ڪيترائي اڏا ۽ بندرگاهہ آڇيا. ڀٽو صاحب جڏهن 1973ع ۾ گوادر بندرگاهہ جو دورو ڪيو تہ حيران ٿي ويو ۽ چيائين هي بندرگاهہ مستقبل جو پئرس آهي. پوءِ انهي بندرگاهہ تي سيڙپ لاءِ هينري ڪسنجر کي چيائين تہ اصل ۾ ڀٽي صاحب چاهيو ٿي تہ آمريڪا گوادر ۾ سيڙپ ڪري اتي پنهنجو اڏو قائم ڪري. جيئن ڏکڻ ايشيا جي ٻين ملڪن جي آساني سان جاسوسي ڪري سگهجي. انهيءَ اڏي مان پاڪستاني عوام کي ڪنهن بہ لحاظ کان فائدو نہ هو. ڀٽي صاحب اهو ڪم صرف آمريڪا کي وڏ کان وڏ خوش ڪرڻ لاءِ ڪيو ٿي. چو تہ آقا جيترو خوش هوندو اقتدار

---

• Secret Papers selected by Qayyum Nizami Jaghangir Books Lahore. P -105-106

ايترو مضبوط هوندو. هينري ڪسنجر انهي بندرگاهه جي باري ۾ پنهنجا خيال آمريڪي صدر کي لکي موڪليا جيڪي گهڻن سالن کانپوءِ منظر عام تي آيا آهن. ڀٽو 18 سيپٽمبر 1973ع تي آمريڪي صدر ڏانهن لکي ٿو ته:

”عمومي طور تي پاڪستان هي معاملو اسان جي آڏو ڀهرين به رکي چڪو آهي پر انهي سلسلي ۾ ڪڏهن به ڪا متعين پيشڪش نه ڪئي آهي... اصل ۾ انهن جي ذهن ۾ چا آهي ۽ انهي تي ڪيتري لاڳت ايندي. جيئن ڀٽي چيو ته هو بحيره هند ۾ ڪراچي جي اولهه ۾ بلوچستان جي ساحل پرار مارا (Ormara) (گودار جي حد ۾) جي مقام تي تجارتي ۽ نيوي جي استعمال جي خاطر هڪ نئين بندر گاهه ٺاهڻ چاهين ٿا. انهي بندرگاهه کي ٺاهڻ جو مقصد معاشي لحاظ کان فائدو گهٽ سياسي فائدو وڌيڪ تي سگهي ٿو.“•

1973ع جي آخري ۾ ڀٽو صاحب آمريڪا جي دوري تي ويو اتي هن ڀاڻ صدر نڪسن سان گوادر پورٽ متعلق 10 منٽ اڪيلائي ۾ ڳالهايو پر صدر نڪسن انهي معاملي ۾ ڪا خاص دلچسپي نه ڏيکاري.

16 ڊسمبر 1971ع تي پاڪستاني فوج ڍاڪا ۾ شڪست کاڌي ۽ پنهنجا هٿيار ڦٽا ڪيا. تڏهن ڀٽو صاحب آمريڪا ۾ ڊپٽي وزير اعظم ۽ وزير خارجه جي حيثيت سان پاڪستان جو ڪيس وڙهي رهيو هو. يحيٰ خان صدر هو. بنگال تتي الڳ تي چڪو هو. ڀٽو صاحب پاڪستان اچڻ کان اڳ 18 ڊسمبر تي آمريڪي صدر نڪسن سان ملاقات ڪئي ۽ پاڪستان جي ”ڏکئي وقت“ ۾ مدد ڪرڻ تي شڪريو ادا ڪيو. ماضي ۾ آمريڪين سان نفرت جي اظهار بابت ڀاڻ چيائين ته:

“In the past he had been referred to as `Yankee Hater`”

”ماضي ۾ هن کي آمريڪين سان نفرت ڪندڙ سمجهيو ويندو هو.“ ♦

تنهن تي افسوس جو اظهار ڪندي ايندڙ وقت لاءِ ڀاڻ چيائين ته:

“...He looked forward to improve relations with the United State despite his reputation for being less than friendly in the past those problems he noted were the result of U.S policies at the time.”•

---

• Secret Papers selected by Qayyum Nizami Jaghangir Books Lahore. P -239

♦ Ibid. P -105

”هو اميد ڪري ٿو تہ ماضي جي سيني غير دوستاڻن تعلقاتن جي برعڪس مستقبل ۾ آمريڪا سان هن جي تعلقاتن ۾ بهتري ايندي هن چيو تہ ماضي ۾ هن جا اهڙا خيال آمريڪي پاليسين جي ڪري هئا.“•

اهڙا خيال پيش ڪري ڀٽو صاحب آمريڪي صدر جو آشير واد وٺي بچيل پاڪستان جي قيادت ڪرڻ لاءِ آمريڪا مان روانو ٿيئي ٿو.

ان کان اڳ نومبر ۾ آمريڪي صدر سان ملاقات لاءِ پاڪستان ۾ آمريڪا جي سفير فارليند سان ڳجهہ ڳوهہ ۾ وچي ملاقات ڪري ٿو سفير انهي ملاقات جي رپورٽ جيڪا آمريڪا موڪلي انهي ۾ لکي ٿو تہ:

”3 نومبر بروز اربع جي ڏينهن ذوالفقار علي ڀٽي مون کي هڪ تڪڙي ملاقات لاءِ سڏيو. انهي ملاقات لاءِ اسلام آباد ڪلب جي چونڊ ڪئي وئي. مونسان گڏ اسسٽنٽ ڊي سي ايم بہ موجود هو. ڀٽو تقريبن 10 منٽ دير سان پهتو. هن ٻڌايو تہ خفيہ ايجنسي وارن کي ڏوکو ڏيڻ ۾ ڪجهہ دير ٿي وئي. اسان جي ملاقات تقريبن ڏيڍ ڪلاڪ تائين هلي. ڀٽي ٻڌايو تہ هو تمام گهڻن معاملن تي ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ چاهي ٿو انهيءَ لاءِ هن وقت ضايع ڪرڻ کانسواءِ ڳالهہ ٻولهہ شروع ڪري ڏني. هن (ڀٽي) ٻڌايو تہ پنهنجي پارٽي ڪائونسل ۾ هن آمريڪا سان مضبوط واسطن رکڻ تي زور ڏنو آهي ۽ انهي سبب هن کي پنهنجي پارٽي اندر ڪجهہ مشڪلاتن جو مقابلو ڪرڻو پئجي رهيو آهي. مون جواب ۾ ڪجهہ تعريفي جملا چيا.“◆

ڀٽي صاحب انهي ملاقات ۾ صرف اهو نہ چيو تہ آئون توهان سان هر ڳالهہ ۾ ٻڌل آهيان, پر جيڪو قاهرا, روم ۽ پئرس جو دورو ڪري آيو هو انهيءَ جي رپورٽ ڏئي پنهنجي لاءِ همدردي ۽ حمايت حاصل ڪرڻ چاهيائين پي. سفير ساڳي رپورٽ ۾ اڳتي لکي ٿو تہ:

”ڀٽي ٻڌايو تہ هو اڄ صبح ئي قاهرا, پئرس ۽ روم جي مختصر دوري تان آيو آهي, هن ٻڌايو تہ قاهرا ۾ صدر سادات سان هن بہ ڊگهيون ملاقاتون ڪيون. صدر سادات جي باري ۾ هن سٺن خيالن جو

• Secret Papers selected by Qayyum Nizami Jaghangir Books Lahore, P-107
◆ Ibid, P-152

اظهار ڪيو ۽ اميد ظاهر ڪئي تہ صدر سادات جي حيثيت جلد مستحڪم ٿي ويندي ۽ هي صورتحال آمريڪا جي حق ۾ بهتر هوندي، هن ٻڌايو تہ صدر سادات روس کان بيزار ٿي چڪو آهي.“•

لکين بنگالي قتل ٿي رهيا هئا، ملڪ مڪمل افراتفري جو شڪار هو ۽ ڀٽو صاحب آمريڪا جي خوشامندي حاصل ڪرڻ ۾ ننهن چوٽي جو زور لايو ويٺو هو.

ڀُٽي صاحب جا جڏهن آمريڪا سان آگسٽ 1976ع ۾ اختلاف ٿيا، تڏهن انهن چيو تہ اسان توکي (ڀٽو) کي عبرتناڪ مثال بڻائينداسين. نہ تہ ان کان اڳ فيبروري 1976ع ۾ آمريڪا کي صلاحون پيئي ڏنائين. ان حوالي سان طارق علي لکي ٿو تہ:

”فيبروري 1976ع ۾ ڀُٽو اقوام متحده جي هڪڙي اجلاس ۾ شرڪت لاءِ نيويارڪ ۾ هو. آمريڪي وزير خارجہ سان هن جي ملاقات جو بندوبست ڪيو ويو. ڊي ڪلاسيفائي ٿيل دستاويزن مان انهي ملاقات بابت ذلچسپ ڳالهين جا سراغ ملن ٿا. ڀُٽي انتهائي خلوص سان مشورو ڏنو تہ انگولا ۾ آمريڪا کي کهڙي طرح سان منهن ڏيڻ گهرجي ها. (ڀرپور فوجي ڪارروائي ڪرڻ گهرجي ها) ۽ متعلقہ معاملن تي ڳالهہ ٻولهہ ڪئي، جنهن تي ڪسنجر کي گهڻي چڙ آئي ۽ هن ڀُٽي کان پڇيو تہ زنگبينو زنسڪي سان ڳالهايو آهي. انهيءَ ڪانپوءِ دنيا جي سياست ۽ آمريڪي حڪمت عملي تي هڪ زبردست بحث ٿيو جنهن ۾ صوبيدار هن ڳالهہ تي پنهنجي پريشاني جو اظهار ڪيو تہ دشمن سلطنت آمريڪا جي حڪمت عملي کي انهي جي ڪمزري سمجهي رهيا آهن. جيڪا سلطنت جي دوستن لاءِ باعث پشيماني آهي. ڀُٽي جي خيال ۾ سوويت روس سان آمريڪا جي رويي ۾ ضرورت کان وڌيڪ لچڪ اچي چڪي آهي. (معنيٰ روس کي جلد کان جلد تباهہ ڪر ا–ل) جڏهن تہ ڪيون جهڙيون ننيڙيون رياستون ڏهہ هزار جي نفري سان انگولا ۾ ڪتي ويون. اتي بارهن

• Secret Papers selected by Qayyum Nizami Jaghangir Books Lahore. P-153

هزار ڪيوبائي هئا. هينري تصحيح ڪئي ۽ هنرمندي سان هر اعتراض جو توڙ ڪرڻ ۾ مصروف رهيو. هي ڳالهه بلڪل واضح آهي تہ ڪسنجر جي ويجهو ملاقات جو مقصد ڀُٽي کي خوش ڪرڻ کان علاوه ايٽمي مسئلي تي ڳالهه ٻولهه هو.“•

آمريڪا ويٽنام ۾ وڏي تباهي مچائي ڇڏي پر ڀٽي صاحب آمريڪا جي اهڙي ظلم تي اکر بہ نہ ڪڇيو. موقعي جي مناسبت سان انهي کي استعمال ڪري آمريڪا جون همدرديون حاصل ڪندو رهيو. ايتري قدر جو پيپلزپارٽي جا ٻيا اڳواڻ ڀٽي صاحب کي چون تہ انهي تي مذمتي بيان جاري ڪرڻ کپي تڏهن بہ پاڻ انڪار ڪندو رهيو ۽ سڄي وارتا 13 فيبروي 1971ع تي پشاور ۾ آمريڪي سفير کي ٻڌايائين. سفير لکي ٿو تہ:

”هن (ڀٽي) چيو تہ هو ذاتي طرح آمريڪا جي ويٽنام پاليسي خلاف آهي هو وڏي آساني سان انهي تي سخت تنقيد ڪري سگهيو ٿي پر هڪڙي دوست جي حيثيت سان هو پنهنجي ذاتي راءِ کي اهميت نہ ڏيندو ۽ پارٽي جي قابل ذڪر دٻاءُ ۾ نہ ايندو. جيڪا آمريڪا جي ويٽنام ۾ ڪارروائي تي مذمتي بيان جاري ڪرائڻ چاهي ٿي.“•

ڀُٽو صاحب سدائين آمريڪا جي خيرخواهي جا ڪم ڪندو آيو. چين کي بہ آمريڪا جي ويجهو آندائين. جنهن جي آمريڪا کي تمام گهڻي ضرورت هئي، ڇو تہ آمريڪا روس کي ختم ڪرڻ لاءِ ٻيا دشمن گهٽ ڪرڻ پئي چاهيا ۽ ڀُٽي انهيءَ ۾ آمريڪا جو ساٿ ڏنو. انهيءَ حوالي سان ڀُٽي صاحب جو دوست پيلو مودي لکي ٿو تہ:

”جيئن تہ سڄي دنيا ڄاڻي ٿي تہ، اڳتي هلي پاڪستان ۽ چين وڌيڪ ويجهو اچي ويا ۽ ايترا ويجها دوست بڻجي ويا، جو جڏهن صدر نڪسن کي چيئرمين مائوزي تنگ سان لاڳاپو جوڙڻ جي گهُرج محسوس ٿي، تہ هُن پاڪستان کي هڪ اهڙي ايماندار دلال

---

• ’پرزے ہوئے پیمان کتنے‘، طارق علي، گڈ بکس، لاہور، دوسرا ایڈیشن، 2009ء، ص145.

• Secret Papers selected by Qayyum Nizami Jaghangir Books Lahore, P -105

طور استعمال ڪيو جنهن ڊاڪٽر هينري ڪسنجر جي چين وڃڻ جو انتظام ڪيو. اهو سڀ ڀُٽي سبب ئي ممڪن ٿي سگهيو هو..“ ※

باقي اها ڳالهہ بلڪل واضح آهي تہ ڀُٽو آمريڪا لاءِ ڪڏهن بہ مڪمل ڀروسي وارو ماڻهو نہ رهيو. تنهن جي خبر ڀُٽي کي بہ هئي. ڀُٽو صاحب آخر تائين آمريڪا سان سينٽو (CENTO)واري معاهدي ۾ وينو هو جنهن تان ايوب هٿ پئي کنيا، پر ڀُٽو صاحب وڏي فخر سان انهي ۾ وينو رهيو. وري جڏهن ضياءَ چيو تہ آئون انهيءَ سينٽو واري معاهدي مان نڪران ٿو تڏهن ڀُٽي صاحب چيو تہ:

”جيڪڏهن آمريڪا خلاف ايڏي ئي ڪاوڙ آهي تہ پوءِ فوجي حڪومت ان جو مظاهرو ڪنهن ٺوس عمل ذريعي ڇو نٿي ڪري. پاڪستان کي سينٽو فوجي معاهدي مان ٻاهر ڪيڻ ۾ ڪهڙي ڏکيائي سامهون پئي اچي؟ پر رُڳو ڳالهين سان ڊِؤ ڪبو ۽ عملي طور ڪَک بہ نہ ڀڃبو عالمي سياست ۾ آمريڪا جنهن حڪمت عمليءَ تي هلندڙ آهي، تنهن لاءِ رڳو آمريڪا کي ڏوهي ڇو پيو ڪوٺيو وڃي. ان بجاءِ پاڻ اسان منجهان اهي ماڻهو جيڪي سياسي ٻُڪ ۽ اقتدار جي هوَس ۾ ورتل آهن، سي عوام آڏو جوابدار آهن.“•

بلڪل صحيح ايوب خان چين ۽ هندستان جي نومبر 1962ع واري جنگ کانپوءِ سيٽو ۽ سينٽو معاهدن کان توبهہ ڪئي هئي، پر ڀُٽو صاحب پنهنجي پوري حڪومتي دؤر ۾ انهي سينٽو ۾ وينو رهيو. باقي سيٽو بنگال جي الڳ ٿيڻ کان پوءِ خودبخود ختم ٿي ويو هو.

---

※ *’ذلفي منهنجو دوست‘*، ليکڪ: پيلو مودي، ترجمو: حسين بادشاهہ. روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو. 2005ع، ص 63.

• ’جيڪر مونکي قتل ڪيو ويو‘، ذوالفقار علي ڀُٽو روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو 2006ع، ص 225.

# ڇا ڀُٽي صاحب آمريڪا خلاف بين الاقوامي محاذ جوڙڻ جو ڪم ڪيو پئي؟

جيڪي ماڻهو بين الاقوامي معاملن جا ڄاڻو آهن. انهن کي خبر آهي تہ ڀُٽي صاحب ڪي اهڙا ڪم نہ پئي ڪيا. باقي هو ڪري ضرور پئي سگهيو ڇو تہ انهيءَ وقت دنيا ۾ ٽي وڏيون طاقتون موجود هيون. روس، چين ۽ آمريڪا. پر ڀُٽو صاحب مڪمل طرح ۽ واضح طرح آمريڪا جو ماڻهو ٿي بيٺو جيڪڏهن ڀُٽي صاحب جا چين سان واسطا هئا تہ اهي خود آمريڪا جي مفادن وٽان هئا، ڇو تہ آمريڪا چين ۽ پاڪستان جي دوستي جو فائدو هندستان کي ڏيجاري ونڻ چاهيو پئي. ڇو تہ ڀُٽو صاحب چوويهہ ڪلاڪ هندستان سان هڪ هزار سال جنگ لاءِ تيار هو. جيڪڏهن هندستان سياٽي آمريڪا جي ڪنهن حڪم کي نہ مڃي تہ هو پاڪستان جي هٿان هندستان کي اکيون ڏيکاري سگهي ۽ هندستان انهيءَ کي چين جي دشمني سمجهي ها. آمريڪا جو لٽ ۽ چٽ وارو ڪم تي وڃي ها. هندستان وڏي حڪمت عملي سان روس ۽ آمريڪا سان واسطا برقرار رکيا. وچ اوڀر جون جيڪي بہ رياستون آهن. اهي سڀ آمريڪا جي حڪمن تحت هلن ٿيون. ايران ۾ رضا شاهہ پهلوي آمريڪا جو اڄوڪو حامد ڪرزئي کان بہ وڌيڪ فرمانبردار ٿيو وينو هو. عراق ۾ نوري سيد ۽ صدام جهڙا شينهن وينا هئا، جيڪي آمريڪا جي هر حڪم تي لبيڪ چوندا هئا، سعودي عرب جي تہ انٽيليجنس آمريڪا جي سي. آءِ اي جي هدايتن تي ڪم ڪندي آهي. ايتري قدر جو شاهہ فيصل کي 1975ع ۾ پنهنجن هٿان پورو ڪرائي ڇڏيائين. ياسر عرفات ۽ فلسطيني پاڻ مظلوم، ترڪي ۾ آمريڪا ۽ برطانيہ جا گڏيل خيرخواهہ وينا هئا. مصر ۾ سامراج جو ڇاڙتو سادات وينو هو ۽ خود ڀُٽو آمريڪا جي بين الاقوامي دفاعي معاهدي CENTO ۾ آخر تائين وينو رهيو.

# ڇا ڀُٽو صاحب واقعي روس جو دوست هيو؟

ڀُٽي صاحب بابت ڪيترين ڪهاڻين ۽ قصا مشهور آهن. انهن مان هي ڪهاڻي بہ مشهور آهي تہ هن جو صرف آمريڪا دشمن يا هي صرف آمريڪا جو مخالف هو. باقي دنيا سان ڀُٽي صاحب جا اهڙا واسطا ۽ تعلق هئا, جو ڪو تصور نٿو ڪري سگهي, پر حقيقت ۾ ڀُٽو صرف آمريڪا جو ماڻهو هو باقي دنيا جي ملڪن سان هو رواجي ۽ ملڪي حيثيت سان هلندو هو. ڀُٽي کي روس لاءِ تہ ايتري محبت هوندي هئي, جو بلوچستان ۽ سرحد جون ٻئي حڪومتون ختم ڪري انهن تي الزام هنيائين تہ اهي روس جا ايجنٽ آهن. نہ صرف اها ڳالهہ ميڊيا ۾ آئي پر پاڻ 14 فيبروي 1973ع تي آمريڪي صدر کي خط لکي اهڙي منصوبہ بندي جا تفصيل ٻڌايا. پاڻ لکي ٿو تہ:

"10 فيبروي تي اسان عراقي سفارتخاني ۽ عراقي سفير جي رهائشگاهہ اسلام آباد مان وڏي مقدار ۾ اسلحو بر آمد ڪيو آهي. جنهن ۾ روسي ساخت جون 350 سب مشين گنون, 900 ڪان وڏيڪ ميگزين, 40 هينڊ گرينڊ, هڪ لک گوليون وڏي مفاصلي جا ٽرانسميشن سيٽ ۽ تربيت جو ٻيو سامان شامل آهي. جيڪو گوريلا ڪارروائين لاءِ استعمال ٿئي ٿو... روسي اسحلي جي موجوده کيپ گذريل ڪوشش جو نتيجو آهي, جنهن جي مطابق پاڪستان ۾ بدامني ڦهلائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. گذريل گرمي جي موسم ۾ اسان کي ناقابل ترديد شهادتون مليون آهن تہ روس سنڌ جي اندر ڪراچي جي وڏن ڪارخانن ۾ زبان جي مسئلي تي مزدورن ۾ بي چيني پيدا ڪرڻ لاءِ منصوبہ بندي ۽ سرمايو فراهم ڪرڻ لاءِ پوري طرح ملوث هو." ♦

هاڻ جيڪو ماڻهو پنهنجي ملڪ جي ماڻهن تي الزام هڻي ٿو تہ هو ڦلاڻي ملڪ جا ايجنٽ آهن. انهيءَ مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ الزام لڳندڙ

♦ Secret Papers selected by Qayyum Nizami Jaghangir Books Lahore. P 219-220

ملڪ لاءِ الزام هڻندڙ فرد وٽ ڪيتري عزت ۽ قدر هوندو. ايجنٽ چئي وري چئون تہ هي غدار آهن. اسان وٽ هي ڳالهہ گهڻي مشهور آهي تہ ذوالفقار علي ڀُٽي جو ڪمال آهي، جنهن روس کان اسٽيل مل تحفي طور ورتي. اهو دنيا جهان جو وڏو ڪوڙ آهي. اسٽيل مل ملي تہ واقعي ڀُٽي صاحب جي دؤر ۾ هئي، جيڪا مڪمل 1980ع ۾ ضياءَ جي دؤر ۾ تي هئي، پر انهي جو معاهدو ايوب خان 18 اپريل 1968ع ۾ ڪري آيو هو. اسٽيل مل تي ڀُٽي جي مالڪي ائين آهي، جيئن نواز شريف ائٽم بم جو مالڪ بڻيو وينو آهي، پر حقيقت ۾ ائٽم بم جو مالڪ ۽ خالق ڀُٽو صاحب آهي، جنهن انهي جا بنياد رکيا، سويت روس جا ڀُٽي ۽ سندس حڪومت سان واسطا ڪيئن بهتر يا اعتماد وارا رهن. جو تہ ڀُٽو روس جي خلاف سينٽو واري معاهدي ۾ وينو هو ۽ پاڪستان ۾ سرحد ۽ بلوچستان جي حڪومتن کي برطرف ڪري انهن تي روس جا ايجنٽ ۽ غدار چئي آمريڪا کي خوش ڪري رهيو هو.

# ڇا ڀُٽي صاحب کي ايٽمي طاقت حاصل ڪرڻ جي سزا ڏني وئي؟

عام طرح سمجهيو ويندو آهي تہ ڀُٽي صاحب کي ايٽمي طاقت حاصل ڪرڻ واري ڪم جي ڪري آمريڪا اقتدار تان هٽايو پر حقيقت ائين ناهي. ڇو تہ جيڪڏهن ڀُٽي کي ائٽم بم کي حاصل ڪرڻ واري ڳالهہ تان هٽايو وڃي ها تہ پوءِ پاڪستان 28 مئي 1998ع تي ائٽمي ڌماڪا ڪيئن ڪري ها؟ اهو صرف ڀُٽي کي هٽائڻ جو آمريڪا لاءِ بظاهر بهانو هو جنهن کي ڀُٽي وڏي ڀرپور انداز سان عوام ۾ استعمال ڪيو ۽ عوام کي ٻڌايائين تہ آمريڪا مون کي صرف ائٽم بم کي حاصل ڪرڻ واري ڪم جي ڪري ختم ڪرڻ جو چئي رهيو آهي. انهيءَ حوالي سان ناليواري ائٽمي سائنسدان ڊاڪٽر عبدالقدير خان جو تازو هڪڙو بيان روزاني ڪاوش آچر 18 جولاءِ 2010ع ۾ ڇپيو آهي، جنهن ۾ هن چيو آهي تہ "آمريڪا کي پاڪستاني ائٽمي پروگرام جو 1979ع ۾ پتو پيو." روس افغانستان ۾ داخل ٿي چڪو هو. آمريڪا روس کي ختم ڪرڻ لاءِ (روس کي ختم ڪرڻ مان مراد روس جو سوشلزم وارو نظام تباهہ ڪرڻ ۽ آمريڪا جي سرمائيداراڻا نظام کي مضبوط ڪرڻ) پاڪستان ۾ پنهنجو اعتماد جوڳو ماڻهو ضياءَ چيف آف آرمي اسٽاف مارچ 1976ع ۾ مقرر ڪرائي ڇڏيو هو. جيڪو مڪمل اسلامي جذبن ۽ عملن سان سرشار هو. ڇو تہ آمريڪا کي روس ڪافر کي تباهہ ڪرڻ لاءِ اسلامي مجاهدن جي ضرورت هئي.

# ضياءَ الحق کي چيف آف آرمي اسٽاف ڇا جي ڪري بڻايو ويو؟

ڀُٽي صاحب کي پنهنجا مخالف يا پنهنجي مخالفت بنهہ پسند نہ ايندي هئي. تنهنڪري آهستي آهستي سندس اردگرد درٻاري قسم ۽ منافق قسم جا ماڻهو ويجهو ٿي ويا. ضياءَ الحق بہ انهن ماڻهن مان هو جنهن لاءِ طارق علي پنهنجي ڪتاب• ۾ لکي ٿو تہ:

”ضياءَ جي جرنل ساٿي ايم. عارف بغير ڪنهن طنز جي جنرل ضياءَ جي باري ۾ چيو تہ: ’هو ديندار مسلمان هو عاجزي جو نمونو هو‘. هڪڙي ٻي ويجهي ساٿي جنرل سعيد قادري جي ويجهو ’عاجزي‘ هن جي باس جي خوبي ۽ منافقت هڪ ڪمزوري هئي.“

ضياءَ کي جڏهن چيف آف آرمي اسٽاف بڻايو ويو. تڏهن سندن وڏن ڪارنامن مان هڪڙو وڏو ڪارنامو اُردن ۾ هزارين فلسطينن کي مارڻ جو هو. جيڪو واقعو دنيا جي تاريخ ۾ ڪاري سيپٽمبر جي نالي مشهور آهي. فورٽ ليون ورٿ ڪنساس ۾ تربيت ڪانپوءِ برگيڊيئر ضياءَ الحق کي 1968ع جي آخر ۾ اُردن موڪليو ويو جتي هن اُردن جي رهواسين کي عوامي بغاوت کي ختم ڪرڻ جي تربيت ڏني. انهي تربيت جو مقصد فلسطينن جي جدوجهد کي ختم ڪرڻ جو هو جيڪي اُردن ۾ اڪثريت ۾ رهندا هئا. 1968ع ۾ ڇهن ڏينهن جي عرب اسرائيل جنگ جنهن جي نتيجي ۾ مصر ۽ شامي فوج جي تخت اچي ٿهڪو ڪيو غزه ۽ فلسطين جا وڏا حصا اسرائيلي قبضي ۾ هليا ويا ۽ عرب قوم پرستي کي هڪ اهڙو زبردست ڌڪ لڳو جيڪو هو وري سنڀالي نہ سگهي. فلسطيني انهي جنگ ڪانپوءِ ڪاوڙ ۾ ڀريل هئا. فلسطينن کي اندازو ٿي ويو هو تہ هنن کي پنهنجي ويڙهہ پاڻ وڙهڻي پوندي. سيپٽمبر 1970ع برگيڊيئر ضياءَ اُردن جي دستن جي قيادت ڪئي، جن فلسطينن جي سرڪشي جو خاتمو ڪيو هو. جنرل موشي ديان

---

• ’پرزے ہوئے پیمان کتنے‘، طارق علي، گڈ بکس، لاہور، دوسرا ایڈیشن، 2009، ص139.

چيو تہ ضياءَ ’يارهن ڏينهن ۾ ايترا فلسطيني ماريا آهن، جيڪي اسرائيل ويهن سالن ۾ بہ نہ ماريا آهن.‘ انهيءَ مهيني کي ڪارو سيپٽمبر جو نالو ڏنو ويو. ضياءَ کي اُردن جو سڀ کان وڏو تمغو ڏنو ويو ۽ هو هڪ فاتح وانگر پنهنجي ملڪ آيو. جلد ئي هن جي ترقي ٿي وئي ۽ پنجاب جي شهر کاريان ۾ ڪراپس ڪمانڊر طور مقرر ڪيو ويو.

افسوس جهڙي ڳالهہ آهي جنهن ضياءَ هزارين فلسطينن کي ماريو ۽ دنيا انهي کي ڪاري سيپٽمبر جو نالو ڏنو ۽ ڀُٽي صاحب انهي کي هڪ معمولي ڪارروائي سمجهيو ۽ پوءِ جڏهن 5 جولاءِ تي ضيا ڀُٽي صاحب جي حڪومت ختم ڪئي تڏهن ڀُٽي صاحب ضياءَ لاءِ چيو تہ:

”هن آزادي جي ويڙهاڪن کي قتل ڪيو. اهو سنو نہ آهي تہ ماڻهو شراب ۾ الڪوهل پيئي ٿو پر انهي کان خراب ڪونهي جو ماڻهو آزادي جي ويڙهاڪن جو رت پيئي، جيڪو ضياءَ اُردن ۾ پي آيو هو.“♦

ٽڪا خان 29 فيبروري 1976ع ۾ چيف آف آرمي اسٽاف جو مدو پورو ڪيو تہ ڀُٽي صاحب ڇهن 6 سينئر جنرلن کي بائي پاس ڪري، جنرل جيلاني ۽ اردن جي شاهہ حسين جي سفارش تي ضياءَ کي چيف آف آرمي اسٽاف بڻايو. چون ٿا تہ آرمي چيف ٿيڻ کانپوءِ وزيراعظم سيڪريٽريٽ ۾ ڀُٽي سان ملاقات لاءِ ضياءَ انتظار ڪري رهيو هو. سگريٽ پئي ڇڪيو. ڀُٽو اچانڪ ڪمري ۾ اچي ويو ۽ ضيا ڀُٽي کي ڏسي ڪري دُکيل سگريٽ يونيفارم جي کيسي ۾ وجهي ڇڏيو تنهن تي ڀُٽي چيس: ” General you are burning Pak Army“ ”جنرل تون پاڪستان آرمي کي ساڙي رهيو آهين.“

ڀُٽو صاحب جنرل ضياءَ کي Monkey General چوندو هيو ۽ جڏهن ڀُٽو ضياءَ کي سڏيندو هو تہ ?Where is my monkey- General انهيءَ تي ضيا ڏند ڪڍيندو ڀُٽي وٽ حاضر ٿيندو هو ۽ چوندو هو تہ:

”سر آئون توهان جو شڪرگذار آهيان جو توهان مون تي خاص ڌيان ڏيو ٿا.“

♦ "*Zulfi Bhutto of Pakistan*". Stanley Wolpert, (Third Edition-2008) Oxford University Press, Karachi, P-321.

ضيا جي سادگي لاءِ ڪوڙ ساريون ڳالهيون مشهور آهن. بينظير ضيا کي English Cartoon چوندي هئي ۽ وڏو فخر سان دعويٰ ڪندي هئي تہ ”ضياءَ اسان جي مٺ ۾ آهي، منهنجي پيءُ کي قتل تہ ڪري سگهجي ٿو پر فوجي بغاوت جو سوال ئي پيدا ڪونهي.“• پوءِ محترمہ انهي English Cartoon کي ”The Devil“ ”شيطان“ سڏيو.

ڀُٽي جي نظر ۾ وفادار ۽ سادو جنرل ضياءَ آهستي آهستي ”وڏن“ جي مليل ڪم تي عمل ڪرڻ شروع ڪيو. ضياءَ جي مقرر ٿيڻ کانپوءِ آءِ ايس. آءِ جي ڊائريڪٽر جنرل جيلاني هڪ سيڪريٽ ميسيج (ڳجهہ ڳوهہ ۾ پيغام) ڏنو تہ ملتان ۾ مودودي جي جماعت اسلامي جي معرفت آرمي ۾ وڏي پيماني تي ”تبليغ“ ۽ ”مذهبي اپيل“ جي پرچار ڪري پئي. جنرل جيلاني ڳاڙهي پين سان ”Army Revolution“ تي ٽڪ مارڪ ڪري خط ضياءَ ۽ ڀُٽي ڏي موڪليائين. جنهن جي جواب ۾ ڀُٽي صرف هي چيو تہ ملتان جي سرزمين درويشن جي آهي بيو تہ مون ضياءَ کي چٽي چڏيو آهي تہ ”.I do not want a `Mullah Army`“ ”مون کي هڪ مُلا آرمي پسند ناهي.“ پر ضياءَ جي سادگي بہ ڪمال جي هئي، مولانا مفتي جي ڪتاب ”تفهيم القرآن“ جو ترجمو وڏي تعداد ۾ ڇپرائي آرمي ۾ ان جون ڪاپيون ورهايون پئي. انهي ڪتاب جي ڇپائي ۽ ”بين“ ڪمن لاءِ سعودي عرب ۽ ٻين ملڪن مان پيسا پئي آيا. 1 جولاءِ 1976ع تي. ضيا ”دي آرمي ايجوڪيشن اسڪول“ ۾ اهو ڪتاب فوجين کي انعام طور ڏنو تنهن کانپوءِ انهي ڪتاب کي امتحاني نصاب ۾ شامل ڪيو ويو ۽ هن ڪتاب کي ڪئپٽن ۽ ميجر رينڪ جي پروموشن لاءِ لازمي رکيو ويو ۽ ان مان امتحان ورتو ويندو. جڏهن اهو معاملو گهڻي اهميت اختيار ڪري ويو تڏهن ڀُٽي صاحب 24 نومبر 1976ع تي ضياءَ سان ملاقات ڪئي ۽ ان متعلق پڇيائين. تنهن تي ضياءَ چيو تہ: ”ڀُٽو صاحب پاڻ تہ چوندو آهي تہ اسلام ڪنهن هڪ جي ملڪيت ڪونهي.“ يعني آئون پاڻ توهان (ڀٽو) جو ڪم ڪيان پيو. ڀُٽو صاحب مطمئن ٿي ويو.♦ ۽ ائين ضيا پنهنجي هر رٿابندي ۽ حڪمت عملي ۾ ڪامياب ٿيندو ويو.

---

• ’ٹوٹے ہوئے پیمان کتنے‘، طارق علي، گڈ بکس، لاہور، دوسرا ایڈیشن، 2009ء، ص149.

• “*Zulfi Bhutto of Pakistan*”, Stanley Wolpert, (Third Edition-2008) Oxford University Press. Karachi, P-280-281.

# 1977ع جي اليڪشن ۾ ڌانڌلين ۽ ڀُٽي صاحب جي حڪومت جو خاتمو

هي تاريخ جو هڪڙو عجيب اتفاق آهي جو جڏهن ايوب خان آمريڪا کان منهن موڙيو تہ ايوب خان جي خيرخواهن هن کي ڀهرين صلاح ڏني تہ هو اليڪشن ڪرائي، انهن هن کي ٻڌايو تہ مخالف ڌر ورهايل آهي ۽ توهان اليڪشن آساني سان کٽي وينديءَ جيئن ايوب خان جنوري 1965ع ۾ اليڪشن ڪرائڻ جو اعلان ڪيو تہ هفتي جي اندر سڄي مخالف ڌر گڏجي وئي ۽ انهن پنهنجو متفقہ اميدوار فاطمہ جناح کي آندو ۽ ايوب خان انهيءَ تي حيران ٿي ويو. تہ هن کي ڇا ٻڌايو ويو ۽ ڇا ٿي ويو. خير ايوب خان تہ وڏي حڪمت عملي ۽ ڪجهہ "ٻين" عنصرن جي مدد سان اليڪشن جو نتيجو پنهنجي حق ۾ ڪري ويو.

ساڳي طرح ڀٽو صاحب ۽ آمريڪا ۾ "رنجش" پيدا ٿي ۽ رستا الڳ ٿيا "مقامي" خير خواهن چيو تہ هاڻ توهان اليڪشن ڪرايو وري 5 سال لاءِ چونڊجي ويندا ۽ پوءِ آمريڪا کي آرام سان منهن ڏجو. ڀٽي کي پنهنجن "دانشورن" جي ٽولي بار بار اهي رپورٽون پئي ڏنيون تہ هن کان وڌيڪ بهتر ٽائيم اليڪشن لاءِ ٻيو ٿئو ٿي سگهي ٿو تہ مخالف ڌر مڪمل طرح ٽوٽل پاڻ ۾ ورهايل آهي ۽ هو توهان جهڙي عالمي ليول جي اڳواڻ جو مقابلو نہ ڪري سگهندا. ڀٽي انهن "دانشورن" جي ٽولي جي چوڻ تي 7 مارچ 1977ع تي قومي ۽ 10 مارچ تي صوبائي اسيمبلي جي چونڊن جو اعلان ڪيو. جيئن ئي ڀُٽي صاحب اهو اعلان ڪيو تہ مخالف ڌر ٽن ڏينهن ۾ پنهنجي اتحاد جو اعلان ڪيو جنهن ۾ ٽوٽل 9 پارٽيون شامل هيون. اتحاد کي نالو ڏنائون پاڪستان نيشنل الائنس (PNA) ڀٽو اهڙي اتحاد تي حيران ٿي ويو پر "دانشورن" ٻڌايو تہ ڪا ڳالهہ ڪونهي. پاڻ وٽ "سڀ ڪجهہ" آهي، مخالف ڌر هٿين خالي آهي. چونڊن کان اڳ "دانشورن" ڀٽي ۽ پ پ جي اڳواڻن کي بنا مقابلي چونڊائڻ جو فيصلو ڪيو. ايتري قدر جو ڀٽي جي خلاف بيهندڙ مولانا جان محمد

عباسي کي گرفتار ڪيو ويو. هو ڀٽي جي خلاف فارم ڀرائي نہ سگهيو. انهيءَ معاملي کي پي پي اين اي وارن چونڊ مهم دوران زبردست انداز سان استعمال ڪيو. 19 جنوري فارم جمع ڪرائڻ جي آخري تاريخ هئي، بيورو ڪريسي پنهنجو "ڪمال" ڏيکاريو پوري پاڪستان مان پيپلزپارٽي جا 19 ميمبر بنا مقابلي چونڊرائي ڇڏيا جن جو اعلان ڪيو ويو. (ياد رهي تہ بلوچستان ۾ آرمي آپريشن هلڻ ڪري اتان مخالف ڌر طرفان ڪنهن بہ چونڊن ۾ حصو نہ ورتو هيو.) انهن مان 15 ميمبر سنڌ مان هئا:

"نور محمد لنڊ، سکر 4، مير مهراڻ خان بجاراڻي جيڪب آباد، عبدالفتح ميمڻ نوابشاهہ غلام مجتبيٰ خان جتوئي نوابشاهہ 2، بشير احمد شاهہ نوابشاهہ3، ذوالفقار علي ڀٽو لاڙڪاڻو 1، سلطان احمد چانڊيو لاڙڪاڻو 2، ممتاز علي ڀٽو لاڙڪاڻو 3، مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ، حيدرآباد 1، حاجي نجم الدين لغاري بدين 1، نياز محمد وساڻ، ٿرپارڪر 3، ملڪ سڪندر خان، دادو 1، علڻ خان لغاري، دادو 2، لياقت علي جتوئي، دادو 3، عطا محمد مري، سانگهڙ 2، بلوچستان مان جيڪي چار اميدوار ڪامياب ٿيا هئا، انهن ۾ تاج محمد جمالي، سبي 1، عبدالنبي جمالي، سبي 2، پرنس محي الدين قلات، 1، امان الله ڪچڪي، قلات 2.... ذڪر ڪيل ميمبرن مان صرف بہ چار صاحبن جي باري ۾ يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ اهي واقعي بنا مقابلي ڪامياب ٿي هئا. جنهن ۾ مسٽر غلام مجتبيٰ جتوئي ۽ ٻيو مخدوم زمان طالب المولىٰ. باقي جيڪي بنا مقابلي ڪامياب ٿيا هئا. انهيءَ ۾ پرائيم منسٽر سيڪريٽريٽ جي خاص چونڊن جي سيل جي انتظامي سربراهہ تمن (محمد حيات تمن) ۽ سياسي معاملن جي انچارج مسٽر رائو رشيد جي حسن ڪرشما سازي جون ڪرم فرمايون هيون."+

ٻئي طرف ٺاهيل اليڪشن سيل تي هڪڙي نظر وجهون ٿا ۽ اسان کي انهيءَ مان خبر پوندي تہ ڀٽي ڪيئن عوام کي اليڪشن ۾ ووٽ ڏيڻ لاءِ بندوبست ڪيو هو. انهيءَ حوالي سان ڪوثر نيازي لکي ٿو تہ:

---

+ 'اور لائين کٹ گئی'، کوثر نیازي، جنگ پبلشرز، لاهور، 1987ء، ص52-50.

”هن ’راز‘ جي مون کي بہ تمام گهڻي دير سان خبر پئي تہ رائو رشيد ۽ ان جي ٽولي ۽ ٻين مشيرن تي مشتمل ڪيٽريون ”ڪميٽيون“ هيون. جيڪي 1977ع جي چونڊن جي مهم لاءِ اپريل 1976ع کان ڪم ڪري رهيون هيون. چونڊن لاءِ ’نموني جو جيڪو منصوبو‘ خود وزير اعظم تيار ڪيو هو انهيءَ جو بنياد ٺي نوڪر شاهي هئي. جنهن جا اهم ستون رائو عبدالرشيد کان علاوه افضل سعيد خان، وقار احمد، سعيد احمد خان، مسعود محمود، محمد حيات ٽمن، (مشير براءِ عوامي امور) مسٽر اڪرم شيخ (ڊائريڪٽر انٽيلي جينس بيورو) مسٽر سعيد احمد قريشي چيف سيڪريٽري سنڌ. مسٽر محمد خان جوڻيجو هوم سيڪريٽري سنڌ، بريگيڊير (ريٽائرڊ) ملڪ مظفر خان چيف سيڪريٽري پنجاب، مسٽر منير حسين چيف سيڪريٽري صوبا سرحد، مسٽر نصر من الله چيف سيڪريٽري بلوچستان، ميجر جنرل امتياز علي ملٽري سيڪريٽري برائي وزير اعظم، مسٽر حامد جلال ايڊيشنل سيڪريٽري برائي وزيراعظم هئا. هي جڻ تہ وزير اعظم ڀٽو جي ’مني ڪيبنٽ‘ هئي، جيڪا 1977ع جي چونڊن جي منصوبي ’آپريشن وڪٽري‘ جي اصل خالق هئي. وفاقي وزير پيداوار مسٽر رفيع رضا پوري چونڊ مهم جو انچارج هو. پر وزير اعظم جي منصوبي مطابق ڏاڪي بہ ڏاڪي چونڊ مهم ڊپٽي ڪمشرن ايس پي صاحبن ۽ مختيار ڪارن کان ويندي تپيدارن جي ڪنڌن تي هئي. پيپلزپارٽي جي ڪارڪنن يا رهنمائن کي چونڊن جي ذميوارين کان مڪمل طرح الڳ ڪيو ويو هو ۽ پوري پارٽي آفيسر شاهي جي ڪنٽرول ۾ هئي. هي ستم ظريفي جي انتها هئي، تہ جيڪا پيپلزپارٽي انتهائي ناتجربيڪار ۽ ڪسمپرسي جي عالم ۾ ڀُٽي صاحب کي ايوان اقتدار ۾ ڪٺي آئي. انهيءَ تي ٻي دفعا چيئرمين کي اعتمادئي نہ هو.“+

ڀُٽي صاحب جيڪا ايوب خان کي صلاح پئي ڏني تہ هڪڙي اهڙي پارٽي ناهي وڃي جنهن جو صدر ڊپٽي ڪمشنر ۽ جنرل سيڪريٽري ايس پي صاحب هجي. انهيءَ حوالي سان ڪتاب ”يادگيرين جو سفر“ ۾ لکيل آهي تہ:

---

+ ’اور لائين ڪٽ گئی‘، ڪوثر نيازي، جنگ پبلشرز، لاهور، 1987ع، ص28.

”مرحوم ڀُٽو جنرل ايوب کي ڊيڊي سڏيندو هو. جنرل ايوب مسلم ليگ ٺاهي هئي. ڀُٽي مرحوم ڪيس صلاح ڏني هئي تہ ضلعي جو ڊپٽي ڪمشنر مسلم ليگ ضلعي جو صدر ڪر، پوليس سپرنٽينڊنٽ ضلعي مسلم ليگ جو جنرل سيڪريٽري ڪر. اها هئي ڀُٽي مرحوم جي جمهوري سوچ.هاڻ ائين سمجهو تہ پيپلز پارٽي مسلم ليگ جي ڏي آهي.“*

ايوب خان تہ انهي صلاح تي عمل نہ ڪيو پر ڀُٽي صاحب اقتدار ۾ اچي سڏي طرح ڪٽي اهڙي پارٽي نہ ٺاهي پر پارٽي جا سڀ ڪم انهن آفيسرن کان پئي ورتائين. مختيار ڪار ۽ تپيدارن کي بہ انهن ۾ شامل ڪيائين. ڇا جيڪي عظيم ليڊر عوامي طاقت ۾ يقين رکندا آهن يا عوام کي طاقت جو سرچشمو سمجهندا آهن اهي ائين ڪندا آهن؟ اج رڳو هڪڙو آفيسر اهڙو عمل ڪري ٿو تہ اسان جي آڏو انهيءَ جو قدڪاٺ ۽ انهيءَ پارٽي جي حيثيت ڪري ويندي آهي، ڀٽي صاحب هون تہ سڀ ڪم آفيسرن کان پئي ورتا پر اليڪشن جو اهم قومي ۽ عوامي ڪم بہ انهن آفيسرن کان ورتو جن کي صرف پنهنجي ڪرسي سان محبت هوندي آهي. 13 سئو آفيسرن کي رٽائرڊ ڪري پوري ملڪ ۾ پنهنجي پسند جا آفيسر مقرر ڪيا. ڇا پاڪستان جي پوري تاريخ ۾ هڪ ئي ڌڪ سان 13 سئو آفيسر ڪنهن برطرف ڪيا آهن؟ پر ڀٽي صاحب جي ڪيترن ئي ”عظيم“ ڪارنامن مان اهو بہ هڪ عظيم ڪارنامو هو ڀٽو صاحب اهڙا ڪارناما ڪندو هو جو ماڻهو کي يقين ئي نہ ايندو تہ ڀٽي جهڙو ماڻهو بہ اهڙا ڪم ڪري سگهي ٿو؟ پر ڀٽو صاحب اهي ”عظيم“ ڪم آرام ۽ وڏي منهنجي جي پڪائي سان ڪري ويندو هو. ڇو تہ هن کي ”عوام“ جي ”طاقت“ يقين هو. واقعي ڀٽو هڪڙو نہ پر چار هئا. هڪڙو ڀٽو ”عوام“ هو ٻيو ڀٽو آمريڪا هو ٽيون ڀٽو فوج هو ۽ چوٿون ڀٽو خود هو جنهن کي پاڻ سميت ڪنهن بہ شيءِ ۾ يقين نہ هو. پوءِ اليڪشن ۾ ڇا ٿيو؟ پاڪستان جي تاريخ جي بدترين ڌانڌلي. ڌانڌليون ملڪ ۾ هون بہ ٿينديون آهن پر ڀٽي صاحب

* ’يادگيرين جو سفر‘، ڪامريڊ مير محمد ٽالپر، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو ٻيو ڇاپو 2004ع، ص 135.

جنهن طريقي ۽ منصوبابندي سان ڌانڌليون ڪرايون اهڙو مثال ملڻ مشڪل آهي. ڪوثر نيازي انهيءَ حوالي سان لکي ٿو ته:

"انهيءَ وقت مسٽر ڀُٽو جو 'آپريشن وڪٽري' نالي منصوبو منهنجي علم ۾ نہ هو. هي تہ آئون چاٽيندو هئس تہ هو ڪنهن وقت ڪهڙي بہ ضلعي جي ڊپٽي ڪمشنر ۽ ايس پي تائين سنئين سڌي معلومات حاصل ڪندو هو پر مون کي انهيءَ جو ڪو علم نہ هو تہ چونڊن ۾ رگنگ (ڌانڌلي) جو ڪو طئہ شده منصوبو بہ رائو رشيد اينڊ ڪمپني ناهي چڪي هئي. هن پسمنظر ۾ ماڻهو هئا ۽ اسان پيشمنظر ۾ سياسي جنگ سياسي طور طريقن جي مطابق وڙهي رهيا هئاسين. چونڊن ۾ ڌانڌلي جو سڀ کان پهريون انڪشاف مون تي 7 مارچ جي 2 ڏينهن کان پوءِ انهيءَ وقت ٿيو جڏهن پي اين اي پنهنجي ايجيٽيشن شروع ڪري چڪي هئي. انهن چونڊن جي نتيجن کي مسترد ڪري ڇڏيو. هڪ شام پي ايم هائوس ۾ وزيراعظم ڀٽو، آئون، حفيظ پيرزادو رفيع رضا هڪ بہ بيا ماڻهو موجود هئاسين تہ وزير اعظم پيرزاده جي طرف ڏنو ۽ پڇائين تہ حفيظ ڪيترن سيٽن تي گڙبڙ ٿي آهي؟ 'سر.... 30 کان 40 تائين' حفيظ مختصر جواب ڏنو.

"جا اسان پي اين اي وارن سان هي ڳالهہ نٽا ڪري سگهون تہ هو ايترن سيٽن تي پنهنجا نمائنده ڪامياب ڪرائين، اسان ضمني چونڊن ۾ حصو نہ وٺنداسين. وزيراعظم جي ڳالهہ ٻڌي ڪري منهنجو ڪهڙو حال ٿيو؟ ايترو چائي ڇڏيو تہ آئون هن جي منهن ڏانهن ڏسندو ئي رهجي ويس ۽ پنهنجي پاڻ کي اچانڪ ئي تمام گهڻو بي خبر ۽ احمق محسوس ڪرڻ لڳم ڇو تہ مون تہ پنهنجي جاڻ ۾ پيپلزپارٽي کي بلڪل صاف سٿري چونڊن ۾ فتح ڏيارڻ لاءِ رات ڏينهن محنت ڪئي... پوءِ هي آئون ڇا ٻڌي رهيو هئس؟ ڇا وزير اعظم کي خبر هئي تہ اليڪشن ۾ ڌانڌلي ٿيندي، ڌانڌلي ڪرائي پئي وڃي. مون کي پنهنجن ڪنن تي يقين نہ پئي آيو..."+

---

+ 'اور لائين کٽ گئي'، کوثر نيازي، جنگ پبلشرز، لاهور، 1987ء، ص 42-41.

اليڪشن جا نتيجا هي هئا, قومي اسيمبلي جي 192 سيٽن مان.

| پارٽي جو نالو | پنجاب ۽ وفاقي علائقا | سرحد | سنڌ | بلوچستان | ڪل |
|---|---|---|---|---|---|
| پاڪستان پيپلزپارٽي | 108 | 8 | 32 | 7 | 155 |
| پاڪستان قومي اتحاد | 8 | 17 | 11 | _ | 36 |
| مسلم ليگ (قيوم گروپ) | -- | 01 | _ | _ | 01 |

(چارٽ ڪتاب "تاريخ مان ڪجھ نہ پرايو سين" جي ٿورن سان.)

اليڪشن جي اهڙن نتيجن ڪانپوءِ پي اين اي وارن 10 مارچ تي ٿيندڙ صوبائي چونڊن جو بائيڪاٽ ڪيو ۽ ملڪ ۾ مظاهرن, هڙتالن ۽ جلسن جو اعلان ڪيو. ڀٽي صاحب انهيءَ تحريڪ تي بيروني مداخلت جو الزام هنيو تہ هي تحريڪ "هاٿي" (آمريڪا) جي چوڻ تي شروع ڪئي وئي آهي. هلو صحيح آهي تہ اها تحريڪ "هاٿي" جي چوڻ تي يا انهيءَ جي مال تي هلي رهي هئي, پر ڀٽي ۽ سندس حڪومت انهيءَ ايڏي وڏي معاملي کي حل ڪرڻ لاءِ ڇا ڪيو؟ جڏهن ڀٽي کي خبر هئي تہ هو آمريڪا جي نافرماني ڪري آيو آهي ۽ هاڻ هن کي آمريڪا وڏيڪ برداشت نہ ڪندو پوءِ هن انهيءَ سڄي معاملي کي سمجهندي پنهنجو ڪهڙو بچاءُ ڪيو؟ هن آفيسر شاهي جي مدد سان وڏي پئماني تي ڌانڌلي ڪرائي. مخالف ڌر جي اميدوارن کي چونڊون جا فارم ڀرائڻ نہ ڏنا. مخالف ڌر جي ماڻهن کي پوليس ۽ ايف ايس ايف جي غنڊن ذريعي حراسان ڪيو ويو. جنهن مهم جي ڀٽي کي خبر هئي تہ اها ڪنهن جي چوڻ تي ڪئي پئي وئي, تنهن کي ڳالهين ذريعي ختم ڪرڻ بجاءِ فوج ۽ پوليس کي اجازت ڏئي انهيءَ ۾ وڌيڪ قوت پيدا ڪئي وئي. حالت وڃي هي بيٺي جو ڪراچي, حيدرآباد, لاهور, سيالڪوٽ ۽ بهاولپور ۾ جزوي مارشل لا نافذ ڪئي وئي. ملڪ جي صورتحال وڃي هي بيٺي جو بلوچستان ۾ "عظيم آرمي" آپريشن جاري هو. ڇو تہ اتي ڀٽي صاحب کي جاگيرداري ۽ سرداري نظام جو خاتمو آڻڻو هو. لاهور, ڪراچي, حيدرآباد, بهاولپور ۽ سيالڪوٽ ۾ جزوي مارشل لا. ولي خان خير بخش مري, عطاالله مينگل, غوث بخش بزنجو ۽ ٻيا اڳواڻ گذريل 4 سالن کان جيل ۾ هئا. 1977 جي اليڪشن کان پوءِ مولانا مودودي, اصغر خان, نصر الله خان, پروفيسر غفور ۽ ٻيا هزارين ماڻهو قيد ڪيا ويا. رڳو 7

مارچ جي قومي اسيمبلي جي چونڊن ڪانپوءِ جيڪا مهم هلي انهيءَ ۾ جيڪي جاني ۽ مالي نقصان ٿيو انهيءَ لاءِ قيوم نظامي، جيڪو پاڪستان پيپلز پارٽي جو ايم. پي. اي هو لکي ٿو تہ:

”241 ماڻهو ماريا ويا. 1198 زخمي ٿيا، 1662 گاڏين کي باهيون ڏنيون ويون. 58 بينڪون ۽ 47 دڪان تباهہ ڪيا ويا. ريل جون 32 بوگيون 46 سينما گهر ساڙيا ويا.“[≡]

اصغر خان ان حوالي سان پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو تہ:

”... سپريم ڪورٽ ۾ بيان ڏيندي اٽارني جنرل تحريڪ وقت 13مارچ کان 27 مئي تائين ٿيڙ وارن هنگامن جا هينيان انگ اکر پيش ڪيا. مزدورن جا جلوس 399، عورتن جا جلوس 248، وڪيلن جا ميڙاڪا 92، عالمن جا جلوس 80، شاگردن جا جلوس 648، ٻارن جا جلوس 57، مارجي ويلن جو انگ 241، زخمي 198 سيڪيورٽي فورسز جي جوانن ۾ مري ويل 9، سيڪيورٽي فورس جا زخمي جوان 52، ڦرلٽ جا واقعا 162، تباهہ ٿيل گاڏيون 1622، سرڪاري عمارتون تباهہ ڪيون ويون 18، دڪان تباهہ ڪيا ويا 47، بئنڪون 58، هوٽل تباهہ ڪيا ويا ۽ ڪين نقصان پهچايو ويو 7، سينيما هال تباهہ ٿيا يا ڪين نقصان پهتو 11، سرڪاري آفيسون تباهہ ٿيون يا نقصان پهچايو ويو 546، ريلوي بوگيون تباهہ ڪيون ويون 22، ان ۾ ڪو بہ شڪ ناهي تہ اٽارني جنرل جي ذريعي ڏنل انگ اکرن ۾ مري ويلن ۽ زخمين جي انگ جو ڪاٿو حقيقت کان ڪنهن حد تائين گهٽ لڳايو ويو. جڏهن تہ قومي اتحاد جي ذريعن موجب انهن انگن جا تفصيل ڪجهہ هن ريت آهن: مارجي ويل 296، ڪراچي 110، حيدرآباد 57، نوابشاهہ 12، سانگهڙ 3، ميرپورخاص 2، خانپور 7، احمد پور شرقيہ 8، بهاول نگر 2، ملتان 2، جهنگ 1، شجاع آباد 1، گجرات 2، شڪر ڳڙهہ 1، گوجرانوالا 2، ميانوالي 1، خانيوال 2، فيصل آباد 5، گوجرا سيالڪوٽ 6، ڊسڪا 1، راولپنڊي 1، اوڪاڙہ

---

[≡] 'جرنیل اور سیاستدان'، قیوم نظامی، جہانگیر بک ڈپو، لاہور، دوسرا ایڈیشن 2006، ص 123.

1، لاهور 43، سرگودا 1، هري پور منڊي ڪامونڪي 5، ليه 3، پشاور 1، علي پور 5، ڪوٽ ادو 2، جيلن ۾ تعداد 56825، پوليس حوالات ۾ 27000 ڪل تعداد 83825.°

استيلي وولپرٽ هن طرح انگ اکر پيش ڪيا آهن.

"More than three hundred innocents dead, more than thirty thousand opposition supporters behind bars, and most major cities controlled by armed troops."•

"ٽي سئو کان به وڌيڪ معصوم ماڻهو ماريا ويا، ٽيهن هزارن کان به وڌيڪ مخالف ڌر جي ڪارڪنن کي جيل ۾ بند ڪيو ويو ۽ تمام اهم شهرن جو ڪنٽرول فوجي جٿن سنڀاليو."

مجموعي طور اليڪشن کانپوءِ ملڪ جي هي صورتحال وڃي بيٺي، جڏهن ڀٽي صاحب کي "هاٿي" جي مداخلت جي خبر هئي ته هن انهيءَ جو حل ڪهڙو ڪيو؟ سندس سڀ کان وڏو "خيرخواهه" ٽڪا خان ڪهڙو مشورو ڏنو ۽ انهيءَ کي جنهن انداز سان ڪوثر نيازي حوالي طور لکيو آهي، انهيءَ جي هر پهلو تي غور ڪرڻ کپي. جملو اردو ۾ لکيل آهي آئون چاهيان ٿو ته اهو انتهائي "سنجيدگي" ۽ "ذميواري" وارو جملو پڙهندڙ اصل لفظ ۾ پڙهن،

"'سر! ہم تو بولتا کہ ان کا پانچ چھ ہزار آدمی صفا کرادیتا ہیں... یہ لوگ ٹھنڈا ہو کر گھر بیٹھ جائے گا۔" +

هن جملي ۾ جيڪا سنجيدگي، خيرخواهي ۽ ذميواري سمايل آهي انهيءَ جو سنڌي ۾ ترجمو ڏاڍو مشڪل آهي ڇو ته انهيءَ کي ترجمي ڪرڻ سان انهيءَ جملي جي جيڪا "اصل" معنيٰ ۽ "خيرخواهي" آهي اها ختم ٿي ويندي

سراج ميمڻ لکي ٿو ته جڏهن ڀٽو صاحب انهيءَ مسئلي ۾ تمام گهڻو ڦاسي چڪو هو تڏهن مون چيو ته سنڌ ۾ ٻين سان گڏ پليجي سان

° 'تاريخ مان ڪجهه نه پرايوسين'، ليکڪ: محمد اصغر خان، سنڌيڪار: حميد سبزوئي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2007ع، ص 171.

• "*Zulfi Bhutto of Pakistan*", Stanley Wolpert, (Third Edition-2008) Oxford University Press, Karachi, P-294.

+ 'اور لائین کٹ گئی'، کوثر نیازی، جنگ پبلشرز، لاہور، 1987ء، ص178.

صلاح ڪرڻ ضروري آهي، انهيءَ حوالي کي تفصيل سان لکندي سراج بيان ڪري ٿو ته،

”مون کي ياد آهي ته ڀٽي مرحوم جي زماني ۾ پليجو هن کي بنهه ويجهو به هيو. پر هن سان اجتماعي سطح تي اهڙو اختلاف ڪيائين جو ترنگ (جيل) جو منهن ڏسڻو پيو. وري جڏهن پي اين اي (پاڪستان قومي اتحاد) سندس خلاف محاذ کڙو ڪيو تڏهن مون ڇيو مانس ته سنڌ ۾ حمايت حاصل ڪرڻ لاءِ ٻين سان گڏ پليجي سان صلاح ڪرڻ ضروري آهي. منهنجي ڳالهه مڃيائين ۽ مرحوم ڪيس چيف منسٽر هائوس دعوت ڏيئي گهرائي ورتو. سنڌ جي شاگردن جي وفد سان ملڻ ڪانپوءِ سندس ملاقات ٿي ۽ ڪافي ڊگهي ملاقات ٿي. هنن پاڻ ۾ الائي ڇا ڳالهايو. پر ان کان پوءِ مرحوم جيڪي لفظ چيا، سي مون کي اڄ تائين ياد آهن.

”سراج آئي وش آءِ هئڊ لسنڊ هم ارليئر، ائنڊ آءِ هوپ اٽ از نات الريڊي ٽولئٽ ٽو ايڪٽ آن وات هي سيز!“

(ڪاش آءُ هن کان اڳ سندس ڳالهه ڏيان سان ٻڌان ها ۽ خدا ڪري جيڪي هو چوي ٿو تنهن تي عمل ڪرڻ لاءِ هاڻ حد کان وڌيڪ دير نه ٿي ويئي هجي.)

پر ان وقت صورتحال اٿموت ٿي چڪي هئي! هن جا 'پنهنجا' اندرئي اندر، هن جي دشمنن سان چانڊين ۽ مگسين واري ڪردار کي نڀائي رهيا هئا ۽ هن جا صحيح سجڻ بند ٿيندڙ راهن مان ڪو گس پيدا ڪرڻ لاءِ حالتن جو سچو بي ريا ڇيد ڪري رهيا هئا.“•

ڀٽو صاحب هاڻ سڄي ڳالهه سمجهي چڪو هو. پر حالتون هن جي هٿ مان نڪري چڪيون هيون. چوطرف سندس ”خير خواهن“ جو گهيرو هو. حفيظ پيرزادي جهڙا خيرخواهه آخر تائين پي اين اي وارن سان ناهه ڪرائڻ ۾ ڪنهن به ڊيگهه کان نٽي ڊجيا. چو ته اهڙن خيرخواهن کي چيئرمين

• ”ڪوٽ لکپت جو قيدي“ (ٻهريون ايڊيشن)، رسول بخش پليجو نيو فيلڊس پبليڪيشن، حيدرآباد حيدرآباد سنڌ 1991ع، ص 12

ڏاڍو "پيارو" هو. ڀٽي نيٺ سيني "خيرخواهن" جي صلاحن کي رد ڪندي چيو ته هو هر حال ۾ هر صورت ۾ پي اين اي وارن سان ناهه تي صحيح ڪندو. ان حوالي سان ڪوثر نيازي لکي ٿو ته:

"... وزيراعظم، حفيظ، جتوئي ۽ ممتاز کي مخاطب ٿيندي چيو ته...'اج آئون معاهدي تي صحيح ڪري انهيءَ راند کي ختم ڪرڻ چاهيان ٿو.' 'پر سرا'... حفيظ اچرج مان چيو ته. 'اسان گذريل ڏينهن ٿي ته ڏئه ڪيوسين ته جلدي نه ڪنداسون.'

'حفيظ شٽ اپ'... ڀٽي انتهائي سخت لهجي ۾ چيو.

'Enough is enough I want to finish it'

گهڻو ٿيو آئون هن کي ختم ڪرڻ چاهيان ٿو.'

حفيظ وري چيو:

'Sir these people are unreliable they might raise another issue we have taken the winds out of there sails. Their agitation has petered out people are sick and tired of them they can not re-start before three or four months if they come out again, there is the possibility of martial law but we will have enough time to level score with them.

'سر پوءِ چا ٿيندو؟ هي ماڻهو ناقابلِ اعتبار آهن، هي ڪو ٻيو مسئلو به اٿاري سگهن ٿا. اسان انهن جي ڦوڪٽي مان هوا ڪڍي ڇڏي آهي. عوام انهن مان بيزار ٿي چڪو آهي. هي ٽن چئن مهينن کان پهرين ٻيهر تحريڪ شروع نه ڪري سگهندا. جيڪڏهن هي ٻيهر ٻاهر ايندا ته مارشل لا به لڳڻ جو امڪان آهي، پر پوءِ انهن سان حساب برابر ڪرڻ لاءِ اسان وٽ ڪافي وقت هوندو.'+

افسوس جهڙي ڳالهه آهي سوين ماڻهو مارجي چڪا هئا، هزارين جيل ۾ هئا. ملڪ سڄي ۾ افراتفري هئي. پر پيرزادي صاحب صلاح ڏني ته اسان انهن جي ڦوڪٽي مان هوا ڪڍي چڪا آهيون ۽ عوام انهن مان بيزار آهي. ڀٽي صاحب پنهنجي تباهي لاءِ خود اهڙا بنياد چونڊيا جيڪي ڏاڪي به ڏاڪي هن کي تباهي ڏانهن ڌڪيندا ويا.

جمال ابڙو ان حوالي سان پنهنجي آتم ڪٿا ۾ لکي ٿو ته:

---

+ 'اور لائين کٹ گئی'، کوثر نيازي، جنگ پبلشرز، لاهور، 1987ء، ص202-200.

"...ٽيهري مهل ٽيئي ڄڻا (رسول بخش پليجو شيخ اياز ۽ جمال ابڙو) وڃي اولڊ ڪلفٽن تي ويناسون. ظاهر آهي تہ ڳالهہ ڦري گهري وڃي سياسي صورتحال تي بيٺي. پليجو ذهين تر تمام گهڻو آهي، سو سياسي ڇنڊڇاڻ ڪري چيائين تہ ڀٽي صاحب تمام وڏي غلطي ڪري، سڀ رڪاوٽون دور ڪري، سڄو پاڪستان پليٽ تي رکي پنجابي فوج، پنجابي ڪامورا شاهي ۽ پنجابي سياستدانن کي، ڪيڪ (Cake) جيان ناهي سجائي پيش ڪيو آهي. سو ڀٽي جا هينئر ٻوليان ڏينهن آهن. مکڻ مان وار جيان آساني سان ڪڍي ڦٽو ڪندس. اياز کي ڀٽي صاحب لاءِ نرم گوشو هو سو ڪجهہ ناراض ٿيندي مون کي ڪن ۾ چيائين تہ 'يار هي الائي ڇو ڀُٽي جي خلاف ٿيو آهي؟' پر اياز جو وهم غلط هئو ۽ پليجو بلڪل صحيح تجزيو ڪري صحيح نتيجي تي پهتو هو. ٿيو بہ ائين..."*

پوءِ 5 جولاءِ جي رات جيڪو ٿيو سو سڄي دنيا ڏٺو ۽ پيو انهيءَ آمريڪا جنهن ڀٽي کي ڦاهي تي چڙهايو.

"ذوالفقار علي ڀٽو جي موت جي ٻئي ڏينهن آمريڪا ٻيهريون دفعو پاڪستان جي امداد بند ڪرڻ جو اعلان ڪيو." •

هڪڙي پاسي ڀُٽي صاحب کي ڦاهي تي چڙهائڻ ۽ ٻئي ڏينهن وري انهيءَ ملڪ جي امداد بند ڪرڻ. آهي ڪو ملڪ دنيا ۾ اهڙو آمريڪا جهڙو جيڪو ائين ڪري ڏيکاري؟

---

* "ايندو نہ وري وڻجارو". جمال ابڙو. نيو فيلڊس پبليڪيشن. حيدرآباد. ص 139 ۽ 140.

• ڪتاب 'پاکستان میں آمریکا کا کردار'. ايم. ايس. وينڪٽي راماني. اي ون ڪارپوريشن (پرائيويٽ) لميٽيڊ. لاهور. 1988ع. ص ڪ.

# ڇا ڀُٽو صاحب ۽ پيپلز پارٽيءَ اسٽيبلشمينٽ مخالف هئا يا انهيءَ جو تحفظ ڪندڙ آهن ؟

جناح ڪانپوءِ واري پاڪستان جي پوري تاريخ ۾ پاڪستان جي اسٽيبلشمينٽ جو ڪردار نهايت اهم ۽ ڪرنگهي جي هڏي جهڙو رهيو آهي. خدا جي مهربانين سان اسٽيبلشمينٽ ڪن تاريخي وڏن حادثن ۽ اتفاقن مان صحيح سلامت بچي نڪرڻ ڪانپوءِ وري مستيون ۾ اچڪلهه ته وڏيون اوگرايون پئي ڏئي.

عام طرح سمجهيو ويندو آهي ته پيپلز پارٽي ۽ ڀُٽو صاحب اسٽيبلشمينٽ مخالف هئا ۽ آهن، پر حقيقت انهيءَ کان بلڪل مختلف ۽ ٻي آهي. پ. پ. پ ۽ ڀُٽو صاحب ڪيترو اسٽيبلشمينٽ مخالف هئا. انهيءَ حوالي سان شوڪت حسين شورو لکن ٿا ته: ”جڏهن شهيد ذوالفقار علي ڀُٽي پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جو بنياد وڌو، تڏهن کان ائين سمجهيو پئي ويو آهي ته اسٽيبلشمينٽ ان مان خوش ناهي رهي. پيپلز پارٽيءَ ۾ ان وقت ڪاٻي ڌر سان تعلق رکندڙ ماڻهن اهو تاثر ڏنو ته سندن پارٽي اسٽيبلشمينٽ مخالف آهي، جيتوڻيڪ اها ڳالهه صحيح ڪانه هئي، پر ملڪ ۾ عام تاثر اهو رهندو آيو آهي ته پيپلز پارٽيءَ اسٽيبلشمينٽ مخالف پارٽي آهي يا وري اسٽيبلشمينٽ پيپلز پارٽيءَ جي مخالف آهي. جيڪڏهن گهڻو پوئتي وڃجي جڏهن پيپلز پارٽيءَ جو بنياد پيو هو تڏهن به ان جو باني ذوالفقار علي ڀٽو ان ڳالهه کان چڱي طرح واقف هو ته سندس پارٽي بابت اسٽيبلشمينٽ جي طاقتور ماڻهن جي من ۾ ڪهڙا ڪنڪا پيدا ٿي رهيا آهن. اهو ئي سبب آهي ته جڏهن سنڌ يونيورسٽي اسٽوڊنٽس يونين جي طرفان ذوالفقار علي ڀُٽي کي خطاب ڪرڻ جي دعوت

ڏني وئي هئي ته هن ان تاثر کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. سنڌ يونيورسٽي اولڊ ڪئمپس ۾ هن اڳيان جڏهن ون يونٽ کي ٽوڙڻ جي ڳالهه ڪئي وئي ته هو پنهنجي تقرير ۾ ائين چئي هليو ويو ته، مان ڪنهن به اهڙي ڳالهه ۾ شامل نه ٿيندس، جنهن سان پنجاب جي مفادن کي نقصان پهچي'... ذوالفقار علي ڀُٽي پنجاب جي مفادن جي ڳالهه ڪري پنجاب جي ماڻهن سان گڏ اسٽيبلشمينٽ کي يقين ڏيارڻ ٿي چاهيو ته هو سنڌن دشمن نه، پر سجڻ هو. چشما ـ جهلم لنڪ ڪئنال به ان دؤر ۾ ٺهيو هو، جنهن جو خاص مقصد عسڪري قوتن جي زمين کي پاڻي پهچائڻ هو. جيتوڻيڪ ذوالفقار علي ڀُٽي اسٽيبلشمينٽ کي راضي رکڻ لاءِ پنهنجي وسان ڪونه گهٽايو هو پر ان جي باوجود مٿس اعتماد نه ڪيو ويو..."*

پاڪستان جي اسٽيبلشمينٽ جنهن کي اصل طاقت سمجهيو ويندو آهي. اها پنهنجي پوري تاريخ ۾ ٽي دفعا موتمار دورن مان گذري آهي، پر جمهوريت جي علمبردارن جي "سياسي ڏاهپ" کيس بچائي ورتو. پاڪستاني عوام جي لاءِ ڪيڏي نه شرم جهڙي ڳالهه آهي جو انهن کي ٽي دفعا ڀُٽي صاحب ۽ سندس نياڻي ساهه وڌو.

پهريون دفعو 1971ع ۾ اسٽيبلشمينٽ مڪمل طرح ٿاسي چڪي هئي، چو ته پاڪستان ۾ 23 سالن کانپوءِ پهريون دفعو قومي ۽ صوبائي اسيمبلي جون اليڪشنون ٿيون هيون. ٻيو ته ايوب خان ۽ يحيٰ جي مارشلائن ۽ ون يونٽ خلاف عوام جي ڪيل جدوجهد اسٽيبلشمينٽ کي مجبور ڪيو ته اقتدار جون واڳون عوام حوالي ڪيون وڃن، چو ته بنگال مان شيخ مجيب الرحمان جي عوامي ليگ ۽ سنڌ ۽ پنجاب مان ذوالفقار علي ڀُٽو جي پيپلز پارٽي وڏي اڪثريت سان ڪامياب ٿي سرحد ۽ بلوچستان مان نيشنل عوامي پارٽي ڪاميابي حاصل ڪئي. اقتدار جيڪو سڌو صاف مجيب ڏانهن وڃڻو هيو پر اصل قوتن اقتدار مجيب کي ڏيڻ نٿي چاهيو.

---

* 'اقتداري تبديليءَ جون ڳالهيون، پيپلز پارٽي ۽ اسٽيبلشمينٽ'، شوڪت حسين شورو، روزاني ڪاوش، آچر 3 آڪٽوبر 2010ع.

ڀُٽي صاحب کي تيار ڪيو ويو. مفاد اصل قوتن جا هئا، پر ڀُٽي کي اهڙا "فائدا" ٻڌايائون جو ڀُٽو مجيب کي وٺ ئي نہ پيو ڏئي. هر روز جديد ۽ حيران ڪندڙ ڊپلوميسي جهڙا بيان ڏئي معاملي کي اينگهائي وڃي بنگالين تي فوجي آپريشن تائين پهچايو. 26 مارچ تي ڍاڪا ۾ پنهنجي هوٽل جي پرسان بنگالين تي پنهنجن ساٿين سميت فوجي آپريشن کي ڏسي صبح جو ڪراچي لاءِ روانو ٿيو. ايئرپورٽ تي صحافين کي ٻڌايائين تہ:

"By the grace of God, Paksistan has at last been saved"

"خدا جي ڪرم سان آخرڪار پاڪستان بچي ويو."[⚘]

واقعي پاڪستان 30 لک بنگالين جي لاشن، 5 لک بنگالي عورتن سان جنسي ڏاڍائي ۽ حمل سان ٽيڙ ۽ بنگال جو ملڪ کان الڳ ٿيڻ کانپوءِ بچي ويو. جنهن جي نقشي ۾ بنگال کانسواءِ سنڌ بلوچستان، سرحد ۽ پنجاب وڃي رهيا.

ڀٽو صاحب پاڪستان کي بچائڻ لاءِ سدائين هزار سال کان گهٽ جنگ جي ڳالهہ نہ ڪندو هو. 1965ع ۾ هندستان سان هزار سالا جنگ پئي ڪيائين. وري 15 ڊسمبر 1971ع تي اقوام متحده ۾ اها ڳالهہ ورجايائين:

"We shall fight and we shall fight for 1,000 years"

"اسان وڙهنداسون ۽ هزار سالن تائين وڙهنداسون."[♦]

15 ڊسمبر تي ڀُٽي صاحب دنيا کي هڪ هزار سالا جنگ ڪرڻ جا اعلان ٻڌايا پئي هتي بنگال ۾ خيرن سان 16 ڊسمبر تي هڪ هزار سال جنگ پوري ٿي وئي. هڪ هزار سال جنگ ڀُٽي جي اعلان کانپوءِ 24 ڪلاڪ بہ نہ هلي. هاڻ سوال ٿو اڀري تہ هڪ هزار سال جنگ ڪرڻ جو اعلان ڪهڙي ڏڌ ۽ ڪنهن جي طاقت تي ڪيو ويو؟ خير وڏي حڪمت عملي سان بنگال کي الڳ ڪيو ويو ۽ مرندڙ اسٽيبلشمينٽ کي ڀُٽي جياري ڇڏيو. ٻيو موقعو 1988ع ۾ مليو ڀُٽي صاحب کي ڦاسي ۽ 1983ع ۽ 1986ع جي ايم. آر ڊي جي شاندار تحريڪ جنهن ۾ سوين سنڌي ماڻهو شهيد ڪيا ويا. اسٽيبلشمينٽ ملڪ ۽ دنيا ۾ خوار ۽ بدنام ٿي چڪي هئي، پڇڻ ۽ مرڻ ۾ هئي، پر محترمہ

---

⚘ *"The Great Tradedy"*, Zulfikar Ali Bhutto, Classic, Lahore, 1971, P- 51.

♦ *"Zulfi Bhutto of Pakistan"*, Stanley Wolpert, (Third Edition-2008) Oxford University Press, Karachi, P-167.

جي سياسي "بصيرت" ڪمال ڪري ڇڏيو. 1988ع ۾ اسٽيبلشمينٽ ڪي ساهه وجهڻ واري حوالي سان شوڪت حسين شورو لکي ٿو ته:

"جهان جي حادثي ۾ جنرل ضياءَ الحق جي مرڻ کانپوءِ ٿيل چونڊن ۾ محترمه بينظير ڀٽو سادي اڪثريت سان کٽي آئي ته کيس اقتدار ڏيڻ ۾ جيڪا دير ڪئي وئي. ان جو ڪارڻ به اسٽيبلشمينٽ جي مٿس بي اعتمادي هئي. هن ان وقت جي چيف آف آرمي اسٽاف جنرل اسلم بيگ کي جڏهن يقين ڏياريو ته پوءِ شرطن شروطن سان اقتدار سندس حوالي ڪيو ويو."*

اڄ جو مشهور ڪاوش ۾ ڪي. ٽي. اين جو صحافي امداد سومرو جيڪو ڪڏهن ڪڏهن بي. بي. سي اردو لاءِ به ڪم ڪري ٿو ۽ اڄڪلهه نواز شريف تي ڏاڍو ڪاوڙيل آهي. باقي پ پ پ حڪومت تي مهربان آهي. جڏهن بينظير صاحبه اڄا پاڪستان ڪونه آئي هئي، مشرف سان سندس ملڪي "مفاد" لاءِ ڳالهيون آخري مرحلن ۾ پهچي چڪيون هيون، تڏهن امداد سومري 1988ع ۾ بينظير صاحبه طرفان اسٽيبلشمينٽ سان ڪيل ناهه جي متعلق لکيو ته:

"ان بينظير جي قيادت ۾ هلايل ايم. آر. ڊي تحريڪ جو غير منطقي انجام جنرل ضياءَ الحق جي زندگي ۾ ئي ٿي چڪو هو. معاملا طئي ٿي چڪا هئا، جنهن جو ثبوت اهو آهي، جو 1988ع جي چونڊن کانپوءِ غلام اسحاق خان کي صدر ۽ صاحبزادي يعقوب کي پرڏيهي وزير بڻايو ويو. اهو ايم. آر. ڊي جو غير حاصلات وارو انجام هو جنهن انجام ۾ عوام کي بهرحال اهو ڪجهه نه مليو جنهن جي اميد رکي پئي وئي. جمهوريت جي بحالي لاءِ ملڪي تاريخ ۾ هلايل سڀ کان وڏي جدوجهد کي کهڙي نموني اصل اقتدار ڏنّين انتهائي هوشياري سان ختم ڪري ڇڏيو ان جو اندازو ان وقت شايد ئي ڪنهن کي ٿيو هجي."*

---

* روزاني ڪاوش، آچر 3 آڪٽوبر 2010ع.

* ايضاً 15 مئي 2007ع.

ان ڪان علاوه انهي دؤر ۾ مرتضيٰ ڀُٽو جا مختلف اخبارن ۽ ميگزينن کي ڏنل انٽرويو پڙهي سگهجن ٿا. تيون دفعو اسٽيبلشمينٽ تڏهن مڪمل طور ڦاسي چڪي هئي، جڏهن 26 آگسٽ 2006ع تي نواب اڪبر بگٽي کي شهيد ڪيو هو. بلوچستان ۽ سرحد ۾ فوجي آپريشن، سنڌ ۾ اينٽي ٿل ڪئنال ايڪشن ڪاميٽي جي تاريخي جدوجهد پنجاب ۾ نواز شريف جي مسلم ليگ طرفان مزاحمت، لال مسجد جو واقعو چيف جسٽس جو جرئتمنداڻو قدم، 12 مئي تي ايم. ڪيو. ايم طرفان کليل دهشتگردي اسٽيبلشمينٽ لاءِ موت ثابت ٿي، اها پوئين پساهن ۾ هئي تہ محترمہ اڳتي وڌي "مفاهمت" جي نالي ۾ انهي ۾ ساهہ وڌو ۽ اڄ اسان سڀ ڏسون ٿا تہ اها اسٽيبلشمينٽ ڇا پئي ڪري.

# ڪشمير بابت

ڀُٽي صاحب 1965ع جي جنگ وڏي پلاننگ سان ڪرائي ايوب حڪومت کي دنيا جهان ۽ ملڪ ۾ خوار ڪرائي. جون 1966ع ۾ ايوب جي حڪومت مان نڪري اچي ڪشمير ڪشمير ڪرڻ لڳو. ان حوالي سان پيلو مودي پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو تہ:

”ڪشمير بابت هن جيڪا.... ڪئي سا اجائي ٻناڪ ڪانسواءِ ڪجهہ بہ نہ هئي، هن چيو تہ جمون ۽ ڪشمير جي ماڻهن کي پنهنجي پنهنجو فيصلو ڪرڻ جو حق نہ پيو ڏنو وڃي ۽ هڪ پاجوڪڙ آمراڻي حڪومت پنهنجي بدمعاشي پئي ڪري. 1967ع ۾ ڀُٽي جي پاڪستان پيپلز پارٽي قسم کنيو تہ ڪشمير کي پاڪستان سان گڏائڻ واري ڪم کي ترجيح ڏني ويندي “ *

ڪشمير بابت جيڪي لفظ ڀُٽي استعمال ڪيا اهڙا لفظ ڪشمير لاءِ شايد ڪنهن استعمال ڪيا هجن. پاڻ پنهنجي ڪتاب° ۾ لکي ٿو تہ:

“Pakistan is incomplete without Jammu and Kashmir both territorially and ideologically.”

”پاڪستان جمون ۽ ڪشمير ڪانسواءِ جاگرافي ۽ نظرياتي لحاظ کان اڌورو آهي.“

اڃا ڳتي پڙهو:

“Pakisatn without Kashmir a body without a head and it is a very beautiful head.”

”پاڪستان ڪشمير ڪانسواءِ ائين آهي. جيئن هڪ جسم هڪ سر ڪانسواءِ ۽ اهو بہ هڪ خوبصورت سر.“•

---

* ’ذلفي منهنجو دوست‘. ليکڪ: پيلو مودي. ترجمو: حسين بادشاهہ. روشني پبليڪيشن. ڪنڊيارو. 2005ع. ص 93.

° *'The Myth of Independence'*. Zulfikar Ali Bhutto. P-180.

• “*Zulfi Bhutto of Pakistan*”. Stanley Wolpert. (Third Edition) Oxford University Press. Karachi. P-112.

جڏهن ڀُٽي صاحب کي اقتدار مليو تڏهن حڪومت مخالف ۾ ڪيل سيئي ڳالهيون وساري ڇڏيون. ايتري قدر جو دنيا جهان ۾ مشهور اسلامي سربراهه ڪانفرنس جيڪا 18 فيبروري 1974ع ۾ لاهور ۾ ٿي، تنهن ۾ بہ ڪشمير جو سڌو ذڪر نہ ڪيائين. اسٽينلي وولپرٽ انهيءَ حوالي سان لکي ٿو تہ:

"Zulfi never directly mentioned Kashmir during conference." •

ايوب خان جي حڪومت کان الڳ ٿيڻ کانپوءِ ڀُٽي صاحب هر هنڌ ۽ هر جلسي ۾ ڪشمير ڪشمير ڪيو پئي، پر پنهنجي حڪومت ۾ ۽ اسلامي سربراهه ڪانفرنس ۾ ڪشمير جو ذڪر ئي نہ ڪرڻ سان اسان ڀُٽي صاحب جي ڪشمير معاملي تي سنجيدگيءَ جو اندازو لڳائي سگهون ٿا.

ڀُٽو صاحب مخالفت ۾ سڀ ڳالهيون ڪري وبندو هو جيڪي بہ وٽي اهو چئي ڇڏيندو هو. چاڪاڻ تہ سياڻ هو ڪنهن جي آڏو جوابدار تہ هو ئي ڪونہ.

• Ibid- P-232.

# پاڪستان جي سويلين ۽ نان سويلين حڪمرانن جي پاليسين ۾ فرق؟

اسان جڏهن پاڪستان جي سويلين ۽ نان سويلين حڪمرانن جي تاريخ پڙهنداسون ۽ سندن حڪومتي دورن جو جائزو وٺنداسون ته بغير ڪنهن وڏي ويچار ۽ تجزئي جي هن نتيجي تي پهچنداسون ته ٻنهي گروهن جا ڪم، عمل، پاليسيون، ترجيحون، چالبازيون ۽ ناٽڪ سو فيصد هڪجهڙائي ڪٽي نه به هجن ته به پنجانوي فيصد ساڳيا ۽ هوبهو رهيا آهن. انهن ۾ صرف اقتدار حاصل ڪرڻ جي گس ۽ ذريعي ۾ فرق رهيو آهي، جنرل فوجي ”طاقت“ جي ذريعي اقتدار ۾ آيا ته ”عوامي“ نمائنده وري عوام جي ”طاقت“ جو استعمال ڪري آمرن ۽ ڊڪٽيٽرن سان ناهه ڪري ”دنيا“ وارن کي راضي ڪري اقتدار ۾ آيا. ”دنيا“ وارن کي به هرويرو ڪا آمرن ۽ ڊڪٽيٽرن سان محبت ۽ پيار ناهي، پر هو انهن جي مفادن جو بهتر تحفظ ڪن ٿا ته ترجيح انهن کي آهي. جيڪڏهن ڪي سويلين اهو ساڳيو ”ڏنڊو“ ساڳي جذبي، ”غيرت“ ۽ ”اصول“ تحت ڪن ٿا ته انهن لاءِ 18 مهينن کان وٺي 5 سالن تائين اقتدار ڏيڻ ۾ ڪو ذري جو به نقصان ڪونهي، ڇو ته ”انهن“ جو واسطو ”ڪم“ سان آهي. فرد سان ناهي.

پاڪستان جي سول حڪمرانن جي تاريخ جنهن کي اسان عوامي ووٽ جي ذريعي اقتدار ۾ اچڻ جي تاريخ چئون ٿا، اها 1971ع ۾ شروع ٿئي ٿي، بنگالين کي ماري ڪٽي ڏار ڪري، دنيا جهان ۾ ذليل ۽ خوار ٿي، بچيل چئن قومن کي وڏي ”ايمانداري“ سان مٿي تي هٿي رکي پاڻ ۾ پائر آهيون. هندن پاڻ کان پنهنجو وڏو ياءُ جدا ڪري ڇڏيو آهي. هاڻ جي پاڻ پاڻ ۾ ناهه نه ڪنداسون ته يتيم ۽ غلام تي وينداسون، دربدر ٿي وينداسون بين ملڪن ۽ قومن جي عذاب هيٺ اچي وينداسين ۽ ڪا ”شناخت“ ڪانه بچندي، تنهنڪري اچو ته پنهنجي شناخت کي برقرار رکڻ لاءِ ۽ دشمنن جو منهن ڪارو ڪرڻ لاءِ ان کي منهن توڙ جواب ڏيڻ لاءِ نئين جوش ۽ جذبي سان هن بچيل ملڪ کي مضبوط ڪيون.

ڀُٽي صاحب کي سنڌ ۽ پنجاب مان اڪثريت سان ڪٽي اچڻ تي اقتدار جون واڳون ڏنيون ويون. ڀُٽي صاحب 20 ڊسمبر 1971ع تي نئين صدر ۽ سول چيف مارشل لا ايڊمنسٽريٽر طور حلف کنيو.

ڀُٽو صاحب اقتدار ۾ اچڻ کانپوءِ 15 فيبروري 1973ع تي بلوچستان ۽ سرحد ۾ نعپ جون صوبائي حڪومتون ختم ڪري ڇڏيون ۽ بلوچستان ۾ آپريشن جي اجازت ڏئي ڇڏي. بلوچستان ۾ جيڪي آپريشن ايوب خان ۽ يحيٰ جي دؤر ۾ ٿيا هئا، اهي وري ٿوري ساهي کانپوءِ شروع ٿي ويا. معنيٰ جيڪي آپريشن هڪڙن ڊڪٽيٽرن ۽ عوام دشمن حڪمرانن جي دؤر ۾ ٿيا هئا، اهي آپريشن هڪڙي وڏي قومي ۽ عوامي جمهوري دؤر ۾ شروع ٿي ويا. ولي خان خير بخش مري، مينگل ۽ بزنجو سميت سوين هزارين ڪارڪنن ۽ اڳواڻن کي جيلن ۾ بند ڪيو ويو ۽ ٻيا جبلن تي چڙهڻ تي مجبور ٿي ويا. سوين هزارين ماڻهو قتل ڪيا ويا. ايتري قدر جو عطا الله مينگل جو پٽ به مارجي ويو. فوجي آپريشن سان گڏ ايف. ايس. ايف جي ”مجاهدن“ جون مخالف اڳواڻن کي ”سڌارڻ“ جون ڪارروايون وڏي پئماني تي نهايت منظم انداز سان جاري رهيون. جنهن جو تفصيل الڳ حصي ۾ ڏنل آهي.

ڀُٽي صاحب جي دؤر کانپوءِ ضياءَ جو ڀيانڪ ۽ ڪارو دؤر شروع ٿئي ٿو جنهن ۾ سوين سنڌين کي شهيد ڪيو ويو ايم. آر. ڊي جي پليٽ فارم تان 1983ع ۽ 1986ع جي وڏين جدوجهدن کانپوءِ وري پ پ پ کي اقتدار مليو بينظير صاحبه وزيراعظم ٿي، پر پاليسيون ۽ عمل ساڳيا. افغانستان لاءِ مجاهدن کي ساڳي تيزي سان نوازيو ويو ۽ بينظير صاحبه کي ٻڌايو ويو ته ”طالبان جي ذريعي ڪابل تي قبضي سان پاڪستان کي اسٽريٽيجڪ ڊيپٿ ملندي•. معنيٰ بينظير جي انهي حڪومت جي پاليسين ۽ ضياءَ جي پاليسين ۾ ڪو فرق ڪونه هيو جيڪي هو ”دنيا“ جي حڪم تي ڪري رهيا هئا. اقتدار ۾ هوندي جڏهن طارق علي بينظير سان مليو ته محترمه چيو ته: ”آئون ڪجهه به نٿي ڪري سگهان، هڪ طرف فوج آهي، ٻئي طرف صدر اسحاق خان.“• موت ۾

---

• ’بِکرتے ہوئے پیمان کتنے‘، طارق علي، گڈ بکس، لاهور، دوسرا ایڈیشن، 2009ء، ص 321.

• ایضا، ص175.

طارق علي چيو تہ پوءِ تون ٽي وي تي اچي عوام کي چو نٿي ٻڌائين محترم صرف ڪنڌ لوڏيو ۽ چپ ڪري وئي. محترم عوام کي اهو سڀ ڪجهہ ٻڌايو اقتدار تان هٽائڻ کانپوءِ، سندس جڳ مشهور جملو تہ "اقتدار تہ مون وٽ هيو پر اختيار مون وٽ نہ هئا." ان کان علاوه محترم جي پهرئين دؤر ۾ ايم. ڪيو. ايم جهڙي دهشت گرد تنظيم کي اقتدار ۾ پائيوار ڪيو ويو سيپٽمبر ۽ آڪٽوبر 1988ع جي ايم. ڪيو ايم طرفان سنڌين جو ڪيل قتل عام جو چاليهو بہ نہ ٿيو هو تہ محترم نائن زيرو تي وڃي چيو هو تہ "انهن(ايم. ڪيو. ايم) قربانيون ڏنيون آهن."

انهيءَ کانپوءِ وري هڪڙو ٽيون عوامي دؤر محترم نواز شريف جو اچي ٿو جنهن کي ايجنسين وڏي محنت ۽ پلاننگ سان تيار ڪيو ۽ حڪومت ڪرڻ جي لائق بڻايائون، پر ڏنڊا اهي ساڳيا آمرن وارا جنهن جو وڏو مثال سندس ٻئي دؤر ۾ سپريم ڪورٽ تي هلان جو آهي. مختصراً ٻيا دؤر بہ اهڙا رهيا، اڄوڪي جمهوري دؤر ۾ بہ بلوچستان، سوات ۽ وزيرستان ۾ اهي فوجي آپريشن ۽ ڊرون حملا جاري آهن. جيڪي هڪڙي آمر مشرف جي دؤر ۾ هلندڙ هئا. بنيادي طرح پاڪستان جي سيني حڪمرانن جا عمل ساڳيا رهيا آهن. صرف چهرا تبديل ٿيندا رهيا آهن.

# ذوالفقار علي ڀُٽي تي آخري نظر

هن صدي جي هڪڙي عظيم انسان ڪٿي لکيو آهي تہ:

"انساني تاريخ ۾ ٿورن ماڻهن گهڻن جو ڪتيو رڳو ڏنڊي سان نہ پر ڳالهين سان بہ ڪاڏو آهي. هو ڪوڙيون ڳالهايون هُلائيندا آهن ۽ انهن ڪوڙين ڳالهين کي ايترو تہ بي حيائي ۽ بي شرمائي سان، ايڏو تہ زور شور سان، ايڏا تہ واڪا ۽ ڪوڪرا ڪري، هر روز، هر مهيني، هر سال ۽ هر صديءَ ۾ دهرائيندا آهن، جو گهڻا ماڻهو ڪوڙين ڳالهين کي سچو ڪري سمجهڻ لڳندا آهن... ٿورڙا ڪوڙا، گهڻيون ڪوڙيون ڳالهيون ڪري گهڻي عوام جي دماغن کي جڏو ڪري ڇڏيندا آهن."

ڀُٽي صاحب جي سچي سياست کي سمجهڻ لاءِ هينئين تن ڳالهين کي سمجهڻ بنهہ ضروري آهي. نمبر هڪ انهيءَ وقت جي عالمي صورتحال، جو تہ ڀُٽي صاحب جي دؤر ۾ دنيا ۾ ٽي وڏيون عالمي قوتون موجود هيون، جن جو بين الاقوامي سياست ۾ هڪ اهم ۽ بنيادي ڪردار هو. پهريون آمريڪا جيڪو جمهوريت دشمن ۽ عوام جي حڪمراني جو دشمن هو ۽ آهي، ٻيو روس ۽ چين جي سوشلزم هئي. ڀُٽو صاحب پنهنجي پوري سياسي ۽ حڪومتي دؤر ۾ آمريڪا جو ماڻهو رهيو. وچ ۾ ڪن ننڍين ۽ معمولي اختلافن کي ڇڏي ڪري جولاءِ 1976ع تائين ڀُٽو صاحب نہ صرف پاڪستان ۾ آمريڪا جي مفادن جو تحفظ ڪندو رهيو پر جتي بہ سندس پهچ ۽ ڏاهپ ڪم ڪيو ٿي، اتي هن آمريڪا جي مفادن وٽان ڪم ڪيو. نمبر ٻہ ڀُٽي صاحب جو خاندان جيڪو پنهنجي دؤر جي هر حڪمران طبقي سان وفادار رهندو آيو وڌيڪ تفصيل لاءِ "ذلفي ڀٽو آف پاڪستان" جو پهريون باب ۽ ڪي ٻيا ڪتاب پڙهي سگهجن ٿا.

نمبر ٽي پاڪستان جي حڪمرانن سان ڀُٽي صاحب جي والد شاهنواز ڀُٽو ۽ سندس خاندان جا واسطا ڪنهن کان بہ لڪيل ۽ ڳجها نہ هئا ۽ نہ ئي آهن. ڀُٽي خاندان جون تاريخي "شڪارگاهون" اڄ بہ پوري دنيا ۾

مشهور آهن، جنهن ۾ سعودي عرب، ايران، ابوظهبي ۽ ٻين عرب ملڪن جا بادشاهه، آمريڪا ۽ ٻين يورپي ملڪن جي حڪمرانن سان گڏ پاڪستان جي حڪمرانن اسڪندر مرزا، ايوب خان، يحيٰ خان ۽ ٻين لاءِ وڏي ”تفريح“ جو ذريعو رهيون.

ڀُٽي صاحب اقتدار حاصل ڪرڻ لاءِ سڀ استعمال ڪيا. بنيادي طرح ڀُٽي صاحب جي عملن ۾ نه سوشلزم سان سچائي هئي نه ئي ڪو جمهوريت جهڙي جهان کي پسند ڪندو هو. ڀُٽو اهو ماڻهو هيو جنهن وٽ بنيادي طور ڪنهن به نظرئي جو احترام ـ هو. هو اقتدار کي حاصل ڪرڻ لاءِ دنيا جهان جي ڪهڙي نظرئي کي به استعمال ڪري سگهيو پئي ۽ ڪيائين. شروعات ۾ سوشلزم ۽ پوءِ نفاذ شريعت. هو اقتدار حاصل ڪرڻ لاءِ مخالف ڌر جي ڪنهن به نقصان ۽ تباهي جو احساس نه رکندو هو. جيئن هن بنگال ۾ فوجي چڙهائي دوران ڪيو. هو حڪومت ۾ شامل ٿيڻ لاءِ ڪهڙي به نالائق ۽ ڪريل ماڻهو کي عظيم ڪان عظيم ماڻهن جا خطاب ڏئي، پنهنجي لاءِ ڪرسي ۽ اقتدار ۾ جڳهه حاصل ڪري سگهيو ٿي ۽ ڪيائين(ايوب خان ۽ اسڪندر مرزا ان جا وڏا مثال آهن). هو پنهنجي اقتدار کي برقرار رکڻ لاءِ هر قسم جا قانون ۽ هٿيار استعمال ڪري سگهيو ٿي ۽ ڪيائين (جيئن بلوچستان ۽ سرحد ۾ فوجي آپريشن، ايف. ايس. ايف جو استعمال، 1973ع جو آئين ۽ ان ۾ مسلسل ترميمون).

ڀُٽي صاحب کي تاريخ هڪڙو بهترين موقعو فراهم ڪيو هو. هو ته سنڌ، سرحد، بلوچستان ۽ پنجاب جي مظلوم ۽ پورهيت طبقي جي ماڻهن جو عظيم رهنما ۽ اڳواڻ ٿي سگهيو ٿي. ماڻهن جي دلين تي نسلن جا نسلن حڪمراني ڪري سگهيو پئي. پر هن انهيءَ ايڏن وڏن ۽ عظيم تاريخي اعزازن کي صرف ڪجهه عرصي جي اقتدار حاصل ڪرڻ لاءِ قربان ڪري ڇڏيو. جيڪو ڀُٽو صدين جون صديون عوام جي دلين ۾ هجي ها. افسوس جڏهن ايندڙ نسل ۽ هلندڙ نسل ڀُٽي تي تحقيقي مطالعا ڪندا. تڏهن هو سمجهي نه سگهندا ته هن ماڻهو جي سياست ۽ حڪومت جو بنيادي اصول ڪهڙو هو؟

هن ۾ جيڪڏهن ٿورو به مخالفن کي ٻڌڻ ۽ برداشت ڪرڻ جي قوت هجي ها ته آهستي آهستي مخالفن جو تعداد گهٽائي وڃي ها. هن وٽ

ڪنهن بہ ڏاهي ۽ دانشور جي ڪنهن بہ راءِ ۽ خيال جو احترام نہ هو. 1973ع جي آئين تي جن ماڻهن اختلاف ڪيو تہ انهن کي جيل ۾ پوري ڇڏيائين. جي. اي رحيم جيڪو هن جي پارٽيءَ جو نظريہ دان، سيڪريٽري جنرل، ڪابينا جو سينئر منسٽر، دانشور هو ۽ بقول ڀُٽي جي تہ سندس استاد ۽ رهبر هو. تنهن سان 3 جولاءِ 1974ع تي اهڙي ڪيائين، جيئن ڪو ماڻهو پنهنجي ڪنهن ازلي دشمن يا ماءُ پيءُ جي ڪاري سان ڪندو آهي.

ڀُٽي صاحب پنهنجي پارٽي جي اهم ۽ مرڪزي ماڻهن ڊاڪٽر مبشر حسن، ڄام صادق علي، مصطفيٰ کر، حنيف رامي، معراج محمد خان، مختيار رانا، خورشيد حسن مير ۽ ٻين کي بہ جيل ۾ وڌائين.

جيڪڏهن ڀُٽو صاحب مڪمل طور آمريڪا جو ماڻهو ٿي نہ بيهي ها تہ انهيءَ وقت جي بين الاقوامي حالتن جو هو وڏو فائدو وٺي سگهيو پئي. جو تہ آمريڪا، چين ۽ روس ٽڪر ۾ هئا، پر هن ڇا ڪيو. جولاءِ 1976ع تائين يڪ طرفو آمريڪا جو ماڻهو رهيو. وري روس کي اڪيلو ڪرڻ لاءِ چين کي وچي آمريڪا سان ملايائين. جنهن جي آمريڪا کي تمام گهڻي ضرورت هئي. ڀُٽي صاحب پنهنجي اهڙي ڏاهپ مان جيڪڏهن ڪو فائدو ورتو اهو ڪجهہ وقت جو اقتدار ۽ ٻيو ازلي دشمني جو. هن بلوچن، پناڻن، بنگالين سان ازلي دشمني جو ميڊل حاصل ڪيو. هن ڇيو توهان صرف ووٽ ڏيو سوشلزم آئون ٿو ڏيان. اها ڪهڙي سوشلزم هئي؟ بنگالين کي قتل ڪرائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪري، انهن کي ڏار ڪرائي، هميشہ هميشہ لاءِ سنڌين، بلوچن ۽ پناڻن کي آمريڪا جي اسٽيبلشمينٽ وٽ غلام ڪرائي ڇڏيو. ڇا دنيا ۾ جن ملڪن ۾ سوشلزم جهڙو انقلاب آيو اهو ووٽ تي آيو؟ پوري انساني تاريخ شاهد آهي تہ جڏهن روس جا مظلوم ماڻهو پنهنجن حقن لاءِ وڙهيا هئا تہ انهن ڪروڙين ماڻهو ڪهايا هئا، تنهن کان پوءِ اتي سوشلزم آئي.

چين جا ڪروڙين ماڻهو سوشلزم لاءِ قربان ٿي ويا هئا. ذوالفقار علي ڀُٽو ڪهڙو سوشلسٽ هو جنهن ووٽ تي قوم ۽ عوام کي سوشلزم تي ڏنو. اهو بہ اهڙو سوشلسٽ جو جلدي پنهنجي نظرئي تان هٽ ڪٽي وري نفاذ شريعت جو پيروڪار ٿي پيو.

17 اپريل 1977ع ۾ پريس ڪانفرنس ڪري اعلان ڪيائين تہ: "هاڻ سوشلزم ختم، ايندڙ ڇهن مهينن ۾ شرعي نظام لاڳو ڪيو ويندو." جيڪڏهن حياتي ساٿ ڏئي ها تہ انهيءَ ڪانپوءِ ووٽ جي ذريعي ٻيو الائي ڪهڙو نظريو ڏئي ها؟ ڀُٽو صاحب آخر تائين انهن مسلمان ملڪن ۽ ڏيڏ تي هلي رهيو هو، جيڪي هن کان وڌيڪ آمريڪا جا خير خواهہ هئا. سعودي عرب، ايران، ترڪي، عراق، مصر، آمريڪا جا ٻڌا ٻانها ٿيو وينا هئا. ڇا هن کي خبر نہ هئي تہ مصر ۾ جمال ناصر جي جڳهہ تي سامراج جو ماڻهو سادات وينو هو. ڇا هن کي خبر نہ هئي تہ رضا شاهہ پهلوي ايران کي آمريڪا جو اڏو ڪري هلائيندو هو ۽ هڪڙو مقرر پگهاردار هو. ڇا هن کي خبر نہ هئي تہ شاهہ فيصل قتل ٿي چڪو آهي. (حالانڪہ شاهہ فيصل خود آمريڪا سان وڏا معاهدا ڪري ويو هو) ڇا هن کي خبر نہ هئي تہ انڊونيشيا جو سوئيڪارنو هاڻي اقتدار ۾ نہ رهيو آهي. ڇا هن کي خبر نہ هئي تہ عراق ۾ نوري سعيد جيڪو آمريڪا ۽ برطانيہ جو وفادار هو ۽ ان ڪانپوءِ آمريڪا جو خاص ماڻهو صدام اقتدار ۾ اچي چڪو هو. ڇا هن کي الجزائر تي فرانس طرفان ڪيل تباهي ياد نہ هئي ۽ تنهن ڪانپوءِ بن بيلا جو دؤر پورو ٿيڻ. هن کي خبر نہ هئي تہ هاڻ الجزائر ۾ ڪير وينو آهي. هن کي ڪرنل قذافي جي طاقت جي خبر نہ هئي؟ ڇا ذوالفقار علي ڀُٽي کي ياسر عرفات جهڙي مظلوم جي خبر نہ هئي. آمريڪا ڀٽي صاحب مان تڏهن هٿ ڪڍيا، جڏهن آمريڪا جا مفاد هن مان پورا ٿي چڪا هئا ۽ آمريڪا نئين حڪمت عملي تي عمل ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو تڏهن آمريڪا ۾ حاصل ڪيل ٽريننگ ۽ اتان جي تيار ڪيل ۽ پڙهايل جنرل ضياءَ الحق کي چيف آف آرمي اسٽاف بڻائي پنهنجي تباهي جو پاڻ بنياد رکيائين. ڇا هي ڪو عقل ۽ اخلاق هو جو هڪڙي چيف آف آرمي اسٽاف کي Where is my monkey-General "ڪٿي آهين، منهنجا پولڙا جنرل" ڪري سڏ ڪرڻ. انهيءَ مان ڪهڙي نفسيات جي نشاني ملي ٿي؟ ڇا آمريڪا جي مفادن وٽان ڪم ڪري روس کي تڪليفون پهچائڻ ۽ انهيءَ لاءِ مشڪلاتون وڌائڻ ڪو عقل جوڳو ۽ چڱائي وارو عمل هو؟ ڇا آمريڪا ۽ ٻين يورپي ملڪن ۾ خود پنهنجي ملڪ جي ڪن خاص ايجنسين جي چوڻ تي لڳي، هندستان سان

دشمني وڏائڻ ۽ سدائين هڪ هزار سالا جنگ ڪان گهٽ ڳالهه نه ڪرڻ، ڪهڙي خلا جي ڏاهپ هئي؟ ڇا پنهنجن مظلوم پناڻن ۽ بلوچن تي فوجي ڪاهون ڪرائي، انهن جي هزارين نوجوانن کي شهيد ڪرائي، پنهنجي لاءِ پنهنجي ئي ملڪ ۾ ڪهڙي همدردي ۽ وفاداري جو ماحول ناهيائين.

پاڪستان ۾ جيڪي چار ماڻهو سچ چون، تن کي ابتو تنگائي چڏڻ ۽ جيلن ۾ واڙڻ ڪتان جي ڏاهپ هئي؟

مجموعي طور تي ڀُٽي صاحب جي سوچ ۽ پاليسي اها هئي. ڀُٽي صاحب پاڪستان کي پنهنجي لاڙڪاڻي جي جاگير سمجهي ڪري هلايو ۽ پوري دنيا کي جڻ هو پاڻ کان گهٽ جاگيردار ۽ وڏيرا سمجهندو هو. پاڪستان، ڪو ڀُٽي صاحب جي لاڙڪاڻي واري جاگير ڪونه هئي. هن دنيا تي حڪومت ڪندڙ خاص طور تي آمريڪا، چين ۽ روس تي ڪي ڀُٽي جهڙا وڏيرا ذهين ڪونه هئا، انهن وٽ صدين جو تجربو هو انهن جون دنيا جهان ۾ مشهور ٿنڪ ٽينڪس هيون. انهن جو هر قدم هر معاهدو ۽ هر پاليسي حڪمت عملي ۽ ڏاهپ جي بنياد تي ۽ پنهنجن مفادن جي تحفظ لاءِ هئي ۽ آهي، اهي اسان جي وڏيري جهڙي ذهين جيان غير سنجيده ۽ غير عقلي ڳالهيون نه ڪندا هئا. ڀُٽي رڳو ڳالهيون ڪيون ۽ ٻيو پنهنجي ملڪ ۾ توڙي ٻاهر سواءِ هڪ ٻن ملڪن جي باقي دشمني ۽ مخالفت حاصل ڪئي.

ڀُٽي صاحب جي تقريرن ۽ دعوائن ۽ نعرن کي پاسي تي رکي، ڪجهه حقيقتن جو جائزو وٺنداسين ته موٽ ۾ اسان کي وري به ڀُٽي صاحب جا نعرا، تقريرون ۽ دعوائون ملنديون. ڀُٽي صاحب قوم کي ڇا ڏنو؟ هڪڙو اهڙو آئين جيڪو سنڌ، بلوچستان ۽ سرحد جو استحصال ڪري پئسا ڪمائي، وفاق، فوج ۽ آمريڪا جي اسٽيبلشمينٽ لاءِ هميشه هميشه لاءِ پلو ڪري ڇڏيو.

عدالتن سان ڀُٽي صاحب ڇا ڪيو ٽين، چوٿين، پنجين ۽ ڇهين ترميم ذريعي ڪورٽن کي پنهنجي مرضي جي آئين جو غلام بڻائي ڇڏيو. ايتري قدر جو چيف جسٽس جي صلاح مشوري کانسواءِ عدالت جون انتظامي تبديليون ڀٽي صاحب پنهنجي قبضي ۾ وٺي ڇڏيون. حيراني جهڙي ڳالهه آهي ته هڪڙي اداري جي سربراهه کان انهي جي اداري ۾

انتظامي تبديلي لاءِ بہ مشورو ڪرڻ لازمي نہ نهرايو ويو يعني جيڪڏهن ايوان صدر ۾ ڪا انتظامي تبديلي ڪئي وڃي تہ انهي جو صدر کان پڇڻ لازمي ناهي. ان کان وڌيڪ اداري سان ڪا بي ناانصافي ٿي سگهي ٿي. ڇا ادارا ائين مضبوط ٿيندا آهن؟ جمهوريت ائين هوندي آهي؟ جمهوريت کي ائين مضبوط ڪيو ويندو آهي؟ ڪهڙي صوبي جي وزيراعليٰ يا گورنر کي پنهنجي مرضيءَ ۽ آزادي سان ڪم ڪرڻ جي اجازت ڏني وئي هئي, هر صوبي جا گورنر ۽ وزيراعليٰ ڪجهہ وقت کانپوءِ مٽبا رهندا هئا. بلوچستان ۽ سرحد ۾ ڇئن سالن کان بہ مٿي جي عرصي تائين گڏ هن گورنر راڄ , تہ ڪڏهن جڙتو وزيراعليٰ آڻيندو رهيو گورنر بہ ڪهڙا هڪڙن کي هٽائڻ ٻين کي رکڻ.

سنڌ ۾ بہ ساڳي صورتحال, ممتاز ڀُٽي کانپوءِ غلام مصطفيٰ جتوئي. جيڪڏهن ڀُٽي صاحب ڪنهن اداري کي مضبوط ڪيو تہ اهو فوجي ادارو هو انهيءَ اداري جنهن لاءِ ڪتاب "جرنيل اور سياستدان" ۾ قيوم نظامي لکيو آهي تہ: "ڀُٽي صاحب کي بي انتها نوازيو جنهن جي بجيٽ ۾ 218 فيصد اضافو ڪيائين. فوج ۾ 278000 کان 400000 لک تائين اضافو ڪائين. فوجين جي خانداني سهولتن ۾ اضافو ڪيو ويو.

ڀُٽو صاحب اهو هيو جيڪو ذري جي مخالفت ۽ اختلاف برداشت نہ ڪندو هو. ڀُٽو اهو هيو جيڪو ڪنهن کي بہ اقتدار ۾ شامل ڪرڻ لاءِ تيار نہ هو. ڀُٽو اهو هيو جنهن پاڪستان جي انهيءَ پورهيت ۽ مظلوم طبقي سان ويساهہ گهاتي ڪئي, جن جون هن ۾ وڏيون اميدون هيون, جن هن کي پنهنجو آواز سمجهيو جن هن کي پنهنجو سمجهيو جن هن کي سچ سمجهيو.

ڀُٽي صاحب ڪجهہ وقت جي ڪرسي لاءِ جيڪي پاڪستان جي مظلوم ۽ پيڙهيل قوم کي مسئلا ۽ مونجهارا ڏني ويو آهي. اهي هاڻ تمام گهڻو ڳنڀير ٿي چڪا آهن, ڇو تہ پنهنجن جا ڏنل زخم تہ جلدي ڇٽي سگهن ٿا, پر انهن جو اثر گهڻي وقت تائين محسوس ٿيندو رهندو آهي. هي تڪليف جيڪا ڀُٽي مظلوم قوم کي, پنهنجو ڪري ڏني آهي, اها لطيف جي هنن سٽن ۾ اظهار ٿي ڪري:

"ڪچان تہ ٿئي ڪوڪ, صبر آئون نہ سهان,
ڪنهن کي ائين چئان, تہ مون کي ماريو سڄڻين."

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ  
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوِ، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)